Roshni Book No. 324

ڪتاب جو نالو: زلفي منهنجو دوست
ليکڪ: پيلو مودي
سنڌيڪار: حُسين بادشاهه

ڇاپو پهريون: © روشني 2005ع
ڪمپوزنگ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزر اينڊ پرنٽرز، حيدر چوڪ، حيدرآباد.
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد.
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو، سنڌ

ZULFI MUNHOJO DOST
by: Pillo Mody
Translated by: Hussain Badshah
Composed by: Habib Qadir Qureshi.
Roshni Composer and Printer, Hyder Chowk, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh.
Published by: Roshni Publication, Kandiaro
First Edition © Roshni 2005

# فهرست

# پهرين ملاقات

”بيهہ، آءٌ هيٺ پيو وڃان.“ هيءَ آهن اُهي پهريان لفظَ، جن وسيلي مون پهريون ڀيرو ذوالفقار علي ڀٽي سان ڳالهايو هو. تڏهن منهنجي ڄمار ڏهہ ورهيہ هئي ۽ هُن جي نَوَ ورهيہ. اسان ٻئي ڄڻا ممبئي جي ڪيٿيڊرل بوائز اسڪول ۾ پڙهندا هئاسين. آءٌ ڀڳوان جي ڪِرپا سان تڏهن بہ ٿورڙو ٿُلهو هوس، ۽ ذوالفقار ايئن لڳندو هو، ڄڻ هڏين جي ڍانچي کي ڪل ۾ ويڙهيو ويو هجي؛ پر سندس آواز ڏاڍو تکو ۽ تيز هوندو هئس.

سچ اهو آهي، تہ زُلفي منهنجي ماسات جهانگير موگو سيٺ جو دوست هو. جهانگير منهنجي ماءُ جي نَنڍيءَ ڀيڻ يعني منهنجي ماسيءَ جو پُٽ هو. منهنجا جيترا بہ ماسات هئا، تن منجهان جهانگير منهنجي گهٽو ويجهو هو. هُو منهنجي ڄمار جو هو، شايد ڪجهہ مهينا مون کان ننڍو هو. هُن جي وڏيءَ ڀيڻ سيلو مون کان ٿورڙي وڏي هئي. ننڍپڻ ۾ اسان ٽئي ڄڻا گڏوگڏ پليا‌سين ۽ وڏا ٿياسين. منهنجا سڳا ڀائر مونکان ڪافي وڏا هئا. ڪالي چار ورهيہ، ۽ روسي اٽڪل نَوَ ورهيہ مون کان وڏو هو.

سيلو ۽ جهانگير جو ڪمرو رانديڪن سان ڀَريل رهندو هو. آءٌ وٽن رانديڪن سان کيڏڻ لاءِ ويندو هوس، يا ايئن چئجي، تہ مونکي کيڏڻ لاءِ موڪليو ويندو هو. منهنجي ماسي پنهنجي ٻارڙن سان گڏ بائيڪلا ۾ رهندي هئي. ڇنڇر ڏهاڙي شام جو اُهي اڪثر اسان وٽ ايندا هئا؛ اسان ڪميالا ٽڪريءَ تي رهندا هئاسين.

ٿورڙي عرصي کانپوءِ موگو سيٺ جو ڪٽنب مير بن لائنس واري گهر ۾ اچي رهڻ لڳو. سيلو ڪيٿيڊرل گرلز هائي اسڪول ۾ پڙهڻ لڳي. اٽڪل هڪ ورهيہ کانپوءِ جهانگير بہ مون سان گڏ بوائز اسڪول ۾ پڙهائيءَ ۾ لڳي ويو. بدقسمتيءَ سان زُلفي ڪنهن اسڪول ۾ نہ پڙهيو هو. هُن نَون ورهين جي ڄمار تائين جيڪا ٿوري گهڻي تعليم پرائي هئي، سا گهر اندر ورتي هئائين. اسان جو پرنسپل ڪرنل هيمنڊ هو. هُن جو خيال هو، تہ زُلفيءَ کي گرلز اسڪول ۾ داخل ڪرڻ گهُرجي، پر اُن مشوري تي زُلفي چِڙي پيو هو. هُن کي ڪاوڙيل ڏسي ڪرنل هيمنڊ سندس پُٺي ٺَپيندي چيو: ”شاباس، ڇوڪرن کي ايئن ئي هئڻ گهُرجي.“ ۽ پوءِ بوائز اسڪول ۾ فرسٽ اسٽينڊرڊ ۾ کيس داخل ڪيو ويو. آءٌ ۽ جهانگير تہ اڳي ئي اُن اسڪول ۾ ٻئي پڙهياسين.

انهيءَ ڪري زُلفي جي اسڪولي زندگيءَ جا ڪجهه سال ايڏا سُنا نہ گُذريا، جيترا گُذرڻ گهُرجن ها. ڪنڊر گارٽن ۽ پرائمري اسڪول جا جيڪي سال هُن وڃايا هئا، تنهن سبب هُو پوئتي رهجي ويو هو. ٻين شاگردن سان برابريءَ لاءِ ڪيس لڳاتار جاکوڙيندي پڙهڻو پئي پيو. هِتي ئي هنن ٻنهي ڄڻن (ذوالفقار ۽ جهانگير) جي ملاقات ٿي، ۽ سندن دوستي گهاٽي ٿيندي وئي. هنن هڪٻئي جي گهر وڃڻ ۽ سڄو ڏينهن گڏ گهارڻ شروع ڪيو. گڏوگڏ اُٿڻ ويهڻ ۽ کيڏڻ ڪُڏڻ لڳا. اهڙن موقعن تي جنهن مهل زُلفي، جهانگير جي گهر ۾ کيڏندو هو، تہ مون سان بہ سندس ملاقات ٿي ويندي هئي. مونکي اجا بہ ياد آهي، تہ زُلفي بواءِ اسڪائوٽن واري خاڪي وردي پائيندو هو. پينٽ تي چمڙي جو ٿُلهو پَٽو ٻَڌل هوندو هوس. ڪارا اوني جوراب ۽ اڇا جوتا هوندا هئس. هُن جي ڪُلهن تي لڳل سائي رِبن مان اهو پتو پوندو هو، تہ هُو ڪيٿيڊرل اسڪول جي سينيئر هائوس جو شاگرد آهي. هُن جي پوشاڪ، چال چلت، رک رکاءُ، وهنوار، ۽ تکو خُشڪ لهجو، اهو سڀ ڪجهه مونکي ڏاڍو عجيب لڳندو هو.

آءُ جڏهن اڳتي پنجن ورهين لاءِ ديروڏون پڙهڻ لاءِ ويس، تڏهن منهنجي دل توڙي دماغ ۾ زُلفي جي اِها ئي تصوير چانيل هئي. 1945ع ۾ ايچ. ايس. سي. (هائير سيڪنڊري سرٽيفڪيٽ يا مئٽرڪ جو امتحان) پوريءَ ڪرڻ ڪانپوءِ آءُ ممبئي موٽيس، تڏهن بہ زُلفي ڪيٿيڊرل اسڪول ۾ ئي پئي پڙهيو. هُو وڏو ٿي ويو هو، ۽ سينيئر ڪيمبرج جي پڇاڙڪي سال واري امتحان جي تياري پئي ڪيائين. سندس آواز ڪجهه بهتر ٿيڻ سميت قد بہ ڪجهه ڊگهو ٿي ويو هو. هن جي گفتگو ۽ اُٿ ويهه بہ بهتر ٿي وئي هئي، ۽ ڏسڻ ۾ ناهوڪو ۽ وڻندڙ لڳندو هو. هُن ۾ ٻين لاءِ پڻ مناسب احترام جو جذبو جاڳي پيو هو.

اُن چمار ۾ اسان جي واقفيت وڌڻ شروع ٿي، ۽ هوريان هوريان پڪي دوستيءَ ۾ بدلجي وئي.

اسان ٻنهي ڄڻن جو پس منظر قطعي ڌار هو: بلڪ ايئن ڪٿي چئجي، تہ هڪٻئي جي اُبتڙ هو. زُلفي سنڌ جي ڀُٽو آکهہ جو ڀاتي هو، جتي تڏهن بہ جاگيرداراڻو سماج هو. ڀُٽو سنڌ جو مشهور قبيلو هو، جنهن جي مقابلي ۾ ٽالپر گهراڻو ۽ پاڳارو هئا. جتي بہ سنڌ جو سوال اُڀرندو هو، يا سنڌي عوام جا ويچار ۽ سوچ ڄاڻڻ جي گهُرج پوندي هئي، تہ سرڪار ۽ حڪمرانَ سدائين انهن ماڻهن جي راءِ ڄاڻڻ لاءِ چاهيندا هئا. انهن جي يا منجهانئن ڪجهه گهراڻن جو سهڪار ۽ سات ماڻيندا هئا: ايئن ڪندي اُهي اهو چئي سگهندا هئا، تہ سنڌي عوام جي اڪثريت ساڻن گڏ آهي.

هيءَ اڄرج واريءَ ڳالهه آهي، ته ايڏي سخت ۽ روايتي جاگيرداراڻي سماج ۾ رهندي به زُلفي جو والد سر شاهنواز پُٽي پاڻ کي اُن سماجي پابندين کان آزاد ڪرائي ورتو هو. اعليٰ تعليم وٺي پنهنجي گهراڻي جي اوچي رُتبي کي واپرائيندي، هُن برطانوي هندستاني سماج ۾ اهم مقام ماڻي ورتو هو. بهرحال، هيءَ سچائي آهي، ته زُلفيءَ جي والد، برطانوي هندستان ۾ سنڌ جي نمائندي طور اهم ۽ مستقل مقام ماڻي ورتو هو، جنهن جي جاکوڙ سبب ممبئي پريزيڊنسيءَ کان سنڌ ڌار ٿي. ڪافي عرصي تائين هُو ڪيترن ئي وڏن سرڪاري عهدن تي رهيو. غير سرڪاري عهدا به هُن سنڀاليا. هُو بمبئي ليجسليٽوَ ڪونسل جو ميمبر ۽ لاڙڪاڻي جي ضلعي ڪوآپريٽوَ بينڪ جو چيئرمين رهيو. بمبئي جي پراونشل ڪميٽيءَ جو صدر به بڻيو، جنهن ڪميٽيءَ انڊين اسٽيٽيوٽري ڪميشن جو ساٿ ڏنو هو. سر شاهنواز پهرين اهڙو غير سرڪاري شخص هو، جنهن کي لاڙڪاڻو ضلع بورڊ جو چيئرمين چونڊيو ويو هو. هُو سنڌ محمڊن ايسوسيئيشن جو صدر به رهيو.

1931ع ۾ سر شاهنواز منهنجي بابا سان گڏ هندستان بابت ٿيندڙ گول ميز ڪانفرنس ۾ حصو وٺڻ لاءِ انگلينڊ ويو. اُتي هُن سنڌين لاءِ ڌار رياست جو مطالبو ڪيو. 1934ع ۾ کيس بمبئي حڪومت جو وزير بڻايو ويو. سنڌ جي ورهاڱي کانپوءِ هُو سنڌ جي خاص مُيئر واري عهدي تي، 1937ع جي چونڊن کانپوءِ عوام جي چونڊيل وزارت نه جوڙڻ تائين، ڪم ڪندو رهيو. سر شاهنواز يونائيٽيڊ پارٽي جوڙي، ۽ سَٺ مان ارڙهن سيٽن تي سوڀ ماڻي، پر هُو پاڻ ناڪام ٿيو. هيءَ هُن جي خاص چڱائي هئي، جو هُن پنهنجو سمورو وقت ۽ ناڻو ته پنهنجي ساٿين کي چونڊن ۾ ڪامياب ڪرائڻ ۾ خرچ ڪيو، پر پنهنجي حلقي ڏانهن ڪو جوڳو ڌيان نه ڏنو. ڪيترن ئي ورهين کانپوءِ زُلفي به گهڻي وسيع پيماني تي اهڙو ساڳيو عمل ورجايو. هُن جو دائرو گهڻو وسيع يعني اولهه پاڪستان هو، پر اتفاق سان زُلفيءَ کي ڇهن سيٽن تي سوڀ ملي. جڏهن کيس وزارت ناهڻ ۾ سوڀ نه ملي، ته سر شاهنواز بمبئي هلي آيو ۽ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو چيئرمين ٿيو. 1947ع ۾ هُو جهونا ڳڙهه هليو ويو، جيڪا ننڍڙي رياست هئي. هُو اُتي جو ديوان بڻجي ويو. جناح جي چوڻ تي هُن نواب جهونا ڳڙهه کي مشورو ڏنو، ته هو پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ واري دستاويز تي صحيح ڪري. هندستان جي ورهاڱي وقت جيڪا ڇڪتاڻ پيدا ٿي، تنهن جو ٿورڙو ڪارڻ سر شاهنواز جي هيءَ ڪاروائي به هئي. تڏهن ٽيڪس بلڪل معمولي هوندا هئا. هوننئن به ڀٽو ڪٽنب شاهوڪار گهراڻو هو. اُن دؤر ۾ زميندارن کي ته ڪو ٽيڪس ڏيڻو ئي نه پوندو

هو، جنهن جي نتيجي ۾ پُٽنو گهراڻي وٽ ججهي دولت گڏ ٿي ويئي هئي، پر اهو ناڻو سدائين سمجهداريءَ سان خرچ نه ڪيو ويو. زُلفي جو والد ٿورڙو خفتي هو ۽ گڏوگڏ گهڻو 'عاشق مزاج' به هو. بمبئي جي سماج ۾ هُن بابت گهڻا لطيفا مشهور هئا.

هوڏانهن، منهنجي والد جي پرورش جنهن گهراڻي ۾ ٿي هئي، تنهن جي ماحول ۾ رنگيني ۽ عيش عشرت جو نالو نشان به نه هو. اسان جي گهراڻي جو رهڻ سهڻ ۽ اصول وڪٽوريائي زماني جي سماج جهڙا هئا. هر مامري تي ڳوڙهو ويچار ۽ گهراڻي جي اصولن کي سامهون رکندي سوچيو ويندو هو. منهنجي والد جو پڪو ويساهه هو، ته هڪڙي ڏينهن هُو وڏو ماڻهو بڻجندو، جو سندس خيالَ مٿانهان ۽ اوچا هئا. هُن مثالي جيون گهارڻ پئي چاهيو. هُن آڏو رُتبو ۽ عزت ڏاڍي قيمتي هئي. هُو ڏاڍو حاضر جواب هو ۽ جيڪڏهن پوڙن ۾ مٿس چِٽبا پوندا هئا، ته هُو کِلندي سهي ويندو هو. ناڻي ۾ کيس نالي ماتر به چاهه نه هو. جڏهن هُن جي آمدني ججهي هئي، تڏهن به گهڻي دولت ميڙڻ جي لالچ منجهس نه هئي، ۽ نه ئي هن ڏوڪڙ ميڙڻ جو ويچار پنهنجي دل توڙي دماغ ۾ اچڻ ڏنو.

اُهي ڏينهن قربانيءَ جا ڏيهاڙا هئا. ڏيهه لاءِ رڳو رپيا پئسا ئي نه، پر سر ڏڙ به نڇاور ڪرڻ جا ڏينهن بلڪ ايئن ڪٿي چئجي، ته ڪجهه ڪرڻ جا ڏينهن هئا. هندستان آزادي ماڻڻ لاءِ فيصلائتي جنگ شروع ڪرڻ جي تياري پئي ڪئي. مهاتما گانڌي ڏُکار ۽ ڏچن سَٽيل ڳوٺن ۾ ڪانگريس جي پيڙهه مضبوط ڪرڻ ۾ رُڌل هو. هوڏانهن هندستان جي قانوني، ادب، ۽ ٽيڪنيڪي حلقن ۾ ذاتي ٻَل تي اڳيان وڌندڙ ذهين توڙي سمجهدار سرواڻ سامهون پئي آيا. اُنهن اڳواڻن وسيلي هندستان اهو پئي ثابت ڪيو، ته هندستانين ۾ اُها قابليت ۽ سمجهه آهي، جو اُهي زندگيءَ جي هر شعبي ۾ ملڪ جي سُٺي ڍنگ سان سرواڻي ڪري سگهن ٿا: منهنجو والد به منجهائنئن هڪڙو هو.

1908ع ۾ جڏهن منهنجي والد جي ڄمار ستاويهه ورهيه هئي، کيس پنهنجي هڪڙي لکيل مضمون تي ليڊلا پرائيز مليو هو. مضمونن جي ان چٽاپيٽيءَ جو موضوع هو: "هندستان جو سياسي مستقبل." اُن مقابلي جو بندوبست هائوس آف ڪامنز جي ليبر پارٽيءَ جي هڪڙي ميمبر ڪيو هو. انهيءَ چٽاپيٽيءَ ۾ پهريون نمبر ايندڙ کي به هزار روڪ انعام ڏنو ويندو هو. تڏهن اها رقم گهڻي سمجهي ويندي هئي. منهنجي والد پنهنجي مضمون ۾ هيءَ ثابت ڪيو هو، ته هندستانين ۾ پنهنجي حڪومت ۽ پنهنجي سرڪار هلائڻ جي قابليت آهي ۽ کين پنهنجي سرڪار پاڻ هلائڻ جا حقَ ملڻ گهُرجن. گڏوگڏ هُن اڳڪٿي ڪئي، ته پنجاهه ورهين ۾ هندستان

مضبوط ۽ طاقتور ملڪ بڻجي ويندو ۽ هِن صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين آزاد ٿي ويندو. پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي هُو اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رُڌل رهيو، تہ هندستانين ۾ اڳواڻيءَ جي قابليت ۽ صلاحيت آهي، ۽ اُهي پنهنجي سرڪار پاڻ هلائي سگهن ٿا. هُن جي هيءَ زبرست خواهش هئي، تہ سمورن دفترن ۾ هندستاني ڪم ڪن. جڏهن هُو وائسراءِ جي ايگزيڪيوٽوَ ڪائونسل جو ميمبر مقرر ٿيو، تڏهن بہ هُن پنهنجي اها ڪوشش جاري رکي، جنهنڪري لارڊ لنتگو سان هُن جو ڪڏهن بہ سرچاءُ نہ ٿيو.

ادب کان قانون ۽ وري واپار ۽ پبلڪ سيڪٽر ۾ اچي منهنجي والد هڪ اهڙي شخص طور مشهوري ماڻي، جنهن جي ارادن ۾ بُلنديءَ سان گڏ پُختگي بہ هئي ۽ جنهن بہ حلقي ۾ هُن پير تي رکيا، تنهن حلقي جي اڳواڻيءَ جي بہ منجهس قابليت ۽ صلاحيت موجود هئي. سوٽي ڪپڙي جي ڪاروبار کي سخت ڏکيائين سان مُنهن ڏيڻو پيو، پر منهنجي والد ڏاڍيءَ هوشياريءَ سان اُنهن ڏکيائين تي ضابطو آندو. پرڏيهي حڪمرانن جي مخالفت هوندي بہ هُن پنهنجي سمجهہ، ڏاهپ ۽ اڳواڻيءَ جي قابليت توڙي صلاحيت سان حالتن کي خوشگوار بڻائي ڇڏيو.

بمبئي ميونسپل ڪائونسل ۾ سر فيروز شاهہ مهتا عوام جي جيڪا خدمت ڪئي، تنهن جي نشانن تي هلندي منهنجو والد بہ عوام جي خدمت ۾ جُنبي پيو. هُن ويهن ورهين تائين عوام جي دل کولي خدمت ڪئي. پوءِ هُو ”مِل اونرز ايسوسيئيشن“ جو صدر بڻيو، جنهن سبب هُو سينٽرل ليجسليٽوَ ڪائونسل جي ميمبر طور دهلي پهتو، جتي هُن هر اڳواڻ جي پيروي ڪئي، توڻي اُن سان ڪيس نقصان ٿي پهتو. 1935ع ۾ هُو ٽاٽا وٽ هليو ويو، ۽ پڇاڙيءَ تائين اُتي رهيو. ها، وچ ۾ بہ پيرا ڪجهہ ورهين لاءِ هُن سرڪاري عهدن تي ڪم ڪيو: هڪڙو پيرو ڪيس وائسراءِ جي ايگزيڪيوٽوَ ڪائونسل جي سپلاءِ ميمبر طور مقرر ڪيو ويو، ۽ ٻيو پيرو هُن کي اُتر پرديش جو گورنر بڻايو ويو.

هُن جي زندگيءَ جو مقصد ڏوڪڙ ڪمائڻ نہ هو. هُن لکيو هو: ”پئسا ڪمائڻ جي سوچ دل ۾ اچڻ کان گهڻو اڳ مون مختلف جماعتن جي ڪمن ۾ چاهہ وٺڻ شروع ڪري ڏنو. هر قسم جي مامرن تي آءٌ ويچاريندو هوس. آزاد ٿيندڙ قيدين کان وٺي والدين طرفان لاوارث ڇڏيل ٻارن وارا مامرا منهنجي ذهن ۾ گهُمندا هئا: اهڙن ماڻهن جي واهر ڪندي مونکي سچي خوشي ملندي هئي.“

هُو گهڻو آزاد خيال هو، تنهنڪري ڪنهن جي ٻُڌايل واٽن تي هلي نہ سگهيو. هُن برطانوي حڪومت سان ٽَڪر کاڌو. هُو گانڌي جيءَ جي واڪاڻ ڪندو هو، پر گهُرج مهل مٿس تنقيد کان بہ مُور نہ مُڙندو هو.

هُو سچي زندگي پنهنجي أصولن تي پابند رهيو ۽ جتي وڙهڻ جي ڪَهُرج پئي، جدوجهد ڪان ڪڏهن به مُنهن نه موڙيائين. هُن جي ڪتا لکندڙ ڊي. آرمن ڪيڪر لکي ٿو:

"مودي پاڻ ڏکيائيون ۽ ڏچا سُلجهائڻ ۾ رُڌل رهندو هو، يا وري ڏکيائيون ۽ ڏچا ڪيس مُنجهائڻ ۾ پورا هوندا هئا." تنهنڪري پنهنجي زماني جي وڏن وڏن ماڻهن سان سندس ٽَڪر ٿي پوندو هو، جن ۾ گانڌي، جناح، نيشنلسٽ پارٽيءَ جا اڳواڻ، ٽريڊ يونين جا اڳواڻ ۽ وائسراءِ به شامل هئا. هندستان ۾ پاڻ تي شڪ جي روايت جو جيڪو جهنگ آهي، هُو اُن منجهان پنهنجي ڏاهپ ۽ سمجهه سان جوڙيل واٽ وٺي نهايت ڪاميابي ۽ سوڀ سان پارَ پيو. اسان يعني آءٌ ۽ زُلفي ان جدوجهد جي پاڇي هيٺ پلياسين ۽ نپنياسين. وڏن بحثن ڪي پاڻ ۾ سموهيندي ۽ پنهنجي زماني جي عظيم شخصيتن سان ويجهڙائپ ماڻيندي اسان وڏا ٿيندا وياسين. انهن عظيم انسانن پنهنجي شخصيت جي سحر سان هڪ نئين تاريخ جي ابتداءَ ڪئي. انهن جهڙا ماڻهو آزاديءَ کان اڳ واري هندستان ۾ نٿا ملن.

اهڙي قسم جي پس منظر جو منهنجي خيالن تي ڏاڍو گهرو اثر ٿيو: منهنجي شخصيت به متاثر ٿي، جنهن سان مونکي پنهنجي نظريي کي نرم رکڻ ۽ ڦهلائڻ ۾ مدد ملي. منهنجي سوچڻ سمجهڻ ۽ ويچارڻ جي طريقن ۽ منهنجي نظريي تي زُلفيءَ جي شخصيت جو به اثر پيو، ۽ ٻنهي ڳالهين گڏجي مون تي اثر وڌو.

1937ع ۾ جڏهن آءٌ ڪيٿيڊرل ۽ جان ڪانن هاءِ اسڪول جي ويڪريءَ ڪاٺ واريءَ ڏاڪڻ تان هيٺ لٿس پئي، ته مون هڪڙو سنهڙو سيپڪڙو ڇوڪرو پنهنجي پويان اڳتي وڃڻ جي ڪوشش ڪندي ڏٺو. مون پنهنجو هٿ وڌائي ڪيس روڪيندي چيو: "بيهه، آءٌ به هيٺ پيو هلان." منهنجي هانيءَ ڏسي ۽ ڪڙڪيدار آواز ٻُڌي ۽ نَوَ ورهيه ڄمار ۾ به اهو سمجهندي، ته ڪڏهن ڪڏهن بهادري ڏيکارڻ بجاءِ ڪنڌ ڍارڻ ۾ هينائين ڏيکارڻ ۾ به هوشياري ٿئي ٿي، ذوالفقار علي ڀُٽو بيهي رهيو ۽ ڪجهه گهڙين جي اوسيئڙي ڪانپوءِ منهنجي پويان هلڻ لڳو ۽ اِهو سلسلو ڪيترن ئي ورهين تائين هلندو رهيو.

# فيصلي جا ڪجهہ سال

بمبئي جو جيڪو ماحول هو، تنهن کي ڏسندي ديراڏون اسڪول جي منهنجي پڙهائي اعليٰ درجي جي هئي. اُن تعليم ماڻڻ کانپوءِ جڏهن آءٌ بمبئي موٽيس، تہ مونکي بمبئي ڏاڍو ويران، پڙپانگ ۽ رُکو ڏسڻ ۾ آيو. آءٌ پاڻ کي ٿورڙو ڌيل محسوس ڪندو هوس، ۽ ايئن پانئيندو هوس، تہ هيءَ هيڪلائيءَ مونکي گهڻو پريشان پئي ڪري. سڄيءَ دنيا کان ڌار جڏهن ڪنهن کي پبلڪ اسڪول ۾ پنج ورهيہ گهارڻا پون ٿا، تہ اُتي گهڻا دوست بڻجي وڃن ٿا، پر اسڪول ڇڏڻ کان پوءِ ٻاهرين دنيا جي زندگي عجيب ڏسڻ ۾ اچي ٿي. پبلڪ اسڪول جي زندگي، محفوظ ماحول جي زندگي هُجي ٿي، پر ٻاهرين دنيا ۾ پاڻ کي غيرمحفوظ پانئجي ٿو. انهيءَ جو سبب اهو نہ آهي، تہ ٻاهرين دنيا جو تهذيبي پس منظر مختلف هُجي ٿو، بلڪ ٻاهرين دُنيا جي زندگيءَ ۾ تنظيم ڏسڻ ۾ نٿي اچي. پبلڪ اسڪول ۾ صبح جي گهنٽي وڄڻ تي جاڳڻ کان وٺي رات جو بجليءَ وسائڻ کانپوءِ سُمهڻ تائين ڏينهن جي هر گهڙيءَ جو حساب ٿئي ٿو. هي طئي ٿئي ٿو، تہ ڪڏهن ڇا ڪرڻو پوندو. رٿيل پروگرام کان ٿورڙو بہ هيڏانهن هوڏانهن ٿيڻ تي سزا ملي ٿي، جنهن سزا کان بچڻ لاءِ دل ۾ ڊسپلين لاءِ عزت ۽ احترام جو جذبو پيدا ٿي پوي ٿو.

جيتوڻيڪ سال ۾ بہ ڀيرا اسان کي گهر اچڻ جو موقعو ملندو هو، پر گهڻو وقت گهر ياتين ۽ ڪٽنب وارن سان ملڻ ۾ ئي گُذري ويندو هو. هندستان ۾ آڪهہ جي سُجاڻپ ئي الڳ هجي ٿي، جو آڪهہ ۾ ويجهن مِٽن مائٽن کي بہ ڳڻيو وڃي ٿو. آءٌ سيني چاچن، چاچين، مامن، مامين، ماسين ۽ ماساتن سان ملڻ ويندو هوس. آڪهہ جي قائدي ۽ زندگيءَ جي ڍنگ پٽاندر ٿورڙي مذهبي تعليم وٺڻ بہ ضروري آهي. هيءَ تعليم اسڪول ۾ نہ ڏني ويندي هئي. گهر اچڻ تي ڪڏهن ڪڏهن مندر ويندو هوس، ۽ پيڳوان کان آراڌنا ڪندو هوس، تہ مونکي اهڙو نيڪ بڻاءِ، جنهن سان مونکي پنهنجي ڪنهن ڪوڙ يا غلطيءَ يا اسڪول جي ڪنهن اصول جي ڀڃڪڙيءَ سبب سزا نہ ملي يا تهمتي ٿيڻ تي آءٌ سزا کان بچي وڃان. ٿورڙو وقت اسڪول جي دوستن ڏانهن خط پَٽ لکڻ ۾ گُذري ويندو هو.

بابا کي هندوستان سرڪار ۾ عهدو ملڻ تي اسان کي اٽڪل ارڙهن مهينن لاءِ دهلي اچڻو پيو. هُن کي سپلاءِ کاتي ۾ ميمبر طور مقرر ڪيو ويو هو. تنهنڪري مونکي پنهنجون موڪلون دهليءَ ۾ گُذارڻيون پيون ۽ منهنجو ڳانڍاپو بمبئي کان ٽُٽي ويو.

اسڪول جي پڙهائيءَ ختم ٿيڻ ڪانپوءِ جڏهن آءٌ بلڪل واندو ٿيس، ته اچي اُن اُلڪي ورايو، ته هِن وقت کي ڪيئن واپرايو وڃي. وقت گهارڻ هڪڙو ڏچو بڻجي ويو، ڇوته نندپڻ ۾ ٺهيل پنهنجي دوستن سان منهنجو ناتو ختم ٿي چُڪو هو ۽ مون نوان دوست به ڪونه ٺاهيا هئا. جيڪا ٿورڙي گهڻ دوستي هئي، سا منهنجي ڀن ماساتن- جهانگير ۽ سيلو، جيڪي ڀاڻ ۾ پاءُ پيڻ هئا، تائين ئي محدود هئي.

تڏهن آءٌ روزانو انهن جي گهر ويندو هوس. ڊيروڏون اسڪول ۾ رهڻ سبب منهنجي هيءَ عادت ٿي وئي هئي، ته آءٌ روزانو ورزش ڪريان. تنهنڪري آءٌ ولنگڊن اسپورٽس ڪلب ۾ ٽينس، بيڊمنٽن ۽ اسڪواش ڪيڏڻ لڳس. آءٌ سوئمنگ پول ۾ به وهنجندو هوس، ۽ ڪڏهن ڪڏهن سندس ڪناري ڪلب ۾ وينو رهندو هوس. باقي وقت گهر ۾ موسيقي ٻُڌڻ ۽ فلسفي ۽ تاريخ جا ڪتاب پڙهڻ ۾ خرچ ڪندو هوس.

نندپڻ ۾ جڏهن مون هوش سنڀاليو، تڏهن کان مونکي ياد آهي، ته منهنجا والدين هڪڙو خواب ڏسندا هئا: پنهنجو هڪڙو گهر ٺاهڻ جو خواب... ۽ نيٺ هُنن اهو گهر ٺاهي ورتو. نندپڻ ۾ مونکي اڏاوتي فن سان چاهه هوندو هو. آءٌ هيڏانهن هوڏانهن گهرن جي اڏاوت بابت نقشا ڏسندو هوس. انهن کي ڏسي مون به نقشا ٺاهڻ شروع ڪيا. پنهنجي گهر ٺاهڻ دؤران مون سندس ڊيزائن ۽ اڏاوت وغيره ۾ گهاٽو چاهه ورتو. مون پنهنجو ڪم هتان جي هڪ اڏاوتي ماهر کي به ڏيکاريو هو، جنهن جو نالو جهانگير بلمور هو. هُو نهايت صاف سُٿرو ۽ ذهين انسان هو. ڪجهه ڏينهن اڳ انگلينڊ کان موٽيو هو. هُن کان آءٌ ايڏو متاثر ٿيس، جو مون اڏاوتي ماهر ٿيڻ جو پڪو پهه ڪري ورتو.

منهنجي ماءُ جو ويچار هو، ته هوءَ اڏاوتي فن کي چڱيءَ ريت سمجهي ٿي ۽ سندس مزاج ۾ عمل کي دخل وڌيڪ آهي. هوءَ هاڻي به مونکي ان ڏس ۾ صلاحون ڏيندي رهي ٿي. گهر جي اڏاوت دؤران گهر جي ڊيزائن بابت لڳاتار دخل ڏئي ٿي ۽ اسان جي اڏاوتي ماهر کي هُن ايڏو پريشان ڪيو، جو هُو گهٻرائجي بيمار ٿي پيو. اسان گهر جي اڏاوت لاءِ هڪڙو صلاحڪار به رکيو. مون پوءِ ٻُڌو، ته هُن به آپگهات ڪري ڇڏيو. ڇئي نٿو سگهان، ته هيءَ ڳالهه ڪيتري حد تائين سچ آهي. اُنهن ڏينهن ۾ مون سِکيو، ته گراهڪن سان ڪيتري حد تائين سختيءَ سان پيش اچڻ گهُرجي.

بهرحال، مون اڏاوتي ماهر جو ڌنڌو اپنائڻ جو فيصلو ڪيو، تنهنڪري اهو قدرتي هو، تہ ان فيصلي ڪانپوءِ آءٌ جي. جي. اسڪول آف آرٽ ۾ داخل ٿيڻ جي خواهش ظاهر ڪريان، ڇوتہ رڳو اهو هڪڙو اسڪول هو، جنهن ۾ تڏهن اڏاوتي فن جي تعليم ڏني ويندي هئي. جنگ هلندڙ هئي، تنهنڪري اُها بند ٿيڻ تائين ڪنهن ٻئي ملڪ ۾ وڃڻ جي خيال تان هٿ کڻڻو پيو. پر ڪاليج سال جي وچ وارن مهينن ۾ نٿا کُلن، تنهنڪري مونکي ڇهہ- ست مهينا موڪلون ڪاٽيون پيون.

انهيءَ دؤران آءٌ ۽ زُلفي وري ويجهو آياسين. هُن وقت گهارڻ ۾ منهنجو گهڻو ساٿ ڏنو.

زُلفي سدائين چرچا ڀوڳ ڪندو رهندو هو. ڪنهن بہ نئين رٿابنديءَ لاءِ قُرّت رهندو هو. ڪنهن سان بہ ڀوڳ ۽ ٽوڪ ڪندي ڪيس ڪا هبڪ نہ ٿيندي هئي، ۽ جيئن تہ مون پهرين بہ لکيو آهي، تہ هُو تڏهن هاءِ اسڪول جي پڇاڙڪي سال ۾ هو. موڪلن ۾ هُو اسان سان گڏ سڄو ڏينهن گڏ گهاريندو هو. اسان صبح جو ساڍي ستين وڳي ٽينس کيڏندا هئاسين. پوءِ ڪجهہ گهڙيون بيڊمنٽن ۽ اسڪواش کيڏي، وري ترڻ جو پروگرام شروع ٿي ويندو هو: ٽيستائين ڏينهن جو هڪ ٿي ويندو هو. ٻنپهرن جي ماني کائڻ لاءِ اسان گهر ايندا هئاسين. ڪڏهن ڪڏهن زُلفي ٻنپهرن جي ماني اسان سان گڏ کائيندو هو. ٿورڙي آرام ڪانپوءِ اسان ڪنهن سينما گهر وڃڻ جي تياري ڪندا هئاسين. فلم ڏسي اسان سِڌو گهر اچي ويندا هئاسين، ڇوتہ منهنجي والد جو اصرار هو، تہ رات جي ماني ساڍي اٺين وڳي کائي ڇڏڻ گهرجي. رات جي مانيءَ کائڻ کانپوءِ زُلفي اسان جي گهر جي سامهون لنگهندو هو ۽ ڦاٽڪ تي سيٽي وڄائيندو هو. سِيٽي ٻُڌندي ئي آءٌ گهر کان ٻاهر اچي سائڪل گڏبو هوس ۽ اسان اڌ رات تائين گهُمندا ڦرندا رهندا هئاسين. پوءِ گهر اچي سُمهي رهندا هئاسين. اُنهن ڏينهن ۾ زُلفي جا گهروارا ڪارمائيڪل روڊ پر گهيا مينشن ۾ رهندا هئا. هُنن جو گهر رستي- پار اسان جي گهر سامهون هوندو هو. تڏهن اسان هر ڳُٽيءَ کان آجا هئاسين ۽ ڏينهن ڏاڍي مزي ۾ گُذريا پئي. تڏهن اسان دنيا جي مسئلن تي بحث ڪندا هئاسين، ٺاهيندا ۽ بگاڙيندا هئاسين. ڪيترن ئي قسمن جا ڌنڌا ڪرڻ بابت سوچيندا هئاسين ۽ وري پنهنجا مشورا رد ڪندا هئاسين. عام طور اسان تنهن وقت جي سياست تي بحث ڪندا هئاسين. تڏهن هندستان لُڏندڙ قدمن سان آزاديءَ ڏانهن وکون پئي کنيون، تنهنڪري سياسي بحث ۾ جوش ۽ ولولو گهڻو هوندو هو. جڏهن ڪاليج کُلي ويا، تہ اسان کي گهُمڻ ڦرڻ ۽ سياست تي بحث لاءِ گهٽ وقت ملڻ لڳو، پر اسان اُها ڪوت ڇنڇر ڏينهن ۽ ٻين موڪلن تي پوري

ڪري وٺندا هئاسين. هڪڙي ڀيري زُلفي ۽ آءٌ پنهنجي دوست رام لالواڻيءَ سميت ان نتيجي تي پهتاسين، ته اسان ڪپڙي جو دُڪان کوليون، پر ڀين رٿائن جيان هيءَ منصوبو به هوائن ۾ لٽڪندو رهيو.

ولنگڊن ڪلب ۾ اسان جي دوستن جو دائرو وڌندو پئي ويو. جيڪي ٻيا ماڻهو شامل ٿيا، تن ۾ رشيد حبيب به هو، هاڻي هُو پاڪستان ۾ آهي ۽ حبيب بينڪ گهراڻي جو هڪڙو ڀاتي آهي. جنگو ريڊي مني، منو شروڊڪر (جيڪو عورتاڻي بيمارين جي مشهور ڊاڪٽر شروڊڪر جو پُٽ هو)، مستان طيب جي، ڊرم سي جيلو، هورمس جي ۽ عارف ڪريم ڀائي سميت اسان جي ملاقات ۽ دوستي اينجلس فيلسٽ فنسٽر آرمسٽرانگ سان به ٿي، جنهن جا والدين اينگلو- فرينچ هئا. سيلو، جهانگير موگا سيٺ ۽ رام لالواڻي ته اسان سان اڳيئي گڏ هئا.

ڪابه راند يا ڪِل پوگ هوندي هئي، ته زُلفي سدائين منهنجو پاسو ڪٺندو هو، تنهنڪري جڏهن به آءٌ سندس ساٿ نه ڏيندو هوس، ته ڪيس ڏُک ٿيندو هو. اڪثر جڏهن آءٌ ۽ زُلفي اڪيلا رهجي ويندا هئاسين، تنهن وقت هُو ڏاڍي جوش ۽ ولولي سان مختلف موضوعن تي لڳاتار ڳالهائيندو هو، ڪيئي سوال ڪندو هو، معلومات وٺندو هو ۽ هر ننڍيءَ کان ننڍيءَ ڳالهه کي ذهن تي چِٽي ڇڏيندو هو. اسان جا موضوع- تاريخ، ادب، سياست، فلسفو، موسيقي ۽ اقتصاديات هوندا هئا. آءٌ انهن ڪتاب بابت ڪيس ٻُڌائيندو هوس، جيڪي آءٌ پڙهي چڪو هوس. آءٌ هُن کي اِهو به ٻُڌائيندو هوس، ته ڪيس ڪهڙا ڪتابَ پڙهڻ گهُرجن. اسان مختلف ملڪ ۽ منجهن رهندڙ ماڻهن بابت ڳالهيون ڪندا هئاسين ۽ پنهنجا ذاتي تجربا هڪ ٻئي کي ٻُڌائيندا هئاسين. ڪِل پوگ به جاري رهندي هئي.

زُلفي ڏاڍو ذهين هو. هُن جي يادداشت ڏاڍي سُني هئي، ۽ منجهس جاڻ ماڻڻ جي اَٿاهه اُڃ هئي، تنهن هوندي به هُو ڊسمبر 1945ع ۾ ٿيندڙ سينيئر ڪيمبرج جي امتحان ۾ ڪيئن فيل ٿيو، اها ڳالهه مونکي سمجهه ۾ نه آئي. جنگ جو هنگامي دؤر هو، تنهنڪري امتحان جو نتيجو 1946ع جي وچ ۾ ٻُڌايو ويو هو. شايد شروع ۾ زُلفي جي تعليم چڱيءَ طرح نه ٿي هئي، تنهنڪري هُو پڙهڻ جو نيڪ ۽ صحيح فن سمجهي نه سگهيو هو. هُن ۾ ڊسيپلن به اوترو نه اچي سگهيو هو، جيڪو پڙهڻ لاءِ گهُربل هجي ٿو. اُنهن ڏينهن ۾ زُلفي جي ننڍڙي ڀيڻ گُذاري وئي هئي، جنهن سان هُو ڏاڍو پيار ڪندو هو، تنهنڪري هن جي پڙهائيءَ کان بي ڌياني ۽ بيزاريءَ قدرتي ڳالهه هئي. فيل ٿيڻ ڪانپوءِ زُلفي مايوس ٿيڻ بجاءِ اڃا وڌيڪ پڙهڻ شروع ڪيو. اٽڪل ڇهن مهينن

تائين هُو ڪنهن سان بہ نہ مليو. هر وقت امتحان جي تياريءَ ۾ رُڌل رهيو ۽ نيٺ ڊسمبر 1946ع ۾ هُن امتحان پاس ڪري ورتو.

اُنهن ڏينهن ۾ زُلفي جو عشق ۽ رومانس شروع ٿيو. هُو افلاطوني هو، پر زُلفي لاءِ افلاطوني عشق زندگيءَ جو مقصد بڻجي ويو. هُو اُن ڇوڪريءَ کي دل جان سان پيار ڪرڻ لڳو هو، بلڪ اُن ڪان بہ وڌيڪ هُو اُن ويچار جي ڦندي ۾ جَڪڙجي ويو هو، تہ ڪيس اُن ڇوڪريءَ سان پيار ٿي ويو آهي. پر هُو ڏڪارو هو، ڇوتہ اُن ڇوڪريءَ جي گهروارن زُلفيءَ سان هن جي ملڻ تي پابندي مڙهي ڇڏي هئي ۽ هوءَ ساڻس پيار واريون ڳالهيون ڪري نٿي سگهي. زُلفي اُن ڇوڪريءَ سان لِڪي ملڻ جون رٿائون رٿيندو رهندو هو. ڏک جي ڳالهہ هيءَ هئي، تہ زُلفي اُن ڇوڪريءَ سان دل جان سان پيار ڪندو هو، پر اُن ڇوڪريءَ جا گهروارا زُلفيءَ خلاف هئا. زُلفي تڙپندو رهيو. دنياداريءَ جو ڪافي تجربو ٿيندي بہ زُلفي اُن ڇوڪريءَ کي وساري نہ سگهيو.

آءٌ ڏيرادون اسڪول ۾ پنجن ورهين تائين ڪرڪيٽ کيڏيو هوس، جو اُتي ڪرڪيٽ لازمي هئي، پوءِ بہ ڪرڪيٽ مونکي نہ وڻندي هئي، پر بمبئي اچڻ تي زُلفي سبب اُن راند ۾ مونکي چاهہ ٿيڻ لڳو. ڪرڪيٽ سان زُلفي کي بيحد لڳاءُ هو، جنهنڪري تنهن دؤر ۾ ڪرڪيٽ جي مشهور راندیگرن سان زُلفي مليو ۽ ساڻن واسطو ٿيو. منجهانئن ڪيترن ئي راندیگرن جي زُلفي مون سان بہ ملاقات ڪرائي، ۽ ايئن ڪرڪيٽ ۾ منهنجو چاهہ ويتر وڌيو. اسان راند ڏسڻ ويندا هئاسين. جنگ دؤران پنجن ورهين تائين هندستان ۽ انگلينڊ وچ ۾ ڪابہ ٽيسٽ ميچ نہ ٿي سگهي. پوءِ جڏهن ٽيسٽ ميچ شروع ٿيا، تہ بين ماڻهن جيان اسان بہ ميچ ڏسڻ لڳاسين.

هندستاني ڪرڪيٽ جو هيءَ سونهري دؤر هو. اُنهن ڏينهن ۾ عظيم راندیگرن ۾ وجي مرچنٽ، هزاري، مشتاق علي، امرناٿ، مانڪڊ، حفيظ محمد، روسي مودي، گل محمد، ڪرشن چند وغيره هئا. نواب پٽوديءَ جي ڳٽپ بہ ڪرڪيٽ جي سُٺن راندیگرن ۾ ڪئي ويندي هئي. هُن کي انگلينڊ ۾ ٽيسٽ ميچ لاءِ ويل هندستاني ٽيم جو ڪپتان بہ بڻايو ويو هو. مشتاق علي راند جي پنهنجي خاص ڍنگ، تکائيءَ ۽ رنز ناهڻ جي پنهنجي صلاحيت ۽ پنهنجي ڌاڪ ويهاريندڙ راندیگر طور گهڻو مشهور هو. اتفاق سان مشتاق عليءَ جي زُلفي سان گهاٽي دوستي هئي.

ٽيسٽ ميچ جي سلسلي ۾ پهرين جيڪي پريڪٽس ميچ ٿيا، تن جي ڏس ۾ مونکي هڪڙو واقعو چڱيءَ ريت ياد آهي. زُلفي، مشتاق علي ۽ آءٌ ٽئي ڪرڪيٽ ڪلب انڊيا ۾ کيڏياسين پئي. تڏهن حفيظ محمد يا روسي موديءَ (ٻنهي ڄڻن مان

ڪير هو، اهو مونکي ياد نہ آهي) ڇَڪو هنيو. اسان خوشيءَ وچان زورائتيون تاڙيون وڄائڻ لڳاسين. تڏهن مشتاق علي چيو، ”تورڙو ترسو. توررڙي دير ڪانپوءِ آءٌ ايڏي زور سان شاٽ هڻندس، جو بال بلڪل توهان جي سامهون اچي ڪِرندو.“ اسان جنهن جاءِ تي ويٺا هئاسين، سا جاءِ اُن جاءِ کان گهڻي اوچي هئي، جتي بال اچي ڪِريو هو. توررڙي دير ڪانپوءِ مشتاق علي بيٽ کڻي راند جي ميدان ۾ لٿو ۽ هُن ڪجهہ شاندار شاٽ هڻي توررڙي وقت ۾ئي 96 رنسون ٺاهي ورتيون. پوءِ هُن توررڙو اڳتي وڌي ايڏو زورائتو ڌڪ هنيو، جو بال بلڪل اُن جاءِ تي اچي ڪِريو، جتي اسان ويٺا هئاسين. اهو ڏسي سڄي اسٽيڊيم ۾ خوشيءَ جي لهر ڇانئجي وئي، ڇوتہ هُن هڪڙو ڇَڪو هڻي پنهنجي سينچري پوري ڪري ورتي هئي. اسان خوشيءَ وچان ڇرين جيان زور زور سان رڙيون پئي ڪيون، ۽ مشتاق جي واکاڻ ۾ زمين آسمان هڪ ڪرڻ لڳاسين. هُن وري ٻئي بال تي اڳ جيان ڌڪ هڻڻ جي ڪوشش ڪئي، پر گُسي ويو. ۽ آئوٽ ٿي ويو. تہ اهڙي راند هوندي هئي مشتاق عليءَ جي.

1943-44ع ۾ مشتاق علي پينٽاگلر ڪرڪيٽ ٽورنامينٽ لاءِ بمبئي آيو هو، تڏهن هُو ڪرڪيٽ جي دنيا جو هيرو هو. هر شاگرد سندس پوڄا ڪندو هو ۽ سندس مشهوري ۽ هاڪ ڪرڪيٽ رانديگرن لاءِ ساڙ جو سبب هئي.

هڪڙي ڏينهن ڪيئي شاگرد مشتاق سان ملڻ لاءِ ڪرڪيٽ ڪلب ۾ سندس ڪمري ۾ ويا، جنهن ۾ زُلفي ۽ سندس هڪڙو دوست عمر قريشي بہ هو. اُتان زُلفيءَ جو مشتاق سان لاڳاپو وڌيو. عمر قريشي پوءِ پاڪستان هليو ويو ۽ پاڪستان جو سيني ڪان سُنو ڪرڪيٽ ڪمينٽيٽر مڃيو ويندو هو.

ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ زُلفي وري مشتاق سان ملڻ ويو ۽ هُن مشتاق کي پنهنجي گهر چاءِ جي دعوت ڏني. مشتاق ڏاڍيءَ خوشيءَ سان دعوت قبولي ورتي. زُلفي جي گهر ۾ مشتاق جي اچڻ جو هيءَ پهريون موقعو هو. زُلفي، مشتاق کي پنهنجي والد، ماءُ ۽ ڀيڻن سان ملايو ۽ ايئن مشتاق ۽ زُلفي جي گهراڻن وچ ۾ ويجهن لاڳاپن جي ابتدا ٿي.

مشتاق اندور جو رهندڙ هو. پُٽو گهراڻي سان دوستي ٿيڻ تي ڪيس بمبئي ۾ پنهنجو هڪڙو ٻيو گهر ملي ويو. زُلفي جي ماءُ ۽ ڀينرن جو مذهب تي اَٿاهہ ويساهہ هو، جنهن کان مشتاق ڏاڍو متاثر هو.

تنهن وقت زُلفي جي ڄمار سورهن ورهيہ هئي ۽ مشتاق جي ڄمار ڪانئس ڏهہ ورهيہ وڏيڪ هئي. زُلفي، مشتاق جي ڪرڪيٽ جو چاهيندڙ هو. دوستن وچ ۾ جڏهن بہ موقعو ملندو هو، تہ زُلفي کُليءَ دل سان مشتاق جي واکاڻ ڪندو هو. مشتاق کي ياد

آهي، ته زُلفي تنهن وقت به ڏاڍو ناهوڪو هوندو هو. هُو ڏاڍي سُٺي انگريزي ڳالهائيندو هو. ڪرڪيٽ، شاندار لباس، شاندار فلمن ۽ سُٺن ڪاڏن جو شوقين هو، پر مزاج ڏاڍو نازڪ- جل ڦٽاڪي جيان، هڪدم ناراض ٿي پوندو هو، ڪاوڙ ۾ رڙيون ڪرڻ لڳندو هو، ۽ تُرت روئڻ سُڏڪڻ لڳندو هو. هيءَ ڳالهه مشتاق کي ٺيڪ ياد آهي، پر جيئن ته زُلفي جي عادت هئي، تنهنڪري پنهنجي ان قسم جي ڪجهه گهڙين جي ناراضگيءَ کي هُن پنهنجي دوستيءَ ۾ ڪڏهن رُڪاوٽ بنجڻ نه ڏنو.

هوريان هوريان ڪجهه سالن ۾ مشتاق ۽ پُٽي جو گهراٽو هڪٻئي جي گهڻو ويجهو اچي ويو. مشتاق کي جڏهن به بمبئي اچڻ جو موقعو ملندو هو، ته پُٽي جي گهر ۾ ئي ترسندو هو. ڪجهه عرصي کان پوءِ زُلفي جي دوستن ۾ هڪڙي ٻئي ٽيسٽ ڪرڪيٽر گل محمد جو واڌارو ٿيو. ايئن ڪرڪيٽ جي حلقن ۾ هي ٽيئي ڄڻا ويجها ۽ گهاٽا دوست بڻجي ويا. ڪرڪيٽ سان لڳاوَ سبب زُلفي کُليل دل سان سيني ڪرڪيٽ رانديگن جي ڪاڏي پيتي تي خرچ ڪندو هو؛ ڪين رات جي ماني ڪارائيندو هو، ۽ پڪنڪ تي وٺي ويندو هو.

مشتاق جو ويچار هو، ته زُلفيءَ ۾ ڪرڪيٽ کيڏڻ جي صلاحيت آهي، جيڪڏهن هُو پريڪٽس ڪندو رهي ها، ته ڏاڍو سُٺو رانديگر ٿي سگهي ها. خوشقسمتيءَ سان اُنهن ڏينهن ۾ زُلفي سياسي ڳالهيون نه ڪندو هو.

1946ع ۾ مشتاق کي بمبئي اچڻو پيو. پوءِ ڪرڪيٽ جي رانديگرن سان هُو رانجي ميچ کيڏڻ ويو، جيڪا هولڪر ۽ بنگال وچ ۾ ٿي. تڏهن زُلفيءَ کي مشتاق، سروي ۽ نمبالڪر سان گڏ مسافريءَ جو موقعو مليو. هي چارئي ڄڻا ڪلڪتي ۾ ڪليان سين جي گهر ترسيا. هنن وٽ ٿورڙو وقت هو، تنهنڪري اُهي ڪجهه ڏينهن لاءِ هزاري باغ به ويا، جتي هُنن هڪڙي ميچ کيڏي، جنهن ۾ زُلفيءَ کي به کيڏايو ويو.

ٻئي سال مشتاق کي وري بمبئي اچڻو پيو. مشتاق سدائين جيان زُلفي جي گهر ۾ ترسيو، پر شوٽ بڻرجيءَ جو هڪڙو بال مشتاق کي لڳو، هڪدم پلاسٽر ڪيو ويو ۽ مشتاق کي ڪرڪيٽ ڪلب ۾ ئي روڪيو ويو، پر رات مهل مشتاق جو سُور ايڏو وڌي ويو، جو اڌ رات جو هُن زُلفيءَ کي ٽيليفون ڪيو ۽ کيس ڪلب گهُرايائين. جڏهن زُلفي ڪرڪيٽ ڪلب پهتو، ته مشتاق هُن کي چيو، ته هُو کيس پنهنجي گهر وٺي هلي. زُلفي کيس گهر وٺي ويو. گهر پهچي ٻنهي ڄڻن قئنچيءَ سان پلاسٽر ڪتريو، تڏهن وڃي مشتاق آرام سان رات جو سُمهي سگهيو.

زُلفي ۽ سندس گهروارن مشتاق کي ڪيئي ڀيرا سوکڙيون ڏنيون. هڪڙي ڀيري پنهي ڄڻن هڪ ٻئي کي گهڙيون بہ ڏنيون. هڪ ڀيري جڏهن هندوستاني ٽيم انگلينڊ پئي وئي، تہ زُلفيءَ جي گهروارن مشتاق ۽ ٻين رانديگرن کي نوان وڳا سوکڙيءَ ۾ ڏنا. مشتاق کي هيءَ ڳالهہ اڄ بہ چڱيءَ ريت ياد آهي.

ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ زُلفي جو والد ديوان خاص ٻڌجي جهونا ڳڙهہ هليو ويو، تہ گڏوگڏ زُلفي ۽ مشتاق جو رابطو ختم ٿي ويو. ها، ڪڏهن ڪڏهن ٻئي ڄڻا هڪ ٻئي کي خط پڻ ضرور لکندا رهندا هئا.

1954-55ع ۾ مشتاق ۽ زُلفي وچ ۾ وري ملاقات ٿي. مشتاق ڪراچيءَ جي ٻوڏ متاثر ماڻهن جي امداد لاءِ ڪيڏجنڊڙ ڪرڪيٽ ميچ کيڏڻ لاءِ ڪراچي ويو هو. انهيءَ مقصد سان آسٽريليا جو ڪيٽ ملر بہ پاڪستان پهتو هو. زُلفي ۽ سندس گهر وارن سدائين جيان مشتاق سان سچائيءَ وارو ورتاءُ نڀايو، پر مشتاق ڏٺو، تہ زُلفيءَ جي خيالن ۾ ٿورڙو ڦيرو اچي ويو هو. زُلفي جو ذهني موضوع ڪرڪيٽ نہ، پر سياست ٻڌجي چُڪو هو.

منهنجي آمريڪا وڃڻ کانپوءِ مشتاق سان منهنجو ناتو بہ ٽُٽي ويو. اُنهن ڏينهن کانپوءِ ڪڏهن ڪڏهن هِتي هُتي ملڻ کانسواءِ اسان ڊگهي عرصي تائين نہ ملي سگهياسين، پر جڏهن بہ ڪرڪيٽ جي ڳالهہ ٿيندي هئي، تہ مشتاق جي ياد هنيانءَ تي هُري ايندي هئي.

پر رڳو ڪرڪيٽ ئي اسان جي چاهہ جو اڪيلو موضوع نہ هو.

1945ع ۾ جهانگير موگا سيٺ ۽ زُلفي موڪلون گهارڻ لاءِ ميسوري ويا. ڪجهہ ڏينهن لاءِ مون بہ ساڻن گڏ رهڻ جو فيصلو ڪيو. ميسوري وڃڻ مونکي ڏاڍو سُٺو لڳو، ڇوتہ اُتي وڃڻ سبب پنهنجي پُراڻي ڏيرادون اسڪول ۾ رهڻ جو موقعو بہ مليو پئي. مون ٿورڙو عرصو اڳ ئي اسڪول ڇڏيو هو، ۽ منهنجا ڪيئي دوست اڃا بہ اسڪول ۾ئي قيد هئا. اسان ٽيئي ڄڻا چارل ذيل هوٽل ۾ ترسيل هئاسين. مونکي ذرو بہ شڪ نہ آهي، تہ اسان ٽنهي ڄڻن سبب هوٽل کي گهڻو نقصان پهتو هوندو. اسان ڏڍ ڪري ڪاڏو تہ ڪائيندا ئي هئاسين، پر گڏوگڏ پُڊنگ جي ڊش جڏهن بہ زُلفي جي سامهون ايندي هئي، تہ هُو سڄي پُڊنگ پنهنجي پليٽ ۾ لاهي ڇڏيندو هو. جهانگير بہ ٻيءَ ڊش سان ايئن ڪندو هو.

انهيءَ سفر ۾ زُلفيءَ ۽ جهانگير بال ڊانس بہ سکڻ شروع ڪئي. آءٌ تنهن وقت بال ڊانس جو ماهر سمجهيو ويندو هوس. آءٌ نہ رڳو پنهنجي دوستن کي ڪنهن اُجوري بنا

مشورا ڏيڻ لڳو هوس، بلڪ پنھي دوستن سان، جيڪا ڏنڏوڙي ناچُو چوڪري نچڻ ايندي هئي، تنھن کي بہ مشورو ڏيندو هوس. مون پھريون پيرو پنھنجي مرضيءَ سان ان قسم جي موڪل ورتي ۽ ان طرح سان گُذاري هئي. اهڙيءَ طرح اوٽيھن ورهين تائين پيءُ جي نگرانيءَ هيٺ رهڻ کان پوءِ آزاديءَ سان موڪلون گھارڻ جي هن موقعي مان مون پورو پورو فائدو ورتو ۽ مزو ماڻيو.

# اسان جي دوستي ۾ منجهس ڏار

تن سالن ۾ ڪرپس مشن ڪانپوءِ ڪيبنٽ مشن آيو. مسٽر ڪرپس نيڪ نيت ماڻهو هو، پر هُن جيڪي تجويزون ڏنيون، سي هندستانين جي اُميدن تي پوريون نٿي لٿيون. جيڪڏهن هُو ان ڪان اڳ هندستان اچي ها، ته شايد ڪانگريس سندس تجويزن کي اهو سمجهي منظور ڪري وٺي ها، ته سندس وسيلي هندستاني حڪومت ۾ اجا وڌيڪ حصو ملي ويندو، پر هاڻي گهڻي دير ٿي چُڪي هئي. ٻيو ته اُنهن تجويزن ۾ اِن ڳالهه جي ڪابه ضمانت ئي نه هئي، ته جنگ جي پُڄاڻيءَ ڪانپوءِ هندستان پاڻمرادو آزاد ٿي ويندو. مولانا ابوالڪلام آزاد پنهنجي ڪتاب "انڊيا وِنس فريڊم" ۾ ڪرپس مشن کي ڪانگريس جي ٻُڌايل مقصدن بابت مختصر ايئن لکيو آهي:

(1) مون چِتائيءَ سان ڏٺو پئي، ته برطانوي ڪيبنٽ جنگ دؤران هندستان کي حڪومت سونپڻ لاءِ راضي نه آهي. برطانوي سرڪار پانئي ٿي، ته ايئن ڪرڻ سان جوکو ڪٿڻو پوندو ۽ اهڙو جوکم کڻڻ اُهي مناسب نه پيا سمجهن.

(2) جنگ جي حالتن ۾ خاص طور آمريڪي دٻاءُ سان برطانوي رَويي ۾ ٿورڙو فرق آيو هو. چرچل سرڪار به اهو سمجهڻ لڳي هئي، ته هندستان کي پنهنجي مرضيءَ سان جنگ ۾ سهڪاري موقعو ڏيڻ گهُرجي، جنهنڪري هُو اهڙي ايگزيڪيوٽوَ ڪائونسل ناهڻ لاءِ راضي ٿي ويو هو، جنهن ۾ رڳو هندستاني ئي هُجن. هُو ڪائونسل کي اجا وڌيڪ حقَ ڏيڻ لاءِ به تيار هو. قانون پٽاندر هن ڪائونسل کي ڪيبنٽ نه پيو مڃي سگهجي، تنهنڪري هُن جي حيثيت رُڳو ڪائونسل جي ئي رهي ها.

(3) ٿي سگهي پيو، ته عملي روپ ۾ وائسراءِ جو روَيو اجا وڌيڪ نرم ٿي وڃي ها، ۽ هُو ڪائونسل جي فيصلن کي مڃي وٺي ها، پر آخري ذميداري ڪائونسل جي نه هوندي، وائسراءِ جي ئي هجي ها.

(4) ورڪنگ ڪميٽيءَ هي سوال اُٿاريو هو، ته آخري فيصلو ڪنهن جي هٿ ۾ رهندو. جيڪا ڳالهه ٿي، تنهن جو تت هيءَ نڪتو، ته ڪنهن به مامري تي آخري فيصلو وائسراءِ جو ئي هوندو. ايئن ورڪنگ ڪميٽيءَ جي سوال جو جواب ملي ويو هو.

(5) جيستائين مستقبل جو سوال آهي، ته هيءَ ممڪن آهي، ته برطانوي سرڪار،

سر اسٽيفرڊ ڪرپس جي لفظن ۾، هندستان جي مامري تي نئين سوچ ۽ ڍنگ سان ويچاريندي، پر پڪ سان هيءَ نٿو چئي سگهجي، ته جنگ ختم ٿيڻ کانپوءِ هندستان کي آزادي ڏني ويندي.

(6) هن ڳالهه جو پڪو انومان هو، ته جنگ کانپوءِ چرچل سرڪار جي جاءِ تي ڪا ٻيءَ نئين سرڪار ايندي. ممڪن آهي، ته اُها سرڪار، هندستان جي سوال تي وڌيڪ همدرديءَ ۽ سمجهداريءَ سان ويچاري. پر ظاهر آهي، ته ايئن ڪنهن به امڪان کي ٺهراءَ جو پاڳو نه پيو بڻائي سگهجي.

(7) تنهنڪري نتيجو هيءَ نڪتو، ته جيڪڏهن ڪانگريس، ڪرپس مشن جي ٺهرائن کي مڃي ٿي، ته جنگ ختم ٿيڻ کانپوءِ به هندستان جي آزاديءَ بابت کُليل لفظن ۾ ڪو واعدو نه ڪري سگهبو.

هندستان کي آزادي ملڻ جي جيڪا اُميد هئي، ۽ جيڪي دلاسا ڏنا پئي ويا، تن وچ ۾ وڏي وڇوٽي هئي. اهڙي حالت ۾ ڪو عجب نه آهي، ته ڪرپس مشن ناڪام رهيو. هيءَ ڳالهه خاص ڪري ويچار جوڳي آهي، ته برطانيا لاءِ جنگ ۾ فتح هاڻي خواب هو ۽ چرچل اڃا به برطانوي سرڪار جي سيني ڪان وڏي عهدي يعني وزيراعظم جي ڪُرسيءَ تي ويٺل هو. جيڪڏهن سر ڪرپس جي وس ۾ ڳالهه هُجي ها، ته هُو اوڏيءَ مهل ڪانگريس آڏو اهڙا ٺهراءَ رکي ها، جيڪي ڪانگريس کي منظور هجن ها ۽ هُو ڪانگريس جي منظوري وٺي هڪدم موٽي وڃي ها. ڪرپس مشن جي ناڪاميءَ سان توازن ايڏو بگڙي ويو، ۽ اُن جا نتيجا ايڏا خراب نڪتا، جن بابت برطانيا ڪڏهن خواب ۾ به نه سوچيو هوندو. ڪجهه عرصي تائين اُٿڻ سان پرپور مانار چانيل رهي ۽ وري پوءِ تاريخي احتجاج ”ڀارت ڇڏيو“ شروع ٿي ويو. برطانوي سرڪار ۽ ڪانگريس هڪٻئي جي آمهون سامهون اچي ويا. جيستائين جنگ جو پاسو برطانيا جي حق ۾ نه پَلٽيو، ۽ لارڊ ويول هندستان جو وائسراءِ نه ٿيو، تيستائين شملا ڪانفرنس جي روپ ۾ هندستان سان ناهه جي ڪا نئين ڪوشش برطانيا نه ڪئي. شملا ڪانفرنس جي ڳالهه رکڻ جوڳي آهي، ته اُن ڪان پوءِ اوچتو اهو محسوس ڪيو ويو، ته هندستان جي آزادي رُڳو ان ڳالهه تي آڌاريل آهي، ته برطانيا سِڌي حڪومت هندستان کي سونپي؛ بلڪ اُن ڪان اڳ اهو نبيرڻ ضروري آهي، ته هندستان ۾ حڪومت ڪنهن کي سونپي وڃي. ڪانگريس جي اڳواڻن اهو سمجهيو پئي، ته پرڏيهي برطانوين سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ جيترو سولو آهي، وري ايترو ئي ڏکيو پنهنجي مسلمان ڀائرن سان ڳالهائڻ آهي.

'پارت چڏيو' هلچل جي ڏينهن کان وٺي شملا ڪانفرنس تائين محترم جناح نهايت خاموشيءَ سان پر وڏيءَ محنت سان پاڪستان ٺاهڻ وارن دليلن جي ثابتيءَ لاءِ ٺوس دليل گڏ پئي ڪيا. هن هندستان منجهه ئي مسلمانن جو هڪڙو ڌار ملڪ چاهيو پئي.

پاڪستان، محمد علي جناح جي سمجهه، سوچ ۽ حالتن مان فائدو وٺڻ جي صلاحيت جو نتيجو ئي نه هو، بلڪ منجهس گهڻو ڀاڱو ڪانگريس جي هلڪڙائپ ۽ ڇٽپائي يا ڀوڪپائيءَ جو به آهي، جيڪو هن مختلف مذهبي فرقن کي ضمانت ڏيڻ بابت ورتايو هو. اهڙين حالتن ۾ برطانوي سرڪار، ڪيبنٽ مشن کي وڏي حق ڏيئي هندستان موڪلڻ جو اعلان ڪيو. انهيءَ دؤران چرچل چوندن ۾ مات کائي چڪو هو، ۽ سندس جاءِ محترم ڪليمنٽ ايٽلي والاري ورتي هئي. هندستان لاءِ سندس خيالن ۾ جيڪا نرمي ۽ همدردي هئي، تنهن کي سيڪو چاڻندو هو.

ڪيبنٽ مشن جي رٿا اٽڪل ڪامياب ٿي چڪي هئي، جو اُن کي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ٻنهي جماعتن منظور ڪري ورتو هو. انهيءَ منظوريءَ تي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي پُنپرائيءَ واري مُهر اجا لڳڻي هئي. ورهين کان آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي اُنهن مسودن کي ايئن ئي مڃيندي پئي آئي، جن کي ورڪنگ ڪميٽي جوڙيندي هئي، پر ڪيبنٽ مشن رٿا جي منظوريءَ واري نهراءُ کي آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽيءَ جي اجلاس ۾ ڏاڍي ڏکيائين سان مُنهن ڏيڻو پيو. ڪانگريس جي سماجوادين ۽ ساڃيءَ ڌر جي اڳواڻن تکيون ۽ جوشيليون تقريرون ڪري هر پيري ان نهراءُ کي ٽُڏڻ تي زور ڏنو. پر ڪانگريس ورڪنگ ڪميٽيءَ سوپ جو پَتڪو ٻَڌو ۽ آل انڊيا ڪانگريس ڪميٽي اڪثريت راءِ سان ڪيبنٽ مشن پلان جي منظوري ڏئي ڇڏي.

محترم جناح ۽ مسلم ليگ به اهو پلان مڃي ورتو هو، چوته پاڪستان کي عملي روپ ته نه ڏنو ويو هو، پر سندس بنيادي ڳالهين کي مڃيو ويو هو. هي سمجهوتو هر پاسي کان بهتر هو، جنهن سان هندستان ٽُڪرا ٽُڪرا ٿيڻ کان بچي وڃي ها؛ رتوڇاڻ بنا هندستان آزاد ٿي وڃي ها، هڪٻئي خلاف گهٽ وڌ نه ڳالهايو وڃي ها ۽ ساڳئي ڏيهه ۾ هڪ ٻئي جا دشمن به پاڙيسري ملڪ نه هُجن ها.

پر قسمت کي ته ڪجهه ٻيو منظور هو. ڪجهه اهڙيون اچرج ۾ وجهندڙ گهڙيون آيون، جن هندستان جي تاريخ جو رُخ ئي موڙي ڇڏيو. 10 جولاءِ 1946ع تي پنڊت جواهر لال نهروءَ هڪڙي پريس ڪانفرنس گهُرائي ۽ هڪڙي سوال جي جواب ۾ هُن ڪيبنٽ مشن پلان کي نامنظور ڪري ڇڏيو. هُن چيو، ته ڪانگريس، آئين ٺاهيندڙ ڪميٽيءَ ۾ ڪنهن به ٺاهه سان ٻَڌل نه هوندي. اُها هر ٺاهه کان آجي هوندي ۽ هر حالت جو مقابلو وقت جي گهُرج پٽاندر آزاديءَ سان ڪندي.

ناهہ ۾ شامل سڀيئي جماعتون، نهروءَ جي ان جواب سان هڪدم واڳڙيون ٿي ويون. انهيءَ جو مطلب هو، تہ ڪانگريس، ڪيبنٽ مشن پلان کي ٽُڏي ڇڏيو هو. مسٽر جناح بہ چِڙي پيو هو. هُن چيو، تہ ڪانگريس صدر جي ان تجويز سان اقليت، آئين ناهيندڙ ڪميٽيءَ ۾ اڪثريت رکندڙ ڌُر جي ٻانهي بڻجي ويندي. اصل ۾ ڪانگريس، ڪيبنٽ مشن پلان کان مُنهن موڙي ورتو آهي، تنهنڪري هُن 27 جولاءِ تي بمبئي ۾ مسلم ليگ ڪائونسل جي گڏجاڻي گھُرائي ورتي، ۽ پاڪستان ٺاهڻ واري پنهنجي مطالبي کي ورجايو. هُن فيصلو ڪيو، تہ پاڪستان ٺاهڻ لاءِ سِڌي ڪارروائي ڪئي ويندي.

هاڻي فيصلو ٿي چُڪو هو، مُڙي ڏسڻ جو تہ ڪو سوال ئي نہ هو. هاڻ اِجهو هندستان جا ٽُڪرا ٽُڪرا ٿيڻا هئا. هندستان کي هندستان ۽ پاڪستان ٻن ٽُڪرن ۾ ورهائجڻو هو، جن کي هڪ ٻئي جي دشمن رُوپ ۾ لڳاتار جهيڙيندي رهڻو هو.

تنهن وقت تائين زُلفي، محترم جناح جو ۽ آءٌ مهاتما گانڌيءَ جو مُريد بڻجي ويا هئاسين. مون ذهني طور هندستان جي ورهاڱي کي ڪڏهن بہ نہ مڃيو ۽ نہ ئي هي سمجهي سگهيس، تہ ان ورهاڱي ۾ عقل جو ڪيترو ڀاڱو هو. ٻئي پاسي زُلفي هندستان جي ورهاڱي جو پيروڪار هو ۽ هيءَ ڀانئيندو هو، تہ پاڪستان ٺهڻ ڪانسواءِ مسلمانن جي حقن ۽ ڀلائيءَ جو بچاءُ ممڪن نہ آهي.

اُنهن ڏينهن ۾، ۽ جيڪر سچ پُڇو، تہ اڄ بہ ماڻهن جي مختلف فرقن يا جماعتن ۾ ورهائڻ واريءَ ڳالهہ کي آءٌ نٿو سمجهي سگهان. صوبائي يا مذهبي بنيادن تي ورهاڱي واريءَ ڳالهہ تہ اڃا بہ سمجهہ ۾ نٿي اچي. منهنجو جيڪو بہ اڀياس هو ۽ گهر جو جيڪو نرميءَ وارو ماحول هو، تنهن سبب منهنجا اهڙا خيالَ هئا. مون هڪڙي پبلڪ اسڪول ۾ پنج ورهيہ گهاريا هئا، اُتي اُوچ نِيچ جو فرق بلڪل ختم ٿي ويجي ٿو. انهيءَ ڏس ۾ مون اسڪول ۾ ڪنهن بہ قسم جو اختلاف نہ ڏٺو. ڊيرادون اسڪول سيڪيولر سماج جو مثال هو. زُلفي جي گهراڻي جو پس منظر ۽ سندس گهر ايندڙن جو اثر زُلفي جي خيالن تي بہ پيو. هو بمبئي ۾ رهندو هو، جتي اڪثر فرقيوارانا فساد ٿيندا رهندا هئا. ڇڪتاڻ ٿيندي رهندي هئي، پوءِ جيڪي افواهہ ڦهلجندا هئا، تن سڀني زُلفيءَ جي ذهن ۽ خيالن ۾ پروسو ۽ ويساهہ آڻڻ لاءِ واهر ڪئي هوندي. انهن سڀني جو هُن جي ذهن تي هڪڙو پُختو ۽ غيرفاني اثر پيو هوندو؛ هي بہ ممڪن آهي، تہ واقعن جو رُڳو هڪڙو پاسو سندس آڏو رکيو ويو هجي. اسان جا بحث ۽ دليلَ ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيندا هئا، ۽ اُهي سدائين ساڳئي قسم جا هوندا هئا. اسان جنهن نظريي جو پاسو وٺندا هئاسين، سو بنيادي گهٽ هوندو هو، ۽ نہ ئي منجهس گهري سمجهہ سمايل هوندي

هئي. اسان جيڪي دليل ڏيندا هئاسين، تنهن تي جڏهن اڄ ويچاريان ٿو، ته پانيان ٿو، ته انهن ۾ ڪيڏي نه ٻاراڻپ هوندي هئي. پر هڪڙيءَ بنياد ڳالهه تي اسان ٻنهي ڄڻن وچ ۾ ڪو اختلاف نه هو: اُها ڳالهه هيءَ هئي، ته هندستان ۾ برطانوي حڪومت جي پُڄاڻي ٿيڻ گهُرجي، ۽ هن ملڪ ۾ مقامي ماڻهن جي ئي سرڪار هئڻ گهُرجي.

اسان جا اڳواڻ قوم ۽ ملڪ جي ڀلائيءَ سان لاڳاپيل مامرن تي جيڪي اعلان ڪندا هئا، تن بيانن کي اسان اَيئن ئي مڃي وٺندا هئاسون. هيءَ ڳالهه ياد ڪري اڄ مونکي کِل اچي ٿي. عام طور سياستدانن جي بيانن تي بدنيتيءَ جي تهمت مڙهي وڃي ٿي، پر اسان جي عادت ٿي ويئي هئي، ته اسان اهڙو ڪو شڪ اڳواڻن تي نه ڪندا هئاسين. شايد هي گُڻ اسان جي ڄمار جو هو. اسان جڏهن نَنڍپڻ جو ڏاڪو اُڪري نوجوانيءَ ۾ پيرڙا پئي رکيا، تنهن ڄمار ۾ اڳواڻن جي بيانن کي ڪنهن شڪ بنا مڃيو ويندو هو، ۽ انهن بيانن جي مقصد بابت شڪ هئڻ سبب ڪو بحث نه ڪيو ويندو هو.

آءٌ محترم جناح کي ڪيترن ئي ورهين ڪان سُڃاڻندو هوس. مونکي ياد آهي، ته هُو سينٽرل ليجسليٽوَ اسيمبليءَ ۾ منهنجي والد جو ساٿي هو. هُو منهنجي والد جي ڪيترن ئي ساٿين منجهان هڪڙو ساٿي هو، جنهن سان گڏ پنهنجي گهر ۾ مون ڪيئي ڀيرا ڪيڏيو هو. پر والد جي ٻين ساٿين جي ڀيٽ ۾ مون محترم جناح کي سدائين نرالو ڀانئيو. هُن ۾ مون ڪڏهن به جوش نه ڏٺو، اهو ئي سبب آهي، جو ننڍپڻ ۾ به آءٌ سندس ويجهو نه پُهچي سگهيس، جنهنڪري هُن جي مطالبن لاءِ منهنجي دل ۾ ڪا همدردي نه هئي. هُن جي ڌيءُ دِينا جناح کي سندس ڀيٽ ۾ آءٌ چڱيءَ ريت سُڃاڻندو هوس. ننڍپڻ ۾ مون تي گهٽيون پابنديون نه هيون. آءٌ ساٿين جي ڳولا ۾ يا شرارت لاءِ دِينا سان گڏ سندس ڪمري ۾ هليو ويندو هوس ۽ پوءِ اُتي ڪيئي ڪلاڪ گهاري ڇڏيندو هوس.

هڪڙي ٻي عجيب ڳالهه هيءَ آهي، ته آءٌ زُلفي جي والد کي قطعي سمجهي نه سگهيس. ورلي ڪجهه گهڙين لاءِ اسان جي ملاقات به ٿي. اِهي ملاقاتون زُلفيءَ جي گهر ۾ ئي ٿيون، پر مونکي ياد نٿو پوي، ته مون ڪڏهن ساڻس گڏ ڪجهه گهڙيون ويهي ڳالهه ٻولهه ڪئي هجي.

اصل ۾ اوٺيهن ورهين جي ڄمار ۾ پهچي، زُلفيءَ جي ساٿ ۾ مونکي مذهبي وهمن ۽ عليحدگيءَ جو احساس ٿيو، تنهنڪري جڏهن زُلفي ۽ ٻيا دوست ڪاوڙ ۾ اچي مذهب بابت بحث ڪندا هئا، ۽ اُن کي هرويرو سياست سان ٽُنبڻ جي ڪوشش ڪندا

هئا، تہ مونکي ڏاڍي ڪِلَ ايندي هئي. زلُفيءَ لاءِ محترم جناح جي هر ڳالھ سچي ۽ پڪي هئي. محترم جناح جيڪو چوندو هو، سوئي سچ آهي، ۽ اهوئي صحيح آهي، ۽ شايد تنھنڪري آءٌ بہ اهو سوچڻ لڳس، تہ گانڌي جيڪو چوي ٿو يا ڪري ٿو، سو سڀ صحيح ۽ بهتر آهي.

اسان ٻنهي ڄڻن وچ ۾ زبردست اختلاف هئا. اسان تِڪا ۽ چِٽا بحث بہ ڪندا هئاسين، پر اسان جي دوستيءَ جي هيءَ خوبي هئي، جو انهن سِيني ڳالهين هوندي بہ اُها اجا بہ گهري ۽ گهاٽي ٿي. آءٌ پانيان ٿو، تہ اِنهيءَ ڳالھ ۾ زلُفيءَ جو وڏو هٿ هو، ۽ اها چڱائي سندس ڪاتي ۾ ئي وجھ گهُرجي. هُو ذاتي طور ايڏو وفادار هو، جو سندس دوستيءَ ۾ فرق اچڻ ممڪن نہ هو. پنهنجي سمورن دوستن جون گاريون ۽ ڪاوڙ سَهڻ جي سگھ منجهس هئي. هُن ۾ ننڍڙين ننڍڙين ڳالهين تي ٿيندڙ جهيڙن کي وسارڻ جي اَٿاھ سگھ هئي. دوستن لاءِ احترام جو گهرو جذبو هو. زلُفيءَ جي شخصيت جو اهوئي سڀ کان وڏيڪ وڻندڙ پاسو آهي. هُن جي هڪڙي سڀ کان خراب ڳالھ هيءَ هئي، جو جيڪي ماڻهو هُن جا دوست نہ هجن يا جن جي هُو پرواھ نہ ڪندو هجي، تن لاءِ سندس دل ۾ ٿورڙو بہ احترام ۽ عزت نہ هوندي هئي. هُو جنهن بداخلاقيءَ سان ساڻن ورتاءُ ڪندو هو، تنهن سان اسان سِيني دوستن کي ڏُک ٿيندو هو. پر انهن سمورين ڪوتاهين ۽ ڪمزورين هوندي بہ زلُفيءَ ۾ ڪجھ اهڙيون انساني خاصيتون هَيون، جيڪي ڪيس پُختگي ۽ پائيداري بخشينديون هيون، ۽ جنهنڪري ساڻس ڪڏهن بہ اَٽوٽ ۽ نہ ڇِڃندڙ دوستي ٿي ويندي هئي.

# روزگار جي ڳولا

1946ع جي پڇاڙيءَ ۾ جنگ سبب تباهه ۽ برباد دُنيا وري پنهنجي پُراڻي معمول تي موٽي پئي. مون اڏاوتي فن جي تعليم لاءِ هندستان کان ٻاهر وڃڻ جو ارادو ڪيو. مون ڏيڍ سال کان جي. جي. اسڪول آف آرٽس ۾ اڏاوتي فن جي تعليم پئي ورتي، پر مونکي ياد نٿو اچي، ته پنهنجي ڪلاس ۾ پڙهڻ کان علاوه مون اڏاوتي فن جي اڀياس طور ٻارهن ڪلاڪ لڳاتار پڙهيو هُجي. انهيءَ دؤران ”لائف“ مئگزين ۾ ڪيليفورنيا جي اڏاوتي فن بابت هڪڙو مضمون ڇپيو، جنهن جو مون تي گهرو اثر ٿيو ۽ مون فيصلو ڪيو، ته ڪيليفورنيا ويندس. جيڪڏهن ائين نه ٿي سگهيو، ته پوءِ آمريڪا ضرور ئي ويندس، جيئن اُتي وڃي پنهنجي تعليم پوري ڪري سگهان. هاڻي اهو وقت اچي ويو هو، جڏهن مونکي ٻين ملڪن جو سفر ۽ پرڏيهه ۾ پڙهڻ واريءَ پنهنجي خانداني روايت کي نڀائڻ گهُرجي ها.

سچ هي آهي، ته منهنجو پيءُ ۽ منهنجو ماسات پنهنجي والدين جيان پهرين ”هيرو“ ويا هئا ۽ پوءِ آڪسفورڊ وڃي پنهنجي تعليم پوري ڪئي هئائون. هندستان ۾ منهنجي تعليم جو انتظام ائين ڪيو ويو هو، جو آءٌ انگلينڊ ۾ ڪامن انٽرنس جي امتحان ۾ ڪامياب ٿي سگهان. قائدي موجب مونکي سيپٽمبر 1939ع ۾ انگلينڊ وڃڻو هو، يا وڌ ۾ وڌ ٻئي سال.

هٽلر دنيا کي ڀلي تباهه ڪيو هجي، پر ذاتي طور جيستائين آءٌ ڀانيان ٿو، ته هُن منهنجي مدد ڪئي. جيڪڏهن جنگ هلندڙ نه هجي ها، ته مونکي به پنهنجي گهراڻي جي روايتن پٺاندر هيرو ۽ آڪسفورڊ وڃڻو پوي ها، ۽ تڏهن شايد آءٌ آزاد هندستان ۾ ئي موٽان ها. تڏهن آءٌ نه رڳو هُجان ۽ نه ٻڪري- نه گهر جو هجان ها، نه گهاٽ جو. جنگ منهنجي جيون جي رُخ کي موڙي ڇڏيو ۽ مونکي هيرو بجاءِ ڏيرادون اسڪول وڃڻو پيو. جنهن سبب مون هندستاني تهذيب کي پاڻ منجهه سموهي ڇڏيو ۽ منهنجا لاڳاپا هندستاني سماج جي مٿئين طبقي سان جڙيا. منجهانئن ڪيترائي ماڻهو منهنجا دوست بڻيا ۽ سڄي ملڪ ۾ منهنجا ناتا جُڙي سگهيا.

جيڪڏهن انگلينڊ وڃڻ ملتوي نه ٿئي ها، ته شايد زُلفي سان به منهنجي ملاقات نه

ٿئي ها: شايد وڌ ۾ وڌ ۾ اسان جي ملاقات آڪسفورڊ ۾ ٿئي ها، جتي جون حالتون ڪافي مختلف هجن ها ۽ پس منظر ۽ ماحول بہ قطعي نرالو هجي ها.

دوستن ۽ حاڪمن سان گهڻي لک پڙهہ ڪانپوءِ مونکي نيٽ هارورڊ، دي يونيورسٽي آف سدرن ڪيليفورنيا ۽ يونيورسٽي آف ڪيليفورنيا برڪلي ۾ داخل ملي ويئي. هاڻي اهو منهنجي مرضيءَ تي ڇڏيل هو، تہ انهن ٽنهي منجهان ڪا هڪڙي يونيورسٽيءَ چونڊيان. مون وٽ انهن يونيورسٽين بابت ڪا اهڙي ڄاڻ نہ هئي، جنهن جي آڌار تي سوچي سمجهي فيصلو ڪري سگهان. مون ڪنهن هيڪ بنا هارورڊ وڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، ڇوتہ اهو تمام وڏو ادارو هو. يونيورسٽي آف سدرن ڪيليفورنيا "پڪرن" جي يونيورسٽي هئي. پڇاڙيءَ ۾ مون يونيورسٽي آف ڪيليفورنيا برڪلي ڪي چونڊيو. هيءَ اوچي درجي جي يونيورسٽي هئي، ۽ سندس ساک بہ سُٺي هئي. آءُ هوائي جهاز وسيلي هندستان کان آمريڪا پهتس ۽ دنيا جي وڏيءَ يونيورسٽيءَ ۾ وڃي لٿس. مون جيڪا چونڊ ڪئي هئي، سا وڏيڪ مناسب ۽ صحيح ثابت ٿي. هيءَ ڏار ڳالهہ آهي، تہ هيءَ چونڊ اجاين ويچارن سبب ٿي هئي.

ڪافي عرصي کان برڪلي، نرميءَ جي پاليسي ۽ ڪم ٻنهي جي رهنمائي ڪندو رهيو آهي. هيءَ اهڙي يونيورسٽي آهي، جتي بيچينيءَ جا ٻج ڏاڍيءَ سولائيءَ سان پوکيو وڃي ٿو. گڏوگڏ هتي نئين خيالَ ۽ نئين تخيل جو جنم ٿئي ٿو. ۽ ٻيءَ ڳالهہ هيءَ آهي، تہ يونيورسٽي، ڪيلفورنيا رياست جي يونيورسٽي آهي، تنهنڪري آمريڪي سماج جو شاهوڪار طبقو ايڏانهن نهارڻ بہ پسند نٿو ڪري. شاهوڪار طبقي جي شاگردن کي پنهنجي يونيورسٽين ۾ ئي تعليم وٺڻ وڻي ٿي، ڇوتہ هتي سندن آڏو سخت روايتي نظريو رکيو وڃي ٿو. هيءَ يونيورسٽي گهڻي وڏي آهي: اٽڪل چوويهہ هزار شاگرد تعليم وٺن ٿا. ڪيليفورنيا يونيورسٽيءَ سان گڏ ٻيا ڪيمپس بہ آهن، جن ۾ خاص موضوعن جي تعليم ڏني وڃي ٿي.

برڪلي يونيورسٽي ننڍي نہ هئي، تنهنڪري اُتي جا شاگرد هڪ ٻئي کي چڱيءَ ريت ۽ ويجهڙائيءَ سان سُڃاڻي نہ سگهندا هئا. تنهنڪري اُن ڪوٽ کي متاهين درجي جي تعليم سان پورو ڪيو ويندو هو. گڏوگڏ اُتي سڄيءَ دنيا جي مشهور عالمن کي پڙهائڻ لاءِ گهُرايو ويندو هو. يونيورسٽيءَ وٽ ايترا وسيلا هئا، جو انهن عالمن کي گهُرائڻ ۾ ڪيس ڪا ڏکيائي نہ ٿيندي هئي: منجهس تحقيق جون سهولتون بہ هيون. يونيورسٽيءَ جو بنيادي اصول هي هو، تہ ڪنهن بہ عظيم شخصيت کان ويهہ گز پري ويهڻ وڌيڪ سُٺو آهي: پر ڪنهن عام ماڻهو جي پنج فوٽ ويجهو ويهڻ مناسب نہ

آهي. برڪلي يونيورسٽي برڪلي ٽڪرين جي ماٿريءَ ۾ سئن فرانسسڪو ڪاڙيءَ جي علائقي ۾ ڦهيل هئي. هتي جا قدرتي منظر ڪيس ويتر وڌيڪ سُهڻو بڻائي ڇڏيندا هئا.

جاگرافيائي طور سئن فرانسسڪو ڪاڙيءَ جو هيءَ علائقو اهڙو آهي، جتي جي آبهوا ڪي دنيا ۾ سڀني کان پلوڙ مچيو وڃي ٿو. اونهاري ۾ هتي وڌيڪ گرمي نٿي ٿئي ۽ سياري جي مُند ۾ هتي گهڻو سيءُ به نٿو پوي. سمنڊ جو ڪنارو بلڪل ويجهو آهي، جبل به پاڪرن ۾ اٿس، ڍنڍون آهن ۽ نيشنل پارڪ آهن. ڪاڙيءَ جي ٻئي ڪناري تي سئن فرانسسڪو شهر وسيل آهي، جنهن ڪي سولائيءَ سان دنيا جو سڀني کان وڏو شهر چئي سگهجي ٿو. شهر جو ماحول هر ڏيهه جي رهواسيءَ لاءِ ساڳيو آهي. شهر جي بدحالي ۽ بدانتظاميءَ جا نظارا به هتي ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

آءٌ ٽرانس ورلڊ ايئر ويز جي هوائي سروس جي پهرين اُڏام وسيلي بمبئي کان نيويارڪ پهتو هوس، جيڪا اُن ڏينهن شروع ٿي هئي. آءٌ 10 جنوري 1947ع تي روانو ٿيس ۽ 13 جنوري تي نيويارڪ پهتس. مون ڊي. سي. فور اسڪاءِ ماسٽر قسم جي هوائي جهاز وسيلي سفر ڪيو هو. ايئن پئي پانيمر، ته هي هوائي جهاز ڪجهه ماڻهن چارٽرڊ ڪري ورتو آهي، جو منجهس ڪُل ڇهه مسافر هئا. سيني سان پراڻي سُڃاڻپ هئي، ۽ سڀيئي بمبئي جا رهندڙ منهنجا ويجها دوست هئا: جن ۾ پنڊت جواهر لال نهرو جي ڀيڻ ڪرشنا هٽي سنگهه ۽ سندس مڙس راجا، بمبئي جي ڪيترن ئي ڪارخانن جو مالڪ فالي مهتا، صحافي ۽ مشهور ڪرڪيٽ ڪمينٽيٽر بابي تليارخان جي ڀيڻ بينبر تليارخان ۽ روسي تليارخان، جيڪو پوءِ بولٽاز جو چيئرمين بڻيو، ۽ هڪڙو ڪو پَٽيل به هو. انهيءَ سفر ۾ اسان سان گڏ اُن هوائي ڪمپنيءَ جو ڊپٽي صدر جنرل جيلس به هو. هر هوائي اڏي تي اسان جي هوائي جهاز ڪي مشيني مرمت لاءِ ڪيترن ئي ڪلاڪن تائين بيهڻو پئي پيو، پر اهو بيهڻ به ڏاڍو وڻندڙ ۽ مزيدار هو، ڇوته اسان جنهن به محل چاهيندي پائلٽ سان اصرار پئي ڪيو، ته هو جهاز کي گهُمائي، ته اسان هيٺين منظرن کي ويجهڙائيءَ کان چڱيءَ ريت پَسي سگهون. اسان ايئن مصر جا اهرام ۽ وري يونان ۾ ايڪروپولس جا کنڊر به ڏٺا.

هيءَ اُهو ئي پراڻو سُڃاڻو رستو هو، جنهن تي ائن مهينن کان پوءِ زُلفي ۽ جهانگير موگا سيٽ کي سفر ڪرڻو هو. جهانگير ۽ ڏرمسي اوپرندي ڪناري تي پريپ اسڪول ۾ ويا ۽ زُلفي اينجلس جي يونيورسٽي آف سدرن ڪيليفورنيا ۾ داخلا ورتي.

ايندڙ ڏيڍ ورهيه تائين زُلفي اينجلس ۾ رهيو ۽ آءٌ برڪلي ۾. آچر ۽ ٻين موڪلن ۾ اسان هڪ ٻئي وٽ ايندا ويندا رهياسين.

تڏهن آءُ بينڪرافٽ روڊ تي رهندو هوس. مون سان گڏ عزيز پيٽي به رهندو هو. ڪنهن زماني ۾ اروناآصف عليءَ سان گڏ هُن هڪڙيءَ هلچل ۾ پاڳو ورتو هو، ۽ ڪيس ڪاڀي ڏُر جو ڪٽر سياستدان مڃيو ويندو هو. عزيز سان گڏ رهڻ سبب مونکي پنهنجي نرم خيالن واري فلسفي کي هڪڙو روپ ۽ ڍنگ ڏيڻ ۾ مدد ملي. مون پنهنجي شدت پسنداڻن خيالن سميت عزيز جي گرم انقلابي ويچارن کان به ڇوٽڪارو ماڻي ورتو. طبقن وچ ۾ ويڙهه واري اصول ۾ ويساهه رکڻ سبب عزيز جي مزاج ۽ ورتاءَ ۾ جيڪا ڪوڙاڻ شامل هئي، تنهن کان به مون پاسو ڪيو. اڳتي هلي ترم ۾ عزيز ڪنهن ڪوآپريٽوَ ۾ هليو ويو ۽ آءُ هڪڙي ڪمري ۾ جِمي فوجدار سان گڏ رهڻ لڳس. جِمي ڪٽر ٻِهائي هو، جنهن مذهب لاءِ هُن پنهنجو جيون ارپي ڇڏيو هو. هُو سائنسي قصن جا خواب ڏسندو هو: اُنهن قصن جا خواب جيڪي خلائي سفر جا يادگار هئا. جِميءَ ۽ مون وچ ۾ ڪنهن به ڳالهه تي اتفاق نه هو. اصل ۾ اڄ به مونکي ايئن ئي لڳي، ته ڄڻ هو ڪنهن ٻيءَ دنيا جو رهواسي هو. پر اسان وچ ۾ خيالن جي ايڏي نااتفاقيءَ هوندي به جِمي منهنجو گهرو پيارو ۽ وفادار دوست آهي، تو ٻئي اسان ڪڏهن ٺڪاٺڪيءَ تائين پُهچي ويندا هئاسين، پوءِ به اسان گڏ رهياسين. آءُ ڇمار ۾ جميءَ کان وڏو هوس. جميءَ جي دوست پارو ڏاڍي وڻندڙ سياءُ جي ڇوڪري هئي. اسان وچ ۾ جهيڙي ٿيڻ تي هوءَ ناهه ڪرائيندي هئي. پوءِ جميءَ، پاروءَ سان شادي ڪئي. گُذريل ورهين ۾ ڪيئي ڀيرا اسان جي ملاقاتَ ٿي، پر اسان جي بحث ۾ تيزيءَ ۽ ڪوڙاڻ ۾ ڪو فرق نه آيو. ها، ڇمار وڌڻ سبب اسان پاڻ ۾ ٺڪاٺڪيءَ ڪري، پنهنجا اختلاف نبيرڻ جي صلاحيت وڃائي ويٺا آهيون.

جمي سيپٽمبر 1947ع ۾ هليو ويو ۽ سندس جاءِ تي ماڌو پرساد اچي وِيو. ماڌو پرساد سان منهنجي دوستي ڊيرادون اسڪول کان هئي. اسان هُن کي ماڌو يا نيٽي چوندا هئاسين. اسان ٻئي ڄڻا ڊيرادون اسڪول جا شاگرد هئاسين، پر گڏوگڏ ٻين به ڪيترن ئي ڳالهين ۾ هڪجهڙائپ هئي. اسان ٻنهي ڄڻن جي هاٻي ۽ عادتون به گهٽيون ملندڙ جلندڙ هيون. پسند ۽ ناپسند به ساڳي هئي. اسان وچ ۾ جيڪر ڪنهن ڳالهه تي بحث ٿيندو هو، ته رڳو هڪڙيءَ ڳالهه تي: اُها هيءَ ته ماني ڪتي ڪائون ۽ ڇا ڪاڌو وڃي. ڪجهه ڏيهن ۾ ئي مون هُن کي گوشت- ڪاؤ بٽائي ڪاڌي جي عالمي ڏاڪي تي پهچائي ڇڏيو. شروع ۾ نيٽي نج وِشنو هو.

تڏهن زُلفي ڪيليفورنيا پهتو. اسان آمريڪن فُٽ بال کان گهڻو متاثر ٿياسين، تو ٻئي اسان منجهان اڪثر ماڻهن لاءِ هيءَ اهڙي راند هئي، جنهن کي اسان رڳو ڏسي پيا

سگهون. آمريڪن فٽ بال ليگ ميچن ۾ ٿيندو هو ۽ فائينل ميچ سادُونا ۾ يا روز باٺول ۾ ٿيندو هو. فائنل ۾ پيسفڪ ليگ ۽ بِگ ٻَن جي ڪٽيل رانديگرن وچ ۾ مقابلو ٿيندو هو. بِگ ٻَن وچئين اولهندي يونيورسٽين جي ليگ هئي. يونيورسٽي آف ڪيليفورنيا برڪلي جي ٽيم عام طور روز باٺول جي فائينل ۾ ٽورناميٽ ڪٽي انعام وٺندڙ ٻن ٽيمن منجهان هڪڙي هوندي هئي. آمريڪا ۾ پاساڊينا ۾ روز باٺول جي پريڊ ڏسڻ وٽان هوندي هئي، جنهن ڪي سڄي سال جو سيني ڪان وٽندڙ ۽ سُهڻو تهوار مڃيو ويندو هو. هيءَ پريڊ هر نئين سال جي پهرين ڏينهن ٿيندي هئي. پريڊ ڪي ڏسڻ ڪان پوءِ اسان ميچ ڏسڻ ويندا هئاسين.

پاساڊينا ۽ پريڊ، روز باٺول ۽ فٽ بال اهي سڀيئي ڏاڍيون وٹندڙ جايون ۽ واقعا هئا. پر اسان جو سدائين خاص مقصد هيءَ هوندو هو، ته اسان هڪ ٻئي سان گڏجون. ايئن اسٽان فورڊ ۽ يونيورسٽي آف سدرن ڪيليفورنيا جا اسان سڀيئي دوست پاڻ ۾ ملندا هئاسين ۽ آچر ڏينهن سدائين رُڌل رهندا هئاسين.

منهنجي ڪيليفورنيا پهچڻ ڪان اگ لاس اينجلس ۾ ڊيرادون اسڪول جو منهنجو هڪڙو دوست رهندو هو، جنهن جو نالو سردار مدن جيت سنگهه مَلڪ هو. هُن به يونيورسٽي آف سدرن ڪيليفورنيا ۾ ڪيترن ئي ورهين ڪان اڏاوتي فن جي تعليم پئي ورتي ۽ هو پاڻ هڪڙو ادارو ٻڌجي چُڪو هو.

اُهي هندستان ڪي آزادي ملڻ ڪانپوءِ وارا ڏيهاڙا هئا. آمريڪي اخبارن ۾ هندستان بابت بلڪل ٿورڙيون خبرون ڇپجنديون هيون. اسان جو بحث اڪثر حيدرآباد، جونا ڳڙهه ۽ ڪشمير مامرن تي ٿيندو هو، يا وري اسان رياستن ڪان جلاوطنيءَ وارن سوالن تي بحث ڪندا هئاسين. جيڪا رتوڇاڻ، ماراماري، لُٽمار ۽ تباهي پئي ٿي، تنهن تي ڳالهائيندا هئاسين. اسان اڪثر انٽرنيشنل هائوس جهڙي ڪنهن مرڪزي جاءِ تي هليا ويندا هئاسين ۽ اُتي واشنگٽن جي هندستاني سفارتخاني مان ڇپجندڙ خبرن جا بليٽن پڙهندا هئاسين.

اسان روز باٺول ڪان موٽي لاس اينجلس پهتا هئاسين ۽ جنوريءَ جو مهينو ايا ختم نه ٿيو هو، ته زُلفي اسان سان گڏ گهارڻ لاءِ برڪلي هلي آيو. اُهو 30 جنوري 1948ع جو ڏينهن هو. آءٌ ڪو امتحان ڏيڻ ويو هوس. ايا مس موٽيس، ته منهنجي گهر ۾ رهندڙ چوڪرن مان ڪنهن چيو: ”تو هيءَ خبر ٻُڌي! مهاتما گانڌيءَ ڪي گولي هٽي ماري ڇڏيائون.“ مونکي ويساهه نه آيو. الاءِ ڇو منهنجي دماغ ۾ هيءَ ڳالهه ڪڏهن به نه آئي، ته گانڌي مري به سگهي ٿو. آءٌ ڪيترن ئي ورهين ڪان گانڌي جيءَ جو

مريد هوس: ايستائين نہ جو سندس اصولن تي لڳاتار عمل ڪندو رهان، پر هُن لاءِ منهنجي دل ۾ اَٿاهہ عقيدت ۽ عزت رهي آهي. منهنجي لاءِ هُو اهڙو سَنّت، فلسفي ۽ اڳواڻ هو، جنهن ڪان ڪڏهن بہ ڪا غلطي نہ ٿيئي تي سگهي. گانڌي جيءَ بغير هندستان جو تخيل ڏکيو هو. گانڌي هندستان کي امن ۽ آشتيءَ واريءَ واٽ تي آڻي، آزاديءَ لاءِ جاکوڙي پئي سگهيو. گانڌي جيءَ اهو چئي پيو سگهي، تہ موزون مقصد ماڻڻ لاءِ ناموزون وسيلا واپرائڻ ٺيڪ نہ آهي. آءٌ گانڌي جيءَ جي جيون کي اُن جدوجهد جو اُهڃاڻ مڃيندو هوس، جيڪا هُن ڪئي پئي. آءٌ انهيءَ ڳالهہ جي ڳُرج محسوس نہ ڪندو هوس، تہ آءٌ سندس نصيحتن تي عمل ڪريان، پر هُن جي امن ۽ آشتيءَ سان ڀرپور جدوجهد اهڙو جيئرو جاڳندو مثال هئي، جيڪا اڄ بہ منهنجي آتما جي اصل ڪسوٽي آهي.

ورهين ڪانپوءِ مون ڪجهہ لفظَ لکيا، جنهن مان اها چِٽائي ٿئي ٿي، تہ گانڌي جيءَ لاءِ منهنجا دلي جذبا ۽ احساسَ ڪهڙا هئا.

ڪيئي ماڻهو کيس سمجهي نہ سگهيا. برطانوي ڪانئس چِڙندا هئا.

نهرو هُن جي راءِ سان سهمت نہ ٿيندو هو، پر ساڻس بحث نہ ڪري سگهندو هو.

راجا هُن جون غلطيون سُڌاريندو هو. سردار پَٽيل هُن جو هر حُڪم مڃيندو هو.

آچاريا هُن جو پوڄاري هو. ڪيئي ماڻهو هُن جي واکاڻ ڪندا هئا، پر ڪجهہ ماڻهو سندس بُرائي بہ ڪندا هئا. پر هُو انهن سڀني سان پيار ڪندو هو.

پيار ئي هُن جي سگهہ هئي. پيار سبب هُو ڪَنهن کي هاڃو پهچائي نہ سگهندو هو. پيار ۾ جهيڙي ۽ رتوڇاڻ جي ڪابہ جاءِ نہ هئي. هُو سچائيءَ جو بنياد پيار کي مڃيندو هو.

هُو پيار سان اَڏيندو هو. پيار سان مامرا سُلجهائيندو هو ۽ پيار سان رهندو هو.

هندستان ۾ ڪيترن ئي معتبر ماڻهن کي وساريو ويو، پر هُن جا شاگرد سڄيءَ دنيا ۾ آهن. نؤجوان، غريب ۽ نئين دنيا جا خواب ڏسندڙ کيس ياد ڪن ٿا.

چو، چو. هُن جي شاگردن ئي سندس پيغام کي وساري ڇڏيو.

هُو ندر هو. هُن کي رُڳو ڀڳوان جو ڀَؤ يا ڊپ هو. ڇا هُن ڀڳوان کي بلڪل صحيح سمجهي ورتو هو.

هُو سدائين اُنهن ڪروڙين ماڻهن جي ڀلائيءَ بابت سوچيندو هو، جيڪي پنهنجا ڏُک ٻُڌائڻ کان لاچار هئا. هُن دولت يا شاهوڪارن جي پرواهہ نہ ڪئي. هُو سڀني سان ملڻ چاهيندو هو ۽ ماڻهو بہ سندس ديدار لاءِ بيقرار رهندا هئا.

پر هي ڪيئن ممڪن هو؟

اهو رڳو تڏهن ممڪن هو، جڏهن هُو سمورن انهن خيالن کي ترڪ ڪري، جن جو ڪو بنياد نہ آهي. گهرجن جي هوس کي ڇڏي ڏئي. رڳو زندگيءَ لاءِ، جيترو گهربل آهي، ايتري ۾ ئي زندگي گذاري ۽ صاف سٿري پاڪ جيون گهاري.

هُن انگريزن خلاف جدوجهد ڪئي، پر اُن کان بہ وڌيڪ جدوجهد ڪئي اُنهن بُرائين خلاف، جيڪي ڪنهن بہ هندستانيءَ جي دل ۾ رهن ٿيون ۽ انهن کان بہ وڌيڪ جدوجهد ڪئي پنهنجي ذات جي اندر وسيل بُڇڙين ڳالهين خلاف.

هُن پنهنجي آتما کي هندستان جي آتما ۾ گڏائي ڪيس هندستان جي هر ڏار ۾ وجهي ڇڏيو هو.

۽ ٻئي پاسي انگريز هئا.

ها، اُنهن وٽ وڏيءَ سلطنت هئي، پر گانڌي جيءَ وٽ ڪا فوج نہ هئي. هُو ڪو حُڪم نہ ڏيندو هو. وٽس هٿيار نہ هئا. عبادت ڪانپوءِ هُن جي دماغ مان خيالن جا چشما وهي نڪرندا هئا. رڳو اها ئي هُن جي اڪيلي دولت هئي.

”گانڌي هندوستان هو ۽ هندستان گانڌي.“

تنهن گهڙيءَ مونکي جيڪو صدمو پهتو، آءٌ تنهن کي پنهنجي لفظن ۾ ظاهر نہ پيو ڪري سگهان. مون ايئن پائيو، ڄڻ منهنجي مٿي تان پيءُ جو ڇانو کسڪي ويو هجي، ۽ آءٌ نڌڻڪو، بي وطن ۽ بي قوم ٿي ويو هجان.

آءٌ ڊوڙندو گهر ۾ گهڙي ويس. ڏاڪڻيون چڙهي پنهنجي ڪمري ۾ پهتس. صدمي سبب سيني کي ڄڻ سَپُ سونگهي ويو هجي. آءٌ پاڻ کي اجا وڌيڪ روڪي نہ سگهيس. اکين منجهان ڳوڙها واتون ڪري وهڻ لڳا. سُڏڪا نڙيءَ ۾ ڦٿڪن لڳا. ايندڙ ڪجهہ ڏينهن ڏُک ۽ پيڙا ۾ گذريا. انهن ڏينهن ۾ زُلفي مونکي آٿت ڏيندو رهيو ۽ اُن اجگر جيڏي ڏُک پُلانڻ ۾ هُن منهنجي گهڻي واهر ڪئي، ۽ ڏک توڙي صدمي جي اُن حالت مان مون کي ڪڍيائين. هُن لڳاتار اُن ڳالهہ جو خيال رکيو، تہ هُو پنهنجي وات مان ڪا اهڙي ڳالهہ نہ ڪڍي، جنهن سان مونکي ذرو بہ تڪليف پُهچي.

اُنن مهينن کان پوءِ سيپٽمبر 1948ع ۾ جڏهن محترم جناح فوت ٿيو، تہ مون بہ هُن جي ايئن واهر ڪئي.

# برڪلي ۾ گڏ گڏ

هندستان کان ٻاهر پرڏيهه ۾ رهڻ مهل هندستاني هجڻ تي فخر ۾ اجا بہ واڌارو ٿي ويجي ٿو، ۽ گڏوگڏ هر هندستاني شيءِ کي ماڻڻ جو چاهه بہ وڌي وڃي ٿو. هندستان ۾ رهندي اسان جن گهڻين ڳالهين تي تنقيد ڪندا هئاسين، ٻاهر رهڻ تي اُتي جي ماحول ۾ اسان جو مٿن تنقيد جو رَويو بدلجي وڃي ٿو. مادرِ وطن جي ياد بيچين ڪرڻ لڳي ٿي. گهر کان جڏهن ڪا خبر ملي ٿي، تہ وطن جي ياد واريءَ تڪليف گهٽجي وڃي ٿي. آزاديءَ کان پوءِ هندستان ۾ جيڪي غيريقيني ڳالهيون ٿيون، تن کي ٻُڌي ڪين مڃڻ تي دل نہ چوندي هئي، ۽ نہ ئي وري ڪَنن تي ويساهه ٿيندو هو.

گانڌي جيءَ جي امن توڙي آشتي پسند هندستان ۾ ايترو ظلم، ايڏي رتوڇاڻ ۽ ايڏي وحشت ٿيندي، سي ڳالهيون اسان جي سمجهہ کان پري هيون. اسان گهڻي بيچينيءَ سان اُن خبر جي اوسيئڙي ۾ هئاسين، تہ اسان کي اِن هنگامي جي تُرت پُڄاڻيءَ واريءَ خبر ملي.

اُنهن ڏينهن ۾ نهروءَ آمريڪا جو دؤرو ڪيو. اسان وڏي شوق ۽ فخر سان هُن جي آمريڪي دؤري بابت خبرن جي هر لفظ کي پڙهندا ۽ ڪين ورجائيندا هئاسين. مونکي ڪيليفورنيا جي وٽندڙ اونهاري جو اُهو ڏينهن ياد آهي، جڏهن پنڊت جواهرلال نهروءَ، برڪلي ۾ يونيورسٽي آف ڪيليفورنيا جي گريڪ (يوناني) ٿيئٽر ۾ تقرير ڪئي هئي، نہ رُڳو هال ۾ پر هال کان ٻاهر بہ شاگردن جو وڏو ميڙو متل هو. اُهو منظر مونکي سدائين ياد رهندو. برڪلي جي سُهڻين ٽَڪرين تي شاگرد سندس تقرير ٻُڌڻ لاءِ وڃي وينا هئا. پنڊت نهروءَ اُن ڏينهن جيڪا تقرير ڪئي هئي، تنهن کي ٻُڌي فخر وچان آءٌ ڪپڙن ۾ نہ پئي ماپيس. هُن ڏاڍي جوشيلي انداز ۾ هنن لفظن سان پنهنجي تقرير جي پُڄاڻي ڪئي:

"اڄ هينئر جڏهن آءٌ هن يونيورسٽي جي وٽندڙ ۽ سهڻي هال ۾ بيٺو آهيان، تہ قدرت جي سونهن ۽ سڪون مونکي پنهنجي ڀاڪر ۾ ڀيري ورتو آهي، ۽ چوڌس انساني صلاحيتن ۽ خوبين مونکي گهيري ۾ وٺي ڇڏيو آهي، تہ ايئن پيو ڀانئجي، ڄڻ دنيا جا سمورا هنگاما ۽ پريشانيون ڪوهين ڏور هليون ويون آهن. هينئر ماضيءَ

جا واقعا هڪ ٻئي پويان مونکي ياد پيا اچن. ايشيا جي تاريخ، يورپ ۽ آمريڪا جو ماضي منهنجي ساروڻين ۾ اڀري سامهون اچي بيٺو آهي، ۽ آءٌ هاڻوڪي دؤر واريءَ تلوار جي ڌار تي بيهي، مستقبل کي ڏسڻ جي ڪوشش پيو ڪريان. هتان ڪان آءٌ ماضيءَ ۾ انسان جي ڏکي جدوجهد ۽ ڪوشش توڙي جاکوڙ کي پيو ڏسان. ته هُن ڪيئن اُنهن حالتن خلاف جنگ شروع ڪئي، جيڪي سندس مخالف هيون. ۽ ڏسان پيو، ته هُن ڪيئن انيڪ ڏکيائين کي مُنهن ڏنو. الاءِ ڪيترا ڀيرا انسان قرباني ڏني، الاءِ ڪيئي ڀيرا سوريءَ تي چڙهيو. پر گڏوگڏ آءٌ اهو به ڏسان پيو، ته انساني روح هر ڀيري اُڀري اُڀرڪي اُٿيو آهي ۽ هُن هر ڏکيائيءَ ڏچي توڙي مخالف صورتحال تي سوڀ ماڻي آهي. اسان کي اهڙن تاريخي منظرن تي نظر وجهڻ گهُرجي، ۽ منجهائنئن سکڻ گهُرجي. همت ۽ دليري ماڻڻ گهُرجي. ماضي ۽ حال جي وزن کان دٻجي نه وڃڻ گهُرجي. اسان انهن دؤرن ۽ صدين جا وارث آهيون، جيڪي اسان کان اڳ ۾ گُذري ويون آهن. انهن گُذريل پيڙهين اسان کي دنيا جي انهن سيني کان وڏيڪ هنگامي دؤرن ۾ پنهنجا فرض نڀائڻ جو موقعو ڏنو. اها وڏيءَ وراثت آهي ۽ جڃها حقَ آهن. گڏوگڏ اسان جي ڪُلهن تي جيڪا ذميداري آئي آهي، تنهن کي به ڀَوَ، ڊَپَ ۽ جوکي مان آجو ٿي ڪنهن شڪ شبهي بنا محڻ گهرجي. تاريخ اسان کي ٻُڌائي ٿي، ته انسانَ پنهنجي آزاديءَ لاءِ جيڪا جدوجهد ڪئي، تنهن ۾ انيڪ ناڪامين کان پوءِ به ڪيس ڪاميابيون مليون ۽ جيڪو ڪجهه مليو سو ڏاڍو وڏندڙ شاندار آهي. اصلي آزادي رڳو سياسي آزادي نٿي ٿئي، پر اُها روحاني ۽ اقتصادي به هجي ٿي. اُهي ٽيئي آزاديون ملڻ کان پوءِ ئي انسان سڪون ۽ اطمينان جي زندگي گهاري سگهي ٿو. آزاديءَ جو تخيل، اسان کي رُڳو ڪنهن ملڪ يا گروهه تائين محدود نٿو رکي، جنهن سبب اڪثر ملڪ پاڻ ۾ جهيڙي لاءِ تيار ٿي وڃن ٿا، بلڪ مڪمل شخصي آزادي ۽ امن جي حد تائين وٺي وڃي ٿو. ايشيا، يورپ ۽ آمريڪا جا مسئلا هاڻي ڌار ڌار سُلجهائي نٿا سگهجن، تنهنڪري اڄ ڪنهن به ملڪ جو مسئلو پُوريءَ دنيا جو مسئلو آهي.

”ايئن ٿو ڀانئجي، ته جدوجهد ۽ ڏکيائين جو سلسلو اڃا ختم نه ٿيو آهي. هي سلسلو مستقبل ۾ به جاري رهندو، پر مونکي ان ڳالهه ۾ ٿورڙو به شڪ نه آهي، ته انساني روح، جيڪو اڃا جيئرو آهي، هڪڙو ڀيرو ٻيهر سوڀارو ٿيندو.“

خوشقسمتيءَ سان منهنجي سائنڻ اندوز ڊي پل سان سُڃاڻپ هئي: هوءَ سئن فرانسسڪو ۾ پنهنجي مهمانوازيءَ سبب مشهور هئي. هُن وزيراعظم جي اعزاز ۾ رات جي دعوت ڪئي، ۽ مهمانن جي فهرست ۾ منهنجو نالو به شامل ڪري ڇڏيائين.

اُن دعوت ۾ بلڪل ٿورڙن ماڻهن کي گهُرايو ويو هو. هُن اها دعوت سئن فرانسسڪو ۾ پنهنجي گهر پيسفڪ هائيٽس ۾ ڪئي هئي. رڳو ٽيهہ مهمان گهُرايا ويا هئا: منجهن شامل ماڻهن ۾ ڪيئي ماڻهو آمريڪا جي مختلف ڀاڱن کان ۽ ڪجهہ نيويارڪ مان هوائي جهاز وسيلي آيا هئا. اُن ڏينهن شام جو منهنجو گهڻو وقت لِتي پونس سان ڪچهريءَ ۾ گُذريو، هوءَ مشهور ڳائڻي هئي. مونکي ساڻس ڪچهريءَ مان ڏاڍو سڪون مليو، ڇوتہ اولهندي وارن ملڪن جي ڪلاسيڪي موسيقي ۾ منهنجو گهڻو چاهہ آهي. اُنهن ڏينهن ۾ واشنگٽن ۾ سانئڻ وجي لڪشمي پنڊت (نهروءَ جي ڀيڻ) هندستاني سفير هئي. هوءَ بہ اُن دعوت ۾ شامل هئي. هُن جو ناٺي اوتارور سئن فرانسسڪو ۾ هندستان جو تجارتي سفير هو. هُن کي بہ دعوت ۾ گهُرايو ويو هو. سانئڻ وجي لڪشمي پنڊت ۽ سائين اوتارور سان منهنجي دوستي ۽ سُڃاڻپ گهڻو اڳ جي هئي، پر نهرو جيءَ جي موجودگيءَ ۾ آءٌ بلڪل موڳو ٿي ويندو هوس. هيءَ هڪ اهڙي سچائي هئي، جنهن تي منهنجا دوست اڄ بہ ويساهہ نٿا ڪن.

جنوري 1949ع ۾ زُلفي يونيورسٽي آف سدرن ڪيليفورنيا کان برڪلي آيو ۽ هُن پوليٽيڪل سائنس ۾ داخلا ورتي. هُو اسان جي ئي هاسٽل ۾ رهڻ لڳو ۽ اسان ساڳئي ڪمري ۾ رهڻ لڳاسين. تڏهن اسان جو گهر- مالڪ باب جيڊس 1800 آلسٽن وي ۾ هڪڙو نئون گهر ورتو هو ۽ اسان طئي ڪيو، تہ اسان اُن گهر ۾ منتقل ٿي ويندا سين، توڻي اُهو گهر يونيورسٽيءَ کان ٿورڙو پري هو.

ٻن رستن جي ڪُنڊ تي ويسٽ برڪلي جي پُرسڪون پاڙي ۾ 1800 آلسٽن وي ڏاڍي سهڻي جاءِ هئي. رستي جي ٻنهي پاسي چيري بلاسم جا وڻ هئا، ۽ هيءَ جاءِ، يونيورسٽي مرجتي اسان جا ڪلاسَ هلندا هئا، اُتان اٽڪل اٺن بلاڪن جي مفاصلي تي هئي. اُن گهر ۾ وڃڻ کان اڳ اسان جي وار ڪائونسل واري گڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ ٻن اصولن تي گهر جو سمورو ڪم ورهايو ويو. پهريون اصول هي هو، تہ هر شخص جو ڪم اڳواٽ رٿيو وڃي، ۽ ٻيو اصول هي، تہ هر ڪم جي ورڇ وارو فيصلو، اوچي يا نيچ واري ڪم جي آڌار تي نہ، پر اُن ڪم جي پورائيءَ ۾ لڳندڙ وقت جي آڌار تي ڪيو وڃي.

گهر ۾ رهندڙن منجهہ آءٌ ئي اهڙو شخص هوس، جنهن کي ڪاڏي پچائڻ بابت ٿوري گهڻي ڄاڻ هئي، تنهنڪري سمورن ”جهنگلين“ کي ماني ناهي ڪارائڻ جي ذميداري مونکي سونپي وئي. ماڌو پرساد ۽ يدو ڪول کي ٿانوَ ڌوئڻ ۽ رڌڻي جي صفائيءَ جو ڪم سونپيو ويو. زُلفيءَ کي چيو ويو، تہ هُو سڄي گهر ۾ ٻُهارو ڏئي ۽

ساٿين جا بسترا وغيره لڳائي. ڪميون زندگيءَ جي ان ڪان وڌيڪ ويجهو اسان ڪڏهن به نه پهتاسين. هي سرشتو اٽڪل پڇاڙيءَ تائين ٺيڪ طريقي سان هلندو رهيو، پر نيٺ ختم ٿي ويو، ڇوته يڊُو لاءِ ٽانوَ ڊوئڻ زبردست مٽي جو سُور ثابت ٿيو. جن شين سان پليٽون ڌوئٽيون پونديون هيون، تن ۾ هٿ وجهڻ سبب يڊوءَ جي چمڙي سڙڻ لڳي هئي ۽ ڪيس ڏاڍي تڪليف ٿيڻ لڳي. آصف ڪريم ڀائي ۽ ابدمينن متئين ڏاڪي تي چڙهي ويا.

1800 آلسٽن ۾ اسان جي اچڻ ڪانپوءِ هي گهر مختلف جماعتن، سياسي بحثن ۽ آڌي رات جي موڪل واريءَ ڪيمپ جهڙي مختلف سرگرمين جو مرڪز بڻجي ويو. ڪيئي پيرا ائين ٿيو، جو اسان سڄي رات يا ٻين يا ٽين وڳي تائين سياست ۽ معاشيات تي بحث ۾ سُمهڻ ئي وساري ويناسين. جيڪي همراهه بحث ٻُڌڻ جا شوقين هئا، سي تيستائين ويٺا هوندا هئا. آڌي رات ڪيئي شاگرد اسان وٽ هلي ايندا هئا.

انهيءَ دؤران منهنجي ملاقات وِينا سان ٿي، جنهن سان ڪجهه ورهين ڪانپوءِ 1953ع ۾ منهنجي شادي ٿي. وِينا جون عادتون گهڻي قدر زُلفيءَ جي عادتن سان ملندڙ هيون. هوءَ ڪنهن به ڪم لاءِ هڪدم تيار ٿي ويندي هئي. ڪٿي به وڃڻو هجي يا ڪجهه به ڪرڻو هجي. ٻنهي ڄڻن جي دل بيحد نرم ۽ وسيع هئي، جنهن دل ۾ منهنجي لاءِ بيحد وفاداري ۽ محبت هئي، پر وِينا ۽ زُلفيءَ ۾ هڪڙو فرق هو: زُلفي کي ڏيکاءَ جو گهڻو شوق هو، پر وِينا کي ڏيکاءَ قطعي پسند نه هو. هوءَ خدمت ۾ پاڻ ارپڻ منجهه چاهه رکندي هئي.

سڄيءَ زندگيءَ ۾ زُلفي ۽ آءٌ پوليٽيڪل سائنس جي شعبي ۾ گريجوئيشن ڪورس ڪانسواءِ ڪڏهن به ساڳيءَ جماعت ۾ نه پڙهياسين. هِتي اسان جو پروفيسر ليسڪي هو. هيءَ ڪورس ڏاڍو سخت ۽ پيچيدو هو. اسان کي تاريخي فلسفي جي تعليم سُقراط ۽ پليٽو کان وٺي هاڻوڪي دؤر تائين ڏني ويندي هئي. اهو به ٻڌايو ويندو هو، ته عالمي لاڳاپن جي اصولَ جو تاريخ تي ڪهڙو اثر پيو ٿو. زُلفيءَ ۽ منهنجي وچ ۾ چٽاپيٽيءَ جو جذبو پيدا ٿي پيو، ۽ هيءَ چٽاپيٽي تيستائين ختم نه ٿي، جيستائين اسان ٻنهي ڄڻن اُن ڪورس ۾ "اي" گريڊ نه ماڻيو. اڏاوتي فن ۽ پوليٽيڪل سائنس وچ ۾ گهڻو ويڇو هو، پر زُلفيءَ لاءِ پوليٽيڪل سائنس ضروري هئي، ڇوته هُن عالمي قانون جي تعليم پئي ورتي.

زُلفي ۽ آءٌ پروفيسر هنس ڪيلسن جي ڏاڍي عزت ڪندا هئاسين ۽ ڪيس عالمي قانون جو ماهر مڃيندا هئاسين. پوليٽيڪل سائنس جي انڊر گريجوئيٽ ڪورس ۾ هُو

منهنجو استاد رهي چُڪو هو. سچي ڳالهه هيءَ آهي، ته پروفيسر هنس ڪيلسن، جمهوري خيالن ۽ سلوڪ جي ڏس ۾ اسان ٻنهي جي ٻڌڻ جا بنياد مضبوط ڪيا.

اڄ به اهڙن ماڻهن جي کوٽ نه آهي، جيڪي زُلفيءَ تي ساڙ ڪائين ٿا، ته هُو جيڪو به چوي ٿو يا ڪري ٿو، تنهن ۾ ايمانداري نه آهي. اهو ته وقت ٻُڌائيندو، ته تاريخ ۽ عالمي قانون جي تعليم وٺڻ ڪانپوءِ به پنهنجي ڳالهه مڃائڻ ۽ موقعي مان فائدو وٺڻ جي لوڀ تي زُلفيءَ سوڀ ماڻي آهي يا نه.

هاڻوڪيءَ تاريخ جي اڀياس ڪانپوءَ آءٌ انهيءَ نتيجي تي پهتو آهيان، ته آءٌ پنهنجي جمهوري اصولن تي سدائين اَٽل رهيو آهيان، پر زُلفيءَ کي ايئن ڪرڻ ۾ اجا ڪيترن ئي گهيڙن ۽ گهاٽن جو پاڻي پيئڻو پوندو، پر انهيءَ جو سبب هيءَ به ٿي سگهي ٿو، ته آزاديءَ کان پوءِ هندستان ۾ ڪنهن حد تائين جمهوريت رهي آهي، جڏهن ته پاڪستان جو سياسي ماحول هنگامن سان ڀرپور رهيو آهي ۽ پاڪستاني عوام کي مختلف سياسي نظامن ۾ رهڻو پيو آهي.

زُلفي پنهنجي تعليم تي هر سال وڌ کان وڌ پورهيو ۽ جاکوڙ ڪندو ويو. هُن جو ذهن اجا به وسيع ٿي ويو ۽ هُو پاڪستان جي سياسي مستقبل لاءِ پاڻ کي تيار ڪندو رهيو، جنهن بابت هُن جي دل ۾ نه ڪڏهن شڪ پيدا ٿيو، ۽ نه ئي هٻڪ.

تجرباتي طور زُلفي يونيورسٽيءَ جي چونڊن ۾ حصو ورتو. يونين ڪائونسل جي ٻارهن سيٽن مان هڪڙيءَ سيٽ تي هُو بيٺو. هيءَ ڪائونسل، ايسوسيئيشن آف اسٽوڊنٽس جي انتظامي ڪائونسل آهي ۽ ڪيليفورنيا يونيورسٽيءَ جو حصو آهي. اسان سيني زُلفيءَ کي سوڀ ڏيارڻ لاءِ جاکوڙيو ۽ زُلفي سوڀارو ٿيو، تنهن هوندي به زُلفيءَ جو اجا به اهو چوڻ آهي، ته مون اُن چونڊن ۾ سندس خلاف ووٽ ڏنو هو. زُلفي ڀريون ايشيائي شاگرد هو، جنهن ڪائونسل جي چونڊن ۾ سوڀ ماڻي. اسان کي اُن سوڀ تي گهڻو فخر هو.

اُنهن سارونٽين جي پورائيءَ لاءِ ضروري آهي، ته آءٌ انهن ٿورڙين گهڙين جي به ڳالهه ٻُڌايان، جڏهن آءٌ زُلفيءَ کان ڏاڍو ڪاوڙيل هوس: ايتري قدر ڪاوڙيل هوس، جو مون ساڻس ڳالهائڻ کان به انڪار ڪيو هو. پر دوستيءَ ۽ وفاداريءَ بابت زُلفيءَ جا خيالَ نرالا آهن ۽ منجهن پُختگي ۽ پائيداري آهي، توڻي مون ساڻس ڏاڍو ڪنور ورتاءُ روا رکيو، پر پوءِ به هُو منهنجو بسترو ڇنڊي ڦوڪي ايئن ٺاهيندو هو، ڄڻ ته ڪجهه ٿيو ئي نه هُجي.

اهائي زُلفيءَ جي سُلڇڻائي آهي، جنهن سبب هُو ٻين جو لاڏلو بڻجي وڃي ٿو. هُن

جي دل ۾ جذهن ڪنهن لاءِ ڪا جاءِ ٺهي وڃي ٿي، ته پوءِ ڪانئس اُن دوست ڪي ڪو ٻيو ڦري نٿو سگهي. اهڙي دوست لاءِ هُن جي محبت ۽ خدمتن ۾ ڪا گهٽتائي نٿي اچي سگهي. دوستيءَ ۾ پلاند جو ته ڪو سوال ئي نه آهي. دوستي سڀ ڪجهه آڇڻ ۽ نڇاور ڪرڻ جو ئي ته نالو آهي.

سيني خوشين جيان برڪلي جا وٽندڙ ڏينهن به پُڄاڻيءَ تي پهتا. آڪسفورڊ ۾ پنهنجي پڙهائي جاري رکڻ لاءِ زُلفي انگلينڊ هليو ويو، جتي هُن آڪسفورڊ ڪانپوءِ ”لنڪنز اِن“ ۾ قانون جي ڊگري ورتي. آءٌ اڏاوتي فن ۾ ايم. اي جي ڊگريءَ لاءِ برڪلي ۾ رهجي ويس. برڪلي مان زُلفي جي وڃڻ ڪانپوءِ مون اونهاري جون موڪلون وِينا سان گڏ يورپ ۾ گهاريون. ٻين ڪمن سميت اڏاوتي فن ۽ موسيقيءَ جا منهنجا شوق به جاري رهيا.

بي. اي ڪانپوءِ بنتي به هندستان هليو ويو ۽ ڪول اوپرندي ساموندي ڪناري جي ڪنهن شهر ڏانهن هليو ويو، جنهن جي جاءِ اعظم عارف ورتي. عارف به ڏيرادون اسڪول جو شاگرد رهي چُڪو هو ۽ اڏاوتي فن جي تعليم لاءِ برڪلي ۾ آيو هو. ايڊمينن اسان سان گڏ هينئين منزل ۾ اچي رهڻ لڳو. برج ٽاپڙ ۽ اندر چاپڙيا مٿئين منزل ۾ رهڻ لڳا. ايئن زُلفيءَ سان منهنجو ناتو ٽُٽي ويو، ۽ اسان ٻئي جٽا دُنيا ۾ پنهنجي ڏار ڏار رستن تي، ۽ جيڪو به اسان جي ڀاڳ ۾ لکيل هو، تنهن ڪي ماڻڻ لاءِ اڳتي وڌياسين.

# واتن جا پُليل

هِتي اهو ضروري آهي، تہ وقت زُلفي جي شخصيت جي اڏاوت ڪيئن ٿي، تنهن تي روشني وڌي وڃي ۽ ڪيس پرکيو وڃي. بدقسمتيءَ سان گهروارن زُلفيءَ جي پڙهائيءَ تنهن وقت کان شروع نہ ڪئي، جڏهن سندس ڄمار نَوَ ورهيہ هئي، تنهنڪري زُلفي پڙهائيءَ ۾ ڪافي پوئتي رهجي ويو هو. پوئتي رهڻ سبب ايندڙ نَوَن ورهين تائين زُلفي کي ڏاڍي محنت ۽ جاکوڙ ڪرڻي پئي. هُو سدائين ڪلاس ۾ پوئتي رهيو، تنهنڪري هُن کي ٻين شاگردن سان برابريءَ لاءِ ڏاڍو ٻوڪڻو ۽ جاکوڙڻو پوندو هو. اڪثر ماڻهو ايئن پوئتي رهڻ کانپوءِ ڪوٽ کي پورو نٿا ڪري سگهن، پر هتي زُلفي جون چڱايون ۽ صلاحيتون ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. هُن ڳوڙهي اُتساهہ توڙي ساهُس سان ڏکيائين تي سوڀ ماڻي ۽ پوءِ نهايت شاندار طريقي سان هر امتحان ۾ سوڀارو ٿيندو ويو. اهو سڀ سندس سُني ذهن، وڻندڙ شخصيت ۽ نهايت روشن دماغ جو نتيجو هو.

تعليمي ميدان ۾ زُلفي ابتدا ۾ جيڪو وڃايو هو، سندس گهر جي ماحول ڪنهن حد تائين اُن جو پورائو ڪري ڇڏيو هو. هُو سنڌ ۾ پنهنجي قبيلي واري ماحول ۾ نہ رهيو هو. پنهنجي والدين سان گڏ بمبئي ۾ رهڻ سبب ڪيس شروع کان ئي ڏاهپ ۽ سمجهداريءَ واري تعليم ملي، توڙي هُن کي اهو سڀ ملي ويندو هو، جنهن جي ڪيس گهُرج يا جيڪا سندس خواهش هوندي هئي. گڏوگڏ هُن جي سرگرمين تي ڪنهن قسم جي ڪا پابندي مَڙهيل نہ هئي. اُن آزاديءَ سبب سندس ڪردار جي اڏاوت ۾ ڪيس مدد ملي. هُن جدوجهد ڪئي. پنهنجي شرارتي عادتن سبب ڪيس ڪيئي پيرا ڏک ڪاٽڻا پيا، جن جو انگ ڪو ٿورڙو نہ آهي. پر اُن سان هُن کي پنهنجي دوستن ۽ ساٿين جي گهُرج ۽ اهميت سمجهڻ ۾ مدد ملي. آءٌ اڳ ۾ بہ چئي چُڪو آهيان، تہ دوستي نڀائڻ جو لڇڻ زُلفيءَ جي رڳ رڳ ۾ شامل آهي.

پنهنجو مقصد ماڻڻ لاءِ ٻين ماڻهن مان ڪم ڪڍڻ ۾ زُلفي ڏاڍو ڦڙت آهي. گڏوگڏ جيڪڏهن ٻيا ماڻهو ۽ خاص طور هُن جا دوست ڪيس وسيلو بڻائي پنهنجو ڪم ڪڍڻ چاهين، تہ ڪيس سندن وسيلو بڻجڻ ۾ بہ ڪو اعتراض نٿو هُجي. پوءِ ڀلي هُن کي اهو پتو پئجي وڃي، تہ سندس وسيلي اهو شخص پنهنجو مطلب پيو ڪڍي.

ڪيئي ڀيرا زُلفي ماڻهن کي بيوقوف ناهڻ ۾ جڏهن ناڪام رهيو، تہ پوءِ هُو سچو قصو ٻُڌائڻ کان بہ نہ هٻڪيو. اهو ئي هُن جو لڇڻ آهي، جنهن سانْ ماڻهن جي دل ۾ سندس لاءِ ويساهہ ۽ پروسو پيدا ٿئي ٿو.

هُو سدائين سماج ۾ چالو فيشن جا ڪپڙا پائڻ جو شوقين رهيو آهي. هُو ان ڳالهہ تي ڏاڍو سوچي ٿو، تہ جڏهن هُو ٻاهر ٿو وڃي، تہ سندس لباس ڪيئن ٿو هُجي ۽ اُن لباس ۾ هُو ڪيئن ٿو لڳي. پوشاڪ جي چونڊ ۾ هُو ڏاڍيءَ سمجهداريءَ کان ڪم وٺي ٿو. عام طور هُو ڪپڙا پائي پنهنجي دوستن وٽ وڃي ٿو، ۽ ڪائنن پُڇي ٿو، تہ هو ڪيئن پيو لڳي. جيڪڏهن هُن کي ڪنهن جاءِ تي ڪجهہ گهڙين لاءِ وڃڻو هوندو، تڏهن بہ هُو هوشياريءَ سان تيار ٿئي ٿو. پر هُن جي پوشاڪ ۾ پڙڪيلاٽپ نہ هوندي هئي، ۽ نہ ئي ڪيس اجائي چمڪ وڻندي هئي. گهڻ ۾ گهڻ پوشاڪ بابت تہ اها ڳالهہ عام ماڻهن ۾ هُجي ٿي. پر تقرير واريءَ ڳالهہ ڏار آهي. هُن کي ٻوليءَ بابت نوان تجربا ڪرڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو هو. هُو ڏسندو هو، تہ هُن جي لفظن جو ڪهڙو اثر پوي ٿو. جڏهن بہ ضروري هوندو هو، تہ هُو ڳالهين کي اجايو وڌائي ۽ ڪين غيرضروري اهميت ڏئي ٻُڌائيندو هو، جنهن جو مقصد بہ ٻين تي پنهنجو اثر وجهڻ هوندو هو. هُن جي انهن ٻن ڪمزورين گڏجي هڪ اهڙيءَ سحرانگيز شخصيت کي جنم ڏنو، جنهن ڪان سندس ڪيئي دوست متاثر ٿيا. هيءَ ڳالهہ اولهندي پاڪستان ۾ ٿي؛ خاص ڪري نؤجوان طبقو ڪانئس گهڻو متاثر ٿيو.

جوانيءَ ۾ ڪپڙن بابت هُن جي پسند ٿورڙي رواجي هئي. هُو سُٺي ڍنگ جي سِبيل سوڙهي پتلون، کُليل ڇاتيءَ واري قميص ۽ راندين وارا جوتا پائيندو هو. هُن جي وارن ۾ ڇِڪڙ يا ڇيڙهاڻ ٿورڙي وڌيڪ هوندي هئي.

يونيورسٽيءَ ۾ زُلفي گهڻو ڪري اسپورٽس ڪوٽ ۽ ٽاءِ ۾ ڏسڻ ۾ ايندو هو. ورلي هُو 'بو' بہ ٻَڌندو هو، پر اُها مٽس نهندي ڪانہ هئي. ڪنهن خاص موقعي تي سندس لباس ۾ سليقو هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن هُو ڏاڍي عجيب ڍنگ جا ڪپڙا پائيندو هو ۽ وري معمولي ڍنگ ورتائڻ ۾ ڪيس گهڻو وقت لڳي ويندو هو. اهڙن موقعن تي زورائتا ٺهڪ ٻُڌڻ لاءِ ملندا هئا ۽ هُو مونکي ڇيڙائڻ لاءِ منهنجا ڪپڙا، ٽاءِ، جوراب ۽ جوتا پائڻ لڳندو هو. سموريون شيون ڪيس فِٽ ٿي وينديون هيون. پنهنجي ڪپڙن بابت هُو ڏاڍو هوشيار رهندو هو، تنهنڪري هُو اهو بہ ڏسندو هو، تہ ٻيا ماڻهو ڪهڙا ڪپڙا پائين ٿا. جڏهن بہ ڪيس موقعو ملندو هو، تہ هُو ٽوڪ ۽ چِٽر ڪان بہ نہ گُسندو هو.

زُلفيءَ کي جُڙتو ڳالهيون ٻُڌائڻ ۾ ڏاڍو مزو ايندو هو. اهڙي موقعي تي هُو لاطيني ٻوليءَ جا ڏگها، مُنجهيل ۽ ڏکيا لفظ واپرائڻ جي ڪوشش ڪندو هو. بحث ۾ هُو جوش ۾ اچي ويندو هو، پر جڏهن رُڳو اسان ٻئي ڄڻا هوندا هئاسين، تہ هُو پنهنجا نوان خيالَ منهنجي آڏو رکندو هو، ۽ ضد نہ ڪندو هو.

مونکي ياد آهي، تہ اسان هڪڙي پيري سئن فرانسسڪو ۾ هڪڙي ريسٽورينٽ ۾ رات جو مانيءَ کائڻ لاءِ وياسين، جنهن جو نالو گريڪ وليج (يوناني ڳوٺ) هو. اسان کي يوناني کاڌا ڏاڍا وڻندا هئا، ڇوتہ اُهي مصالحيدار هوندا هئا. اُتي اسان جي ڳالهہ ٻولهہ هندستان جي کاڌن واري مسئلي تي اچي بيهي رهي. زورائتو بحث شروع ٿي ويو. زُلفيءَ جو چوڻ هو: هندستان جي خوراڪ ۾ مدد نہ ڪرڻ گهُرجي، ڇوتہ اُن سان پنهنجي پيرن تي بيهڻ ۾ پاڻ رُڪاوٽ ٿئي ٿي. ۽ منهنجو چوڻ هو: ماڻهن کي بُک مرڻ لاءِ نٿو ڇڏي سگهجي. اهڙي قسم جا خيال سندس ذهن ۾ ايندا رهندا هئا. ۽ زُلفي جي ڪتاب ”دي مِٿ آف انڊيپينڊنس“ ۾ اُن ڳالهہ جو ثبوت ملي ٿو.

سماجوادي ويچار هُن جي دل ۾ هڪدم پيدا نہ ٿيا هئا. شروع کان ئي هُو سماجوادي (سوشلسٽ) هو: گهٽ ۾ گهٽ زُلفي تہ اها ئي دعويٰ ڪري ٿو. جڏهن آءُ هُن کي چوندو هوس، تہ ڪيس ماري ڪُٽي سماجوادي بڻايو ويو آهي، تہ هُو ڪاوڙجي پوندو هو. هُو ڏک ۽ ڪاوڙ مان چوندو هو، تہ سماجواد (سوشلزم) سان سندس ناتو آڳاٽو آهي، تنهنڪري هُو سماجوادي اصولن تي هلڻ جو پهہ ڪري چُڪو آهي: ۽ انهيءَ جو خاص سبب سنڌ ۾ ڦهليل غربت جا اُهي منظر آهن، جيڪي هُن ڏٺا آهن. هي لاڳاپو ۽ اريٽا، انساني قسمتن ۽ حقيقتن جو انسان جي دل توڙي دماغ تي پوندڙ اثر سبب پيدا ٿيندڙ جذبي جو نتيجو آهي. اُن ۾ شڪ نہ آهي، تہ زُلفي آمريڪا توڙي انگلينڊ ٻنهي جاين تي پروفيسر هيرالڊ لاسڪيءَ جون تقريرون ٻُڌيون هيون، ۽ سندن ڪيترن ئي ڪتابن جو اڀياس بہ ڪيو هئائين، جنهن ۾ ”دي گرامر آف پاليٽڪس“ نالي مشهور مضمون بہ شامل آهي، پر پُٽي جو چوڻ آهي، تہ هُو پروفيسر لاسڪيءَ جون تقريرون ٻُڌي يا سندس ڪتاب پڙهي سماجوادي نہ بڻيو آهي: پر انهن سيني ڳالهين سندس خيالن ۽ اصولن جي پُٽيرائي ڪئي آهي، جيڪا ڳالهہ اُن دؤر جي سماجوادي مفڪرن تي بہ لاڳو ٿئي ٿي. زُلفيءَ موجب اُنهن سيني ڳالهين هُن کي سماجوادي نہ ٺاهيو آهي، بلڪ سندس ويچارن ۽ خيالن جي پُٽيرائي ۽ تائيد ڪئي آهي.

1948ع ۾ زُلفي يونيورسٽي آف سدرن ڪيليفورنيا ۾ دي اسلامڪ هيريٽيج تي تقرير ڪندي چيو، تہ مسلمان ملڪن ۾ سماجواد جي گهُرج آهي. مونکي ياد آهي، تہ

ولنگڊن ڪلب ۾ ڏگهي ڳالھ ٻولھ دؤران زُلفي اڪثر مونکي چوندو هو، تہ هُن ڪي پنڊت نهروءَ جا سماجوادي ويچار ڏاڍا وڻن ٿا. انهن ڏينهن ۾ پنڊت نهرو سماجواديءَ جيان سوچيندو ۽ لکندو هو. زُلفي چوندو هو، تہ هندستان جو وزيراعظم بنجڻ کانپوءِ پنڊت نهروءَ جي ويچارن ۾ ڦيرو نہ آيو آهي. بهرحال، زُلفي جو تہ اهو رايو هو، پر منهنجو رايو ڪانئس مختلف هو. منهنجي ويچار موجب نهرو، فيبيئن سماجوادي هو ۽ پڇاڙيءَ تائين فيبين سماجوادي ئي رهيو. ماڻهو ڪجھ بہ چون، پر هُن ۾ تبديلي اچڻ ناممڪن ڳالھ هئي.

هيءَ عجب جوڳي ڳالھ نہ آهي، تہ زُلفي تڏهن سماجوادي هو؛ آءٌ بہ سماجوادي هوس. اسان ٻئي ڇڙا ساڳين ڪتابن جو اڀياس ڪندا هئاسين. جيئن ڪنهن عالم جو چوڻ آهي تہ، "جيڪڏهن ويهن ورهين جي ڄمار ۾ توهان سماجوادي نہ آيو، تہ پوءِ توهان وٽ دل نہ آهي ۽ چاليهن ورهين جي ڄمار کانپوءِ بہ توهان سماجوادي نہ آهيو، تہ پوءِ توهان وٽ دماغ نہ آهي." پر آءٌ انهن ڪتابن جو اڀياس پنهنجي نظريي کي ڦهلائڻ لاءِ ڪندو هوس، جيڪو مشاهدن ۽ تجربن سان پُختو ٿيو هو. جڏهن تہ زُلفي سماجوادي خيالَ ۽ سماجوادي سوچ لاءِ اڀياس ڪندو هو. انهيءَ ڳالھ ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي، تہ ڪيترن ئي جاين تي هي اڀياس هُن جي اڪثر تجربن سان ٺهڪندڙ هوندو هو. برڪلي ڪان آڪسفورڊ وڃڻ ۽ پوءِ مون سان سلسلو ٽُٽڻ کانپوءِ هُن جو رستو سدائين لاءِ ڌار ٿي ويو.

پوءِ، ڪيترن ئي ورهين کانپوءِ هُن کي پنهنجي ويچارن کي عمل ۾ آڻڻ جو موقعو مليو. زُلفيءَ کي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو مينيفسٽو ناهڻو پيو. اصل ۾ اها گهڻي افسوسناڪ ڳالھ آهي، تہ هُن جي صلاحيت ۽ کُليل سوچ جو ٽڪراءُ سماجواد جي مٿئين تڙڪ ڦڙڪ سان ٿيو ۽ اُن ۾ هُن ڪنهن قسم جي تنقيد بنا هڪ طرفي لڳاءَ کان ڪم ورتو. گڏوگڏ اِهو جذبو بہ هو، جنهن ۾ هندستان تي ويساھ لاءِ ڪابہ گنجائش نہ هئي. پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي بنيادي دستاويزن توڙي مينيفيسٽو ۾ هُن جيڪي دليلَ ڏنا آهن، سي نرميءَ واريءَ پاليسيءَ جي پلوڙ روايتن جو عڪس آهن، پر سماجواد ۾ يقين توڙي احترام جا جيڪي قسم ڪنيا ويا آهن، تن جو بنياد اهڙن نتيجن تي آهي، جن جا ڪي پُختا دليل نہ آهن، تنهنڪري ئي سموري گڙٻڙ پيدا ٿي آهي. پنهنجي مضمونن ۾ پِنُو هر پيري نرميءَ واريءَ پاليسيءَ جي ڇِتائي نہ ڪندي سماجوادي نتيجن ڏانهن ٽپو لڳائي ٿو. ايئن رُڳو اُن ڪري ٿئي ٿو، جو هُو پاڻ کي "لبرل" سڏائڻ بجاءِ سوشلسٽ سڏائڻ چاهي ٿو.

زُلفيءَ کي پنهنجي ملڪ جي اولهندي پاڱي ۾ ڪم ڪرڻ جو وقت ۽ موقعو مليو، جتي ڪيس وڏي ڪاميابي ملي. مونکي اِهو چوڻ ۾ ڪا هٻڪ نہ آهي، تہ جيڪڏهن هُن کي موقعو ملي ها، تہ هُو بنگال ۾ بہ ايترو ڪامياب ٿئي ها، جيترو پنجاب ۾ ٿيو هو. هُو پاڻ سنڌي آهي. ٻولي نہ ڄاڻڻ سبب شايد بنگال ۾ عوام سان ناتو جوڙڻ ۾ ڪيس ڏکيائي ٿئي ها. اها ڏکيائي ڪيس اولهندي پاڪستان ۾ اڳيان نہ آئي هئي، پر مونکي يقين آهي، تہ زُلفي بنگال ۾ ٻوليءَ جي ڏکيائيءَ کي مُنهن ڏيڻ لاءِ ڪو رستو ضرور ڪڍي وٺي ها.

زُلفي سدائين اهو سوچيندو هو، تہ هُو ڪنهن ڏينهن ڪنهن وڏي عهدي تي پُهچي. هُن جا سمورا ڪم ۽ ويچار اُن مقصد ڏانهن وڌڻ جي ڪوشش ڏانهن اشارو ڪن ٿا. 1947ع کان 1950ع تائين اسان آمريڪي ماحول ۾ رهياسين. تڏهن سڄيءَ دنيا جون اميدون يونائيٽيڊ نيشن (يو. اين.) سان لاڳاپيل هيون، ڇوتہ منجهس دنيا ۾ امن قائم رکڻ جي سگهہ هئي. تنهن دؤر ۾ زُلفي پاڻ يو. اين. او. ۾ پنهنجي ملڪ جو نمائندو ٿيڻ جا پهہ پچائيندو رهندو هو، پر پوءِ ائين ئي ٿيو. زُلفيءَ کي يو. اين. او ۾ پنهنجي ملڪ جي نمائندگي ڪرڻ جو موقعو مليو، پر جيئن يو. اين. او. جي طاقت ۾ گهٽتائي ايندي ويئي، زُلفيءَ پنهنجو ڌيان اُتان هٽائي ڇڏايو، ۽ داخلي پاليسين ۽ اصولن بابت وڌيڪ ويچارڻ لڳو.

جڏهن اونهاري جي موڪلن ۾ زُلفي برڪلي ۾ هو، تڏهن هُن محسوس ڪيو، تہ حڪومت هلائڻ لاءِ ڪيس سرڪاري ڪاروهنوار ۽ حڪومت هلائڻ جي عملي تربيت جي گهُرج آهي، تنهنڪري هُن فيصلو ڪيو، تہ هُو ان بابت ڄاڻ وٺڻ لاءِ واشنگٽن جي پاڪستاني سفارتخاني ۾ ويندو.

اتفاق سان منهنجا والدين تڏهن آمريڪا آيل هئا، تنهنڪري مونکي بہ واشنگٽن وڃڻو پيو. جڏهن اُهي هندستان موٽي ويا، تہ مون باقي موڪلون واشنگٽن ۾ ئي زُلفيءَ سان گڏ گهاريون. موڪلون ختم ٿيڻ تي آءٌ ڪيليفورنيا واپس آيس. تڏهن واشنگٽن ۾ ايڏي گرمي هئي، جو ماني کائڻ تان ارواهہ ڪڇي ويندو هو. نتيجي ۾ اسان صبح کان ئي شيمپيئن ڪاڪ ٽيل پيئڻ شروع ڪندا هئاسين، ۽ اُن فضول خرچيءَ سبب اسان وٽ کائڻ لاءِ گهٽ پئسا وڃي بچندا هئا.

جڏهن ايئن بامقصد ڪم ڪندي زندگيءَ کي عقلي ڍنگ سان سلهاڙيو وڃي، تہ اُن جا نتيجا سدائين سُٺا ۽ شاندار ٿين ٿا، جن کي وڃائي نٿو سگهجي. ڪجهہ عرصي

ڪانپوءِ زُلفيءَ پاڪستاني حڪومت ۾ عهدو ماڻي ورتو ۽ ڏاڍيءَ ڳنڀيرتائيءَ سان جوش مان ڏينهون ڏينهن پنهنجي رٿيل مقصدن ڏانهن وڌڻ لڳو. جيڪو ڪجهه هُن چاهيو هو، تنهن کي ماڻي ورتو هئائين. هُو پنهنجي خواهشن جي چوٽيءَ تائين پُهچي ويو. پنهنجي چوئيتاليهين جنمر- ڏڻ ڪان اڳ ئي 20 ڊسمبر 1971ع تي هُو پاڪستان جو صدر بڻجي ويو.

# زُلفي جو اچڻ

زُلفي اعليٰ تعليم لاءِ انگلينڊ پهچڻ کانپوءِ آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ۾ قانون جو اڀياس شروع ڪيو. ڪرائيسٽ چرچ ڪاليج ۾ داخل ٿي هُن ٽن ورهين جو ڪورس ٻن سالن ۾ پورو ڪري ورتو. هُن کي اُن امتحان ۾ شاندار ڪاميابي ملي، پر ڪجھ مارڪن سان سندس فرسٽ ڪلاس رهجي ويو.

رومن قانون جو گهڻو حصو لاطيني ٻوليءَ ۾ لکيل آهي. ڊگري وٺڻ لاءِ رومن قانون پاس ڪرڻ لازمي هو. پُٽي کي لاطيني ٻولي نہ ايندي هئي، ۽ آڪسفورڊ ۾ رومن قانون جو معيار اوچو هو، تنهنڪري جڏهن هُن کي رومن قانون ۾ سيڪنڊ ڪلاس مليو، تہ هي هڪڙو ڪرشمو ئي هو. جيئن هُن پوءِ مڃيو، تہ کيس سمهندي جاڳندي لاطيني ٻوليءَ جا خواب ايندا رهندا هئا. سچ هي آهي، تہ زُلفي کي هيءَ ٻولي ياد ڪرڻ ۾ ڏاڍي سخت محنت ڪرڻي پئي. نتيجو هيءَ نڪتو، جو کيس ٻولين سِکڻ کان چِڙ ٿي آئي: ۽ هن ۾ اها نفرت اڄ بہ قائم آهي.

هُن کي لاطيني ٻوليءَ سکڻ جو ڏاڍو ڏکيو ڪم ڪرڻو پيو ۽ گڏوگڏ سڄو ڪورس ٻن ورهين ۾ پورو ڪرڻو پيو، تنهن هوندي بہ پُٽي پنهنجون سموريون ننڍيون وڏيون موڪلون ۽ بہ ڊگهيون موڪلون پاڪستان ۾ گذاريون. انهيءَ دؤران هُن پاڪستان ۾ سيپٽمبر 1951ع ۾ نصرت سان شادي ڪئي. هُن پنهنجو سمورو وقت تعليم ۽ دنيا کي ڏسڻ ۾ خرچ ڪيو هو، تنهنڪري کيس "مجلس" جهڙي اداري ۽ آڪسفورڊ يونين ۾ وجڻ جو موقعو نہ مليو: پر ها، هُو ڪڏهن ڪڏهن يونين جي آفيس ۾ ضرور هليو ويندو هو.

1952ع ۾ آڪسفورڊ ۾ پنهنجي پڙهائي پوري ڪرڻ کان پوءِ زُلفي قانون جو امتحان ڏيڻ لاءِ لنڪنز اِن لنڊن ويو. هڪڙي سال ۾ئي هُو وڪيل بڻجي ويو ۽ کيس سائوٿ همپٽن يونيورسٽيءَ ۾ عالمي قانون جي پروفيسر جو عهدو ملي ويو، پر هُو پروفيسر جي ذميواري نڀائي نہ سگهيو، ڇوتہ سندس والد سخت بيمار ٿي پيو ۽ کيس پاڪستان موٽڻو پيو. پوءِ هُن ڪنگز ڪاليج ڪيمبرج ۾ داخلا ورتي، تہ جيئن پنهنجي پڙهائي جاري رکي سگهي، پر والد جي بيماريءَ سبب سندس ڪيمبرج وڃڻ بہ

ممڪن بڻجي نہ سگھيو. امتحان ڏيڻ کان پوءِ زُلفي انگلينڊ جي راڻيءَ جي صلاحڪار ۽ مشهور وڪيل ايش لنڪن سان گڏجي ڪم ڪيو. نومبر 1953ع ۾ پُٽي ڪي پنهنجي گھريلو ڪمن جي سارسنڀال لاءِ پاڪستان موٽڻو پيو.

والد جي ڏکيءَ اُگھائيءَ ۽ پنهنجي ڀاءُ سڪندر علي خان جي لاپرواهيءَ سبب زُلفي جي خانداني زمينداريءَ جي حالت ڏاڍي بگڙيل هئي. گھر پُهچندي ئي زُلفيءَ زمينن جي سارسنڀال پنهنجي هٿ ۾ ورتي، پر اُن جو اهو مطلب نہ آهي، تہ زُلفي لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد ضلعن ۾ ڦهليل پنهنجيءَ زمينداريءَ کي سنڀالڻ ۾ئي وقت وڃائڻ لڳو، پر گڏوگڏ هُن وڪالت ڪرڻ لاءِ ڪراچيءَ ۾ دفتر بہ کوليو. ڪم سِکڻ لاءِ هُن سائين رامچنداڻيءَ کي پنهنجو اُستاد بڻايو. هُو ديواني ۽ فوجداريءَ جو ڏاڍو سُٺو وڪيل هو، پر رامچنداڻيءَ ڏٺو، تہ هُن جو هيءَ اسسٽنٽ هڪڙي ڏينهن ساڻس مقابلو ڪري سگھي ٿو، ڇوتہ هُو ڏاڍا اوچا خواب ڏسندو هو، تنهنڪري هُن پنهنجي شاگرد کي ڪا تربيت نہ ڏني، ويتر جيترو ٿي سگھيو، اها ئي ڪوشش ڪيائين، تہ زُلفي وڪالت جو ڏنڊو نہ ڪري. هُن زُلفي جو حوصلو هارڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، ۽ ڪيس مشورو ڏنائين، تہ اجايو وڪالت ۾ پنهنجو وقت نہ وڃاءِ، رُڳو سياست ڏانهن ڌيان ڏي، جنهن لاءِ تون بيحد مناسب آهين.

پُٽو، رامچنداڻيءَ جو مقصد سمجھي ويو. هُن ڪانٽس ڊار تي پنهنجو ذاتي دفتر کوليو ۽ ديواني توڙي فوجداري مقدمن جا مقامي طريقا سِکڻ لڳو. هُن پاڻمرادو گواهيءَ واري قانون جو اڀياس شروع ڪيو، تہ جيئن عدالت ۾ صحيح طريقي سان وڪالت جو ڪم ڪري سگھي.

اتفاق جي ڳالھ آهي، تہ زُلفيءَ جيڪو پهريون مقدمو ورتو، تنهن جي شُنوائي پاڪستان هاءِ ڪورٽ جي سنڌ چيف ڪورٽ جي فُل بينچ آڏو ٿي. تڏهن ڪانسٽينٽائن نالي هڪڙو انگريز چيف جسٽس هو. جڏهن پُٽي مقدمي جا دليل ۽ پيروي ختم ڪئي، تہ چيف جسٽس کُليءَ دل سان سندس ساراهہ ڪئي. هُن چيو، تہ آءٌ عدالت ۾ ويساهہ سان چئي سگھان ٿو، تہ ذوالفقار علي پُٽي جو نالو تُرت ئي پاڪستان ۾ چوٽيءَ جي وڪيلن ۾ ڳڻيو ويندو. هيءَ ڳالھ زُلفيءَ کي ڏاڍي سُٺي لڳي. سچ هي آهي، تہ زُلفيءَ کي پنهنجي ساراهہ ٻُڌي يا شاباس ملڻ تي ايڏي خوشي ٿيندي هئي، جنهن جي ڪا حد نہ آهي.

پُٽي ٻيا بہ ڪيئي مُنجهيل ۽ ڏکيا ڪيسَ پنهنجي هٿ ۾ ڪنيا. قتل جي ڪيسن ۾ جيترين بہ اپيلون ڪيائين، تن سڀني ۾ هُو سوڀارو ٿيو. ڪنهن بہ اپيل ۾ ڪيس

ناڪاميءَ جو مُنهن نه ڏسڻو پيو. هڪڙي ڪيس ۾ ته هن جي سامهون پاڪستان جا وڏا وڏا وڪيل هئا. هيءَ مقدمو چانڊيو قبيلي جي وراثت بابت هو ۽ گهڻو مُنجهيل ڪيسَ هو. چانڊيو قبيلي جي سردار وٽ هندستان ۽ پاڪستان ۾ وڏي جاگير هئي. پُٽني ڪي ان مشهور ڪيس ۾ سوپ ملي. هيڏانهن لاڙڪاڻي ۽ جيڪب آباد جي زمينداريءَ وارين ذميوارين ڪيس پريشان پئي ڪيو ۽ هوڏانهن وڪالت جي ڪم ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿيندو پئي ويو. مؤڪل پُٽني وٽ ايندا هئا، پر سندس دفتر ڪي تالو لڳل هوندو هو. هن جا مخالف وڪيل سندس خلاف اهي افواهه ڦهلائيندا هئا، ته پُٽني وڪالت ڇڏي ڏني آهي. زُلفيءَ محسوس ڪيو، ته سياست جيان وڪالت به هڪ اهڙي زال آهي، جيڪا ڏاڍي ساڙيلي ٿئي ٿي، ۽ ڪنهن "سُريت" ڪي سهي نٿي سگهي، پر سڄو وقت پاڻ وٽ ئي رهائڻ چاهي ٿي.

1956ع جي انهن ڏينهن ۾ زُلفيءَ ڪي جڏهن به وقت ملندو هو، ته هُو سنڌ مسلم ڪاليج ۾ عالمي قانون پڙهائڻ لاءِ ڪراچي هليو ويندو هو. برڪلي ۾ شاگرد طور هُن پروفيسر هنس ڪيلسن ۽ پروفيسر ليسڪي ڪان جيڪو علم ورتو هو، سو زُلفي سنڌ مسلم ڪاليج جي شاگردن جي ذهن ۾ ويهارڻ پئي چاهيو، آءِ اِن ڏس ۾ رُڳو قياس ئي ڪري سگهان ٿو.

هڪڙي پاسي هو پنهنجي زميني ملڪيت بابت ذميواريون پوريون ڪندو هو، ته وري ٻئي پاسي عدالت ۾ وڪالت جا فرض نڀائيندو هو. زُلفي سياسي هلچلن جي ڪُنّ ۾ به ڦاسي پيو هو، جيڪو اولهندي پاڪستان ۾ مختلف صوبن کي ختم ڪرڻ جي سرڪاري فيصلي سبب پيدا ٿيو هو. پاڪستان سرڪار، اولهندي پاڪستان جي سمورن صوبن کي ختم ڪري هڪڙي صوبي ناهڻ جو فيصلو ڪيو هو. هيءَ فيصلو ايڏو خطرناڪ هو، جو اُن جا اثر ڏاڍا خطرناڪ نڪتا پئي، تنهنڪري سرڪار خلاف هڪڙي زبردست مخالف تحريڪ اُڀري آئي. پُٽني محسوس ڪيو، ته هُو خاموش تماشائيءَ جيان ان صورتحال کي ڏسي ماٺ ڪري ويهي نٿو سگهي، تنهنڪري هُو سياسي ميدان ۾ لهي پيو. زُلفيءَ ڪي سنڌ يوٿ فرنٽ جو صدر چونڊيو ويو. هُن هڪڙي صوبي ناهڻ جي سخت مخالفت ڪئي. گڏوگڏ هُن هڪڙو پمفليٽ به لکيو، جنهن جو نالو هو: "پاڪستان گڏيل صوبائي ملڪ آهي يا هڪڙو صوبو." سنڌ صوبي جي حڪومت تڏهن 'آمر' جي هٿ ۾ هئي. هُن زُلفيءَ جي گرفتاريءَ بابت سنجيدگيءَ سان ويچار ڪيو، پر سنڌ جي سياست ۾ پُٽني گهراڻي جو ڪافي اثر هو ۽ زُلفيءَ جي والد جي تمام وڏي سياستدان طور گهڻي عزت ڪئي ويندي هئي. هُن ڪي سنڌ اڏيندڙ مڃيو

ويندو هو، ڇوته سندس ڪوشش سبب سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسيءَ کان الڳ ڪري ڌار صوبو ٺاهيو ويو هو. تنهنڪري هُن جو ايڏو خاص مقام هئڻ سبب زُلفيءَ خلاف ڪا ڪارروائي نه ڪئي وئي.

زُلفي کي ڪيئي ڀيرا ڇتاءُ ڏنو ويو ۽ رواجي ڳالهين ۾ ڪيس پريشان ڪرڻ جي ڪوشش به ڪئي وئي. جڏهن هيءَ هلچل ختم ٿي، ته زُلفيءَ جي والد محسوس ڪيو، ته زُلفيءَ تي سياست جو دائمي نشو چڙهي چُڪو آهي. سر شاهنواز، زُلفيءَ کي چيو، ته مناسب اهو آهي، ته هُو سياست ۾ حصو وٺي. رڳو اهو نه پر هُن اهو به مڃيو، ته هُن زُلفيءَ کي سياست جي تعليم ڏني آهي ۽ کيس اُميد آهي، ته زُلفي سياست ۾ اهم ڪردار نڀائيندو، پر گڏوگڏ هُن اهو به چيو، ته سياست ۾ وقت گهڻو اهم هُجي ٿو، تنهنڪري جيڪڏهن زُلفيءَ وقت کان اڳ سياست ۾ ڪاهي پيو، ته سخت غلطي ڪندو. اهڙي غلطي جيڪا ڪڏهن به دُرست نه ٿي سگهندي. اهو ئي سبب آهي، جو زُلفيءَ صوبائي چونڊن ۾ حصو نه ورتو ۽ نه سياسي سرگرمين ۾ شرڪت ڪئي. پوءِ زُلفيءَ مون کي ٻڌايو، ته تڏهن مٿس جيڪي پابنديون مڙهيون ويون هيون، تن سان کيس ڏاڍي تڪليف پهتي هئي.

1956ع ۾ تائين زُلفي پنهنجو گهڻو وقت زميندَاريءَ جي انتظامن تي ڏيندو رهيو. لاڙڪاڻو ۾ هُن جو هڪڙو ڏاڏاڻو گهر هو، جتي سندس والد وٽ موتي لال نهرو ۽ قائداعظم محمد علي جناح رهي چُڪا هئا، ۽ ٻيون به ڪيئي سُندر ساروٽيون اُن گهر سان واڳيل هيون. گهر جي ٻين ماڻهن جي مخالفت هوندي به هيءَ گهر زُلفيءَ ڊهرائي ڇڏيو.

انهيءَ گهر جي جاءِ تي زُلفيءَ هڪڙو نئون گهر ٺهرايو، جيڪو 1955ع ۾ ٺهي راس ٿيو. پوءِ هُو گهڻو وقت لاڙڪاڻي ۾ ئي رهڻ لڳو. هُن پنهنجي گهراڻي ۽ قبيلي جي ماڻهن سان رابطا ۽ ناتا وڌايا. نوان نوان دوست ٺاهيائين. لاڙڪاڻي کان ڪراچي بجاءِ جيڪب آباد وڃڻ وڌيڪ سولو هو، تنهنڪري هُو لڳاتار جيڪب آباد وڃڻ لڳو. اُن ضلع ۾ هُن جي گهراڻي جا ڪيئي مائٽ هئا، جن سان هُن لاڳاپا وڌائڻ شروع ڪيا. زميندَاريءَ جو انتظام صحيح ڍنگ سان ٿيڻ سبب ڪيس معاشي طرح ڏاڍو فائدو ٿيو. زُلفي ٽريڪٽر ورتا ۽ نَون طريقن سان ڪڙمت ڪرائڻ لڳو.

1950ع جي اونهاري ڪانپوءِ مونکي زُلفيءَ بابت ڪا ڄاڻ نه ملي، ۽ نه ئي زُلفيءَ سان منهنجي ملاقات ٿي. اسان 1950ع ۾ برڪلي مان ڌار ٿيا هئاسين. ڪڏهن ڪڏهن اهڙي شخص سان ملاقات ٿي ويندي هئي، جيڪو زُلفيءَ سان ملاقات ڪري ايندو هو. اُهو مونکي ڪيس بابت ڳالهيون ٻڌائيندو هو ۽ چوندو هو، ته هُن توهان لاءِ سلام ڇيا

آهن. انهيءَ دوران زُلفي ڪراچيءَ ۾ مشهور ٿيندو ويو. ماڻهو هُن کي هوشيار سياستدان سمجهڻ لڳا هئا.

جڏهن زُلفي انگلينڊ ۾ هو ۽ آڪسفورڊ ۽ لنڪنز اِن ۾ قانون جي تعليم پئي ورتائين، تڏهن آءُ چندي ڳڙهه ۾ لاڪار بوزي جرزٽ، فرائي ۽ ڊاروسان گڏ چندي ڳڙهه جي اڏاوت ۾ رُڌل هوس. 1953ع ۾ اڏاوتي فن جي ڊگري وٺي آءُ بمبئي موٽي آيس. اتڪل تن ڏينهن ۾ زُلفي وڪالت شروع ڪرڻ ڪراچي پهتو هو.

زُلفي ڏاڍي سولائيءَ سان عوام وچ ۾ پنهنجو مقامي ناهي ورتو هو. اسڪندر مرزا، ڀُٽي گهراڻي جو پراڻو دوست هو. جڏهن زُلفيءَ جو والد بمبئي پريزيڊنسيءَ ۾ وزير هو، تڏهن مرزا جو چاچو بمبئي ۾ انجنيئر جي عهدي تي هو. مرزا جو چاچو ۽ زُلفيءَ جو والد گهاٽا دوست هئا. زُلفيءَ جون ملاقاتون صدر اسڪندر مرزا ۽ جنرل ايوب خان سان اڪثر ٿينديون رهنديون هيون. اِهي ملاقاتون سياري جي مُند ۾ لاڙڪاڻي ۾ ئي ٿينديون هيون، ڇوته تڏهن اهي ٻئي سياستدان اُتي ويندا هئا. هنن جي ملاقات زُلفيءَ جي والد سان اڪثر ٿيندي هئي. اُهي انهن کي ٻنپهرن يا رات جي مانيءَ کائڻ لاءِ گهُرائيندا هئا. اهي اڪثر زُلفيءَ جي چاچي سان گڏ شڪار ڪرڻ ويندا هئا. پاڪستان ۾ هُن وٽ سيني ڪان وڌيڪ شاندار شڪارگاهه هئي.

هڪڙي ڀيري اسڪندر مرزا سان زُلفيءَ جي گهڻي دير تائين ڳالهه ٻولهه ٿيندي رهي. هيءَ ڳالهه 1955ع جي پڇاڙڪن ڏينهن جي آهي. صدر ان ڳالهه ٻولهه کان ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ هن فيصلو ڪيو، ته سيڪيورٽي ڪائونسل ۾ جڏهن ڪشمير جي مسئلي تي بحث ٿيندڙ هجي، تڏهن پاڪستاني نمائندي طور زُلفيءَ کي اُتي موڪليو وڃي.

تڏهن چوڌري محمد علي پاڪستان جو وزيراعظم هو. اسڪندر مرزا هُن کي چيو، ته ڀُٽي کي وفد ۾ شامل ڪيو وڃي. چوڌري محمد علي، ڀُٽو جو ويجهڙائيءَ سان اڀياس ڪرڻ لاءِ ڪيس پاڻ وٽ گهُرايو. پر بدقسمتيءَ سان ڀُٽو ڪيس ڊگهي ڳالهه ٻولهه ڪانپوءِ به متاثر ڪري نه سگهيو، ڇوته زُلفي ۽ چوڌري محمد عليءَ وچ ۾ ان ڳالهه تي اختلاف ٿيو، ته سيڪيورٽي ڪائونسل ۾ ڪشمير مسئلي تي بحث ڪيئن ڪيو وڃي. گڏوگڏ ڪجهه گهريلو سياسي مسئلن تي به اختلاف ٿي پيو. چوڌري محمد علي، اسڪندر مرزا کي صاف چئي ڏنو، ته سيڪيورٽي ڪائونسل ۾ ڪشمير جي مسئلي تي بحث لاءِ پاڪستاني نمائندي طور زُلفيءَ کي نٿو موڪلي سگهجي، ڇوته هُو ان مامري ۾ اڃا ٻار آهي.

ڪجهه مهينن ڪانپوءِ اسڪندر مرزا، زُلفيءَ کي ڪراچيءَ گهُرايو. هُن، زُلفيءَ کي

چيو، تہ آءٌ چوڌري محمد عليءَ کان ڏاڍو ڪاوڙيل آهيان، ڇوتہ هُن توکي پاڪستان جي نمائندي طور سيڪيورٽي ڪائونسل ۾ نہ موڪليو، پر جيئن تہ هُو وزيراعظم آهي، تنهنڪري آءٌ هُن جي ڳالهہ کي رد نٿو ڪري سگهان. اسڪندر مرزا، زُلفي سان وچن ڪيو، تہ سيپٽمبر 1956ع ۾ جڏهن اقوام متحده جي ويهڪ ٿيندي، تڏهن کيس آمريڪا ضرور موڪليو ويندو.

ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ حُسين شهيد سهروردي وزيراعظم بڻجي ويو. انهيءَ کان اڳ 1955ع ۾ هُن جي گهر ۾ زُلفي ۽ شيخ مجيب الرحمان وچ ۾ جهيڙو ٿي چُڪو هو. سهروردي زُلفيءَ جو نالو 1956ع ۾ اقوام متحده جي گڏجاڻيءَ ۾ ويندڙ وفد واريءَ فهرست مان ان سبب ڪري نہ ڪڍيو، بلڪ اُن جو اصل سبب هيءَ هو، جو سهرورديءَ، زُلفيءَ کي ڪيئي ڀيرا چيو هو، تہ هُو عوامي ليگ ۾ شامل ٿي وڃي، پر زُلفيءَ هر ڀيري هُن جي آڇ کي نامنظور ڪيو هو: تنهنڪري سهروردي، زُلفيءَ کان سخت ڪاوڙيل هو.

اصل ۾ هڪ ڀيرو سهروردي، زُلفيءَ جي گهر ويو ۽ هُن، سر شاهنواز کي چيو، تہ هُو زُلفيءَ کي عوامي ليگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ چوي. پر سر شاهنواز چيو، تہ زُلفي کي اِن ڳالهہ ۾ مڪمل آزادي آهي، تہ هُو جنهن پارٽيءَ ۾ بہ چاهي، شامل ٿي سگهي ٿو، ۽ والد جي حيثيت سان هُو پنهنجو ڪو فيصلو زُلفي مٿان مڙهڻ نٿو چاهي. هُن جي اُن جواب ۾ سهرورديءَ کي پنهنجي توهين ڏسڻ ۾ آئي. هُن جو ويچار هو، تہ جيڪڏهن سر شاهنواز چاهي ها، تہ زُلفي عوامي ليگ ۾ ضرور شامل ٿي وڃي ها.

شايد انهيءَ سبب سهروردي، زُلفيءَ کي ڏک ڪڍڻ پئي چاهيو، ۽ تنهنڪري هُن اقوام متحده ويندڙ وفد مان زُلفيءَ جو نالو ڪڍي ڇڏيو. اسڪندر مرزا کي ڏاڍي شرمندگي محسوس ٿي. 1956ع ۾ سياري جي مُند ۾ جڏهن هُو لاڙڪاڻي ويو، تہ هُن صفائي ڏيڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر سندس ڳالهين مان چِٽو ظاهر ٿيو پئي، تہ هُو گهڻي شرمندگي پيو محسوس ڪري. هيءَ ڳالهہ وينل مڙني ماڻهن محسوس ڪئي. زُلفيءَ هڪدم چيو، تہ اهڙن وفدن ۾ وڃڻ ڪو ايڏو اهم نہ آهي. جڏهن وقت ايندو، تہ هُن کي پاڻمرادو اهڙي قسم جي وفدن ۾ شامل ڪيو ويندو، تنهنڪري اِن ڳالهہ تي ڳڻتيءَ جي گهُرج نہ آهي.

1957ع ۾ ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن کي ختم ڪيو ويو. صدر اسڪندر مرزا آڇ ڪئي، تہ زُلفي ڪراچي ڪارپوريشن جي ميئر طور ڪارپوريشن کي پنهنجي هٿن ۾ وٺي، پر هُن صاف انڪار ڪيو. هُن چيو، تہ هُو اهڙي عهدي تي ڪم

ڪرڻ نٿو چاهي، جنهن جي چوند ٿيندي هجي. گڏوگڏ سنڌ جي اندروني علائقن جي ڪمن ۾ هُو ايڏو رُڌل هو، جو ڪراچي ڪارپوريشن لاءِ پورو وقت نٿو ڏئي سگهي.

سيپٽمبر 1957ع ۾ سهروردي وزيراعظم ٿيندي ئي زُلفيءَ کي پاڪستاني نمائندي طور اقوام متحده ۾ پاڪستاني وفد سان گڏ موڪليو. هن پيري وزيراعظم ڪو اعتراض نه ڪيو. زُلفيءَ جي چمار تڏهن اوٽتيهه ورهيه هئي. هُن اقوام متحده جي ڇهين ڪميٽيءَ ۾ ”حملي جي وصف“ تي هڪڙي تقرير ڪئي، جنهن کي اڄ به ڪجهه ڏُريون اِن موضوع تي شاندار تقرير مڃين ٿيون. توڙي کي ماڻهواِن ڳالهه کي نٿا مڃين.

جڏهن ڀُٽو اقوام متحده ۾ هو، تڏهن 1957ع ۾ 19 نومبر تي لاڙڪاڻي ۾ سر شاهنواز لاڏاڻو ڪري ويو. والد جي موت ڪانپوءِ پيدا ٿيندڙ مامرن کي سُلجهائڻ لاءِ ڀُٽي کي اوڏيءَ مهل آمريڪا کان واپس پاڪستان موٽڻو پيو. ڪو گهڻو مُنجهيل مامرو نه هو، ۽ نه ئي ڪو گهريلو جهيڙو هو، تنهنڪري ٻن مهينن ۾ئي وراثت بابت سمورا مامرا سُلجهايا ويا. ذوالفقار جي سيني ڀيٽن ۽ وڏي ڀاءُ سڪندر اُن ڳالهه تي اصرار ڪيو، ته هُو اڳوڻي جيان سڄيءَ زميندايءَ جي سنڀال ڪندو رهي. هُن گهراڻي جي ناماچاريءَ ۽ خوشحاليءَ جي ذميداري به سندس ڪُلهن تي وجهي ڇڏي.

مارچ 1958ع ۾ جڏهن فيروز خان نُون پاڪستان جو وزيراعظم هو، ته ڀُٽي کي پاڪستاني وفد جي اڳواڻ طور جنيوا ۾ گڏيل قومن جي سامونڊي قانونن بابت ٿيندڙ گڏجاڻيءَ ۾ موڪليو ويو. انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ زُلفيءَ ڏاڍي شاندار طريقي سان پنهنجا فرضَ نڀايا. انيڪ ملڪن جي سرڪارن پاڪستاني سرڪار کي لکت ۾ زُلفيءَ جي ڪم جي ساراهه ڪئي. آمريڪي پرڏيهي وزير جان فاسٽر ڊليس به گهڻي واکاڻ ڪئي.

اسڪندر مرزا ۽ ايوب خان جڏهن حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو، ته سرڪار هلائڻ لاءِ اهڙن ذهين ۽ سمجهدار ماڻهن جي ڳولا شروع ٿي، جن جو فوج سان ڪو ناتو نه هو. هر سرڪار سدائين اها ڪوشش ڪري ٿي، ته سرڪار ۾ هر صوبي جي نمائندگي هجي. سنڌ جي نمائندگيءَ لاءِ جڏهن نظر ڊوڙائي وئي، ته مناسب اهو سمجهيو ويو، ته چوند ڪجهه بااثر گهراڻن مان ئي ڪئي وڃي. تڏهن ذوالفقار علي ڀُٽو سيني کان وڌيڪ لائق ڏسڻ ۾ آيو.

ڀُٽو گهراڻي ۾ ذوالفقار علي سيني کان وڌيڪ لائق ۽ ذهين هو. هُن جو والد لنڊن ۾ 32-1931ع ۾ ٿيندڙ گول ميز ڪانفرنس ۾ ويو هو. بمبئي سرڪار ۾ هُن سنڌ جي نمائندي طور وزير جي عهدي تي ڪم ڪيو هو. هُو بمبئي پبلڪ سروس ڪميشن آف سنڌ جو صدر رهي چُڪو هو، ته سنڌ حڪومت جو خاص صلاحڪار به رهيو. پوءِ ڪيس

جهوناڳڙهه جو ديوان بڻايو ويو هو. ايئن پِتي جو هڪڙو قدرتي سياسي پس منظر به هو. تعليم ۽ ڪاروباري نقطي ڪان به پِتي ۾ ضروري قابليت ۽ صلاحيت هئي. تنهنڪري هيءَ عجب جوڳي ڳالهه نه آهي، ته جڏهن سنڌ ۾ قابل ماڻهن جي ڳولا ٿي، ته پِتي تي ئي سيني جي نظر پئي. رڳو اهو نه، پر پِتي کي حڪومت جو ٿورڙو تجربو به هو. هو گڏيل قومن جي ٻارهين گڏجاڻيءَ ۾ پاڪستاني وفد جو رُڪن هو. فيبروري 1958ع ۾ هُو جنيوا ۾ سامونڊي قانونن بابت اقوام متحده جي ٿيندڙ ڪانفرنس ۾ پاڪستاني وفد جو صدر به رهي چُڪو هو.

پِتي جي سُلڇڻائپ هيءَ آهي، ته هُو جيڪو به ڪم ڪري ٿو، سو دل سان ڪري ٿو. انهن ٻنهي موقعن تي هُن ڏاڍيءَ محنت ڪئي هئي. لاڳاپيل مامرن جو ڏاڍيءَ گهرائيءَ سان اڀياس ڪيو هئائين. دليلن ۽ حقيقتن کي چڱيءَ ريت سمجهي ياد ڪري ورتو هو ۽ ڏاڍيءَ هوشياريءَ سان پنهنجي ملڪ جي ڀلائيءَ ۽ سلامتيءَ جو خيال رکيو هئائين.

هيءَ ڳالهه ٻُڌڻ ۾ ٿورڙي عجيب لڳندي، پر سچ اهو ئي آهي، ته پِتو انهن ماڻهن مان نه آهي، جيڪي ٻين کي ڌڪا ڏيئي يا نُونڻيون هڻي اڳتي اچڻ ٿا. پنهنجي تعليم ۽ عادتن سبب پِتو پنهنجي بزرگن ۽ سينيئر ماڻهن جو ڏاڍو احترام ڪري ٿو ۽ جڏهن هُو پاڻ کنهن جي ماتحتيءَ ۾ ڪم ڪري ٿو، ته ڏاڍيءَ سمجهداريءَ سان سندس واهر ڪري ٿو. انهن خوبين سميت هُن جي تعليمي قابليت، ذاتي واسطن ۽ گڏيل قومن ۾ شاندار ڪارنامن سبب پِتي کي ايوب وزارت ۾ واپار جو وزير مقرر ڪيو ويو.

پنهنجي وزارت جي شروع واري زماني ۾ پِتي جي اها ڪوشش نه هئي، ته هُو پنهنجو ڪيريئر بڻائي، بلڪ سندس ڪوشش اها رهي، ته هُو پنهنجي عهدي ۽ قابليت سان ملڪ کي وڌ کان وڌ فائدو پهچائي. ”دي اسٽيٽ آف پاڪستان“ نالي ڪتاب ۾ ايل. ايف. رسبُرڪ وليمز هِن بابت لکيو آهي:

”پوءِ هُن کي (حفيظ الرحمان کي) واپار واري وزارت جو ڪم سونپيو ويو. اڳ ۾ هي ڪاتو ذوالفقار علي پِتي جي قابل هٿن ۾ هو، جيڪو سياست ۾ اڃا تازو داخل ٿيو هو، پر محترم پِتي اقتصادي ماهرن وچ ۾ پنهنجو هڪڙو خاص ۽ احترام جوڳو مقامي ناهي ورتو هو. پوءِ هُن توانائي، بجليءَ ۽ قدرتي وسيلن جي وزير جو عهدو سنڀاليو ۽ محمد علي بوگرا جي وفات کانپوءِ پرڏيهي وزير بڻيو.“

1953ع کانپوءِ زُلفيءَ جي زندگيءَ بابت پڙهڻ ۽ کوجنا ڪندي مونکي اهڙو هڪ به مثال نه مليو، جڏهن پِتي کنهن اهڙي ڳالهه يا شيءِ جي گهُر ڪئي هُجي، جنهن کي ماڻڻ لاءِ هُن پنهنجي قابليت ۽ اهليت ثابت نه ڪئي هجي. عهدي جي لالچ ۾ هُن

پاڪستان لاءِ ڪنهن اهم بنيادي مسئلي تي پنهنجي نوس اصولن کان ٽيڙ کائي ڪڏهن ڪو سمجهوتو نہ ڪيو.

انهيءَ ڳالهہ جا انيڪ ثبوت هوندي بہ مرزا ۽ ايوب جي فوجي انقلاب ڪانپوءِ سرڪار ۾ پُٽي جي وزير بنجڻ تي ماڻهن ڪيئي قسمن جا خيالي گهوڙا ڊوڙايا. ”لنڊن آبزرور“ اسڪندر مرزا ۽ جنرل ايوب خان لاءِ 6 جنوري 1962ع ۾ ڪيل شڪار واري بندوبست بابت لکيو هو. هي انتظام پُٽي ڪيا هئا. ممڪن آهي، تہ ان سازش ۾ پُٽو ميزبان طور ئي شامل نہ ٿيو هجي. چيو وڃي ٿو، تہ ان سازش جو بنياد ان شڪار دؤران رکيو ويو هو. جيڪا بہ ڳالهہ هُجي، پر سچائي هيءَ آهي، تہ پُٽي منجهان مرزا توڙي ايوب ٻئي ڄڻا خوش هئا، تنهنڪري هُن کي وزارت ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ٻنهي ڄڻن کي هڪ ٻئي لاءِ ڪجهہ وڌيڪ چوڻو ٻُڌڻو نہ پيو.

زُلفيءَ کي اُن بابت ڪا غلط فهمي نہ هئي، تہ هُن جو واسطو ڪنهن اهڙي طبقي سان آهي، جنهن کي ڪجهہ خاص حقَ ۽ رُتبو مليل آهي. هُن اُن سچائيءَ کي نروار ڪندي پنهنجي ان حالت مان ملندڙ مفاد جي ڄِڻائي ڪئي آهي. 10 جولاءِ 1962ع تي قومي اسيمبليءَ ۾ تقرير ڪندي هُن چيو هو:

”آءٌ هِن سماج ۽ طبقي جو هڪڙو ڀاڱو آهيان. اڄ وزير جي حيثيت سان هتي مون کي تقرير ڪرڻ جو موقعو مليو آهي، تنهن جو بہ شايد اهو سبب آهي، جو آءٌ اُن خاص طبقي ۽ سماج جو هڪڙو حصو آهيان، جنهن کي خاص حقَ مليل آهن: تنهنڪري منجهانئس ملندڙ مفادن ۽ ان سچائيءَ هوندي بہ اسان منجهان اڪثر ماڻهو هن نظام جي سلامتيءَ لاءِ جدوجهد ڪندا. هن نظام ۾ انيڪ اوڻايون ۽ ڪيتريون ئي ڪوتاهيون آهن. هي نظام اهو آهي، جتي خطرناڪ سمجهوتا ۽ سازشون ٿين ٿيون، جنهن سان عوام کي نقصان پُهچي ٿو. ماڻهن جي غربت کان اُهي اکيون بند ڪري ٿا ڇڏين، جنهن سان سُستيءَ ۾ واڌارو ٿئي ٿو. جاگيرداراڻي نظام جا بہ رُڪن جڏهن پاڻ ۾ وڙهندا هئا، تہ عوام جي غربت لڳاتار قائم رهندي هئي. ترقيءَ جو ڪو ڪم نہ ٿيندو هو. ڪارخانن جي اڏاوت نہ ٿيندي هئي. رستا نہ ٺهندا هئا. اچڻ وڃڻ ۽ پيغام پهچائڻ جو ڪو وسيلو نہ هوندو هو. مڪمل اونداهي، هر پاسي غربت ۽ تڪليفون ڦهليل هيون. رڳو ڪجهہ وڏا ماڻهو، ڪجهہ چونڊيل ماڻهو خوشحال بڻجي ويندا هئا. هي مغرور زميندار ڪهڙا مامرا سُلجهائڻ لاءِ اڳتي ايندا هئا؟ ڇا اُهي مظلومن جي ڀلائيءَ جي ڳالهہ ڪڏهن سوچي سگهندا هئا؟“

ايوب وزارت ۾ وزير طور پهريون پيرو 1958ع کان جنوري 1960ع تائين واپار

جي وزير واري عهدي تي ۽ پوءِ اقليت، قومي اڏاوت ۽ سُڌ سماءَ وارن مامرن جي وزير واري عهدي تي زُلفيءَ جيڪو ڪم ڪيو، سو ڳَٽپ جوڳو آهي. پوءِ قدرتي گئس، توانائي، بجلي ۽ ڪشمير جي مامرن واري نئين وزارت جو ڪم سنڀاليائين. اُنهن سڀني عهدن تي ڀُٽي ڏاڍي سهڻي ۽ بهتر طريقي سان ڪم ڪيو. ڪم ڪرڻ مهل هُن ۾ تجربو ماڻڻ ۽ سِکڻ جو جذبو رهندو هو. جڏهن ايوب وزارت ۾ نئين آئين هيٺ هُن کي وري وزير بڻايو ويو، ته ڪيس پرڏيهي وزير جو عهدو ڏنو ويو، جنهن عهدي جي خواهش هُن کي ڪافي عرصي کان هئي، نيٺ سندس دلي تمنا پوري ٿي. هُو جيستائين وزير رهيو، هن نهايت ايمانداريءَ، احترام ۽ دلي لڳاءُ توڙي وفاداريءَ سان پنهنجا فرضَ نڀايا.

جڏهن 1965ع ۾ پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ جنگ ٿي ۽ وري تاشقند ناهه ٿيو، ته ايوب ۽ ڀُٽي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿيو. ڪجهه ڳالهيون ڀُٽي جي خيالن ۽ اصولن جي قطعي خلاف هيون. ايوب خان سان اختلاف ڪانپوءِ ڀُٽو ٿوري وقت لاءِ ماٺ رهيو. انهيءَ جو هڪڙو سبب هي به هو، ته ڪيس تاشقند نهراءُ کان سخت مايوسي ٿي هئي، پر اصل سبب هي هو، ته مٿس ايوب جو ويساهه ڪجهي ڇُڪو هو ۽ هُن، زُلفيءَ سان صلاح مشورو ڪرڻ ڇڏي ڏنو هو. ڀُٽي ڪيئي ڀيرا استعيفيٰ ڏيڻ جي آڇ ڪئي، ۽ ڌمڪي ڏني، ته هُو استعيفيٰ ڏئي ڇڏيندو، پر ايوب رتي ڇڏيو هو، ته جڏهن سندس مرضي هوندي، تڏهن هُو زُلفيءَ کي ڪڍي ڇڏيندو. اصل ۾ ايوب، ڀُٽي کي گهُرائي چٽي ڇڏيو هو، ته جيڪڏهن ڀُٽي ڳالهه وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي، ته اُن جا ڪيس سخت ۽ خطرناڪا نتيجا ڀوڳڻا پوندا. نيٺ ايوب، ڀُٽي کي زبردستيءَ بيماريءَ جي موڪل ڏئي لنڊن موڪلي ڇڏيو ۽ ايئن هُن کي پنهنجي وزارت مان ڪڍي ڇڏيائين.

تاشقند اعلان جو نتيجو هي نڪتو، جو پاڪستان ۾ بدامني ڦهلجڻ شروع ٿي ويئي ۽ آهستي آهستي منجهس واڌارو ٿيندو ويو. ڀُٽو بلڪل ماٺ رهيو، پر دل ئي دل ۾ هُو خوش هو، ته هڪ اهڙي هلچل شروع ٿي چُڪي هئي، جنهن کان پوءِ ڪيس سڀني کان وڌو عهدو ملڻ جي اُميد هئي.

پنهنجي وزارت مان ڪڍڻ ڪانپوءِ ايوب ڏٺو، ته ڀُٽو تي ضابطو آڻڻ ڏينهون ڏينهن ڏکيو ٿيندو پيو وڃي، تنهنڪري هُو ڀُٽي کي تنگ ڪرڻ ۽ ڪيس نقصان پهچائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. ڀُٽي جو ته اهو به چوڻ آهي، ته هڪڙي ڀيري ايوب ڪيس مارائڻ جي سازش به ڪئي هئي ۽ پنهنجي منصوبي کي عملي روپ ڏيڻ لاءِ هُن ڪجهه ماڻهن کي اُن سازش ۾ شامل ڪيو هو. ڳجهي پوليس جي ڪاتن، ۽ ٻين

سرڪاري عملدارن کي پُٽي، سندس گهراڻي جي ماڻهن ۽ دوستن خلاف ڪارروائي ڪرڻ جي هدايت ڏني وئي. هڪڙي پيري ايوب سرڪار قومي اسيمبليءَ ۾ اهو به اعلان ڪيو، ته پُٽو اصل ۾ پاڪستاني نه، پر هندستاني آهي.

پُٽي جي بزرگن واري زماني جي هٿيارن ۽ سندس گهراڻي جي ٻين هٿيارن کي ضبط ڪرڻ جون ڪيئي ڪوششون ڪيون ويون. هيءَ به ڪوشش ڪئي وئي، ته پُٽي، سندس مائٽن ۽ وفادار نوڪرن جي زمينن تي سرڪاري قبضو ڪيو وڃي.

# عڪس ۽ پاڇا

هُتي جو داستان هاڻي 1958ع تائين اچي پهتو آهي، تنهنڪري اُن دؤران جيڪي واقعا نروار ٿيا، ۽ جن ماڻهن جو پاڪستان ۾ نالو هو، تن بابت ڪجهه چوڻ نامناسب نه ٿيندو. هونئن ته هنن بابت پاڪستان ۽ هندستان ۾ گهڻو لکيو ويو آهي، تنهن هوندي به هيٺ اهڙن ماڻهن جا خاڪا ڏنا پيا وڃن، جن مان هتو پوي ٿو، ته پاڪستاني حڪمرانن بابت زُلفيءَ جو ڪهڙو ويچار هو. پوءِ گهڻن ورهين بعد منهنجي زُلفيءَ سان جيڪا ڳالهه ٻولهه ٿي، تنهن جي ساروٽين پٽاندر مون اِهي خاڪا مختصر لفظن ۾ پيش ڪيا آهن.

زُلفيءَ جو چوڻ هو، ته غلام محمد چَريو هو. هُن کي حڪومت سان بيحد محبت هئي، ۽ سندس سوچ نوڪرشاهيءَ جهڙي هئي. هُن غيرقانوني طريقي سان پاڪستان جي آئين ناهيندڙ اسيمبليءَ کي گهر پيڙو ڪري آمريت لاءِ رستو ناهيو. ٽاٽا ڪمپنيءَ جي ڊائريڪٽر جي حيثيت سان منهنجو والد ڪانئس چڱيءَ ريت واقف هو.

هُتي جو ويچار آهي، ته خواجا ناظم الدين ڏاڍو شريف پر ڪمزور شخص هو. هُن جي ڪنهن به ڳالهه کي ماڻهو تنقيد بنا نه مڃيندا هئا. انهيءَ جو هڪڙو سبب هي هو، جو هو اوپرندي پاڪستان جو هو ۽ سندس ڪردار بي داغ نه هو.

هُتي جي سمجهه موجب سر فيروز خان نُون زميندار هو ۽ پنهنجي عهدي لاءِ بلڪل موزون نه هو. هُو مسئلن تي سنجيدگيءَ سان نه ويچاريندو هو، پر هُو شريف هو. قسمت سان ڪيس وزيراعظم جو عهدو مليو هو. قسمت هُن جو ڪيئي ڀيرا ساٿ ڏنو هو، انهيءَ جو هڪڙو سبب هي هو، جو هُو ايڏو خطرناڪ سازشي نه هو، جيترا سندس دؤر جا ٻيا ماڻهو هئا.

زُلفيءَ جي چوڻ موجب سهروردي ٻين سياستدانن جي ڀيٽ ۾ گهڻو ڀَلو، سُنو ۽ متانهون هو. هُو بهادر ۽ ڏاهو هو، پر منجهس ڪجهه ذاتي ڪمزوريون هيون. هُو ماڻهن کي گهُرج کان وڌيڪ فائدو پهچائيندو هو. هُن کي پنهنجي ذميدارين جي ڀيٽ ۾ پارٽيءَ جي ڀلائيءَ جو وڌيڪ اونو هوندو هو. هُن جو پنهنجو ڪو ذاتي فلسفو ۽ اصول نه هو. هُن کي ان ڳالهه تي به شرم نه ايندو هو، ته ماڻهو اهو سمجهن ٿا، ته هُو

رڳو حڪومت هٿ ڪرڻ ڪي ئي پنهنجو سياسي فلسفو سمجهي ويٺو آهي. هڪڙو وقت اهڙو به هو، جڏهن هُن چاهيو پئي، ته پاڪستان جي پرڏيهي پاليسي آزاد هجي. هُو سماجوادي نظام جو به حامي هو، پر جڏهن فوجي معاهدا ٿيا، ته هو پهريون شخص هو، جنهن پنهنجي اصولن سان سمجهوتو ڪيو ۽ پنهنجا پراڻا وچن ۽ واعدا وساري ويٺو. اڳ ۾ آمريڪي ڪانئس ناراض رهندا هئا، پر پوءِ هُو آمريڪين جو وڏو شخص بڻجي ويو. اها ڳالهه چوڻ جي گهُرج نه آهي، ته انهن ڳالهين مان زُلفيءَ کي ڏاڍي بيچان ٿي آئي.

زُلفيءَ جو ويچار هو، ته اسڪندر مرزا ڏاڍو شريف هو، پر سياست بابت ذرو به نه ڄاڻندو هو. اسڪندر مرزا جي سوچ هئي، ته ماڻهن تي ٿورڙي مهرباني ڪري، ڪجهه لطيفا ۽ ٽوٽڪا ٻُڌائي هو ملڪي حڪومت هلائي ويندو. پر گڏوگڏ زُلفيءَ اهو به مڃيو، ته هُو انتهائي مُنجهيل مامرن کي بيحد سولو روپ ڏئي پيو.

آءِ. آءِ. چندريگر سدائين بمبئي جو رواجي واپاري ئي رهيو. هُن جو ورتاءُ سدائين بئنڪ مئنيجر جهڙو هوندو هو. هُن ڪڏهن اهو محسوس نه ڪيو، ته هُو سڀ کان وڏي اسلامي ملڪ جو وزيراعظم آهي. پُٽو ساڻس واضح نفرت ڪندو هو.

چوڌري محمد علي ڏاهو ۽ چالاڪ هئڻ سميت مڪار به هو. هُن جو ويچار هو، ته اُيرندي پاڪستان کي دبائي رکڻ گهُرجي. هُن جي شخصيت ڏاڍي وڏندڙ هئي ۽ ڳالهائڻ ٻولهائڻ ۾ ڏاڍو هوشيار هو: پر پُٽو جو چوڻ هو، ته ٻيلي ظاهري طور چوڌري محمد علي ڏاڍي سمجهداريءَ واري ۽ نهايت مناسب ڳالهه ڪندو هجي، پر باطن ۾ اهڙي ڳالهه نه هوندي هئي. هُن جي سوچڻ ۾ وسعت جهرڪيءَ جي گُجيءَ جيتري مس هئي. هُن کي به طرفداريءَ جو ڏاڍو شوق هو. زُلفيءَ جي لفظن ۾: "چوڌري محمد علي صوبائي نظريي کان مٿي چڙهي نه سگهيو، توڙي هُو ظاهر اهو ڪندو هو، ته سندس نظريو قومي آهي."

ڪو به شخص محمد علي بوگرا کي سُنو نه سمجهندو هو. زُلفيءَ جي چوڻ موجب، سياسي پس منظر هوندي به محمد علي بوگرا کي ماڻهو سمجهندا هئا، ته هُن جو ڪو بنياد نه آهي. هُو غلام محمد ۽ ٻين ماڻهن جي هٿن ۾ رانديڪو آهي. هُو واشنگٽن ۾ پاڪستان جو سفير هو، ۽ تنهن وقت خواجا ناظم الدين جي سرڪار کي گهر پيٽرو ڪيو ويو هو، ته ڪيس وزيراعظم جي عهدي تي مقرر ڪرڻ لاءِ آمريڪا مان هوائي جهاز وسيلي پاڪستان آندو ويو. هُو ڪجهه ڏينهن آمريڪا ۾ رهي چُڪو هو، تنهنڪري هُن آمريڪي طريقن موجب حڪومت هلائڻ جي ڪوشش ڪئي. جنهن

سبب ماڻهو ڪيس جوڪر يا مسخرو سمجهڻ لڳا هئا. هونئن هُو ڏاڍو ذهين ۽ وڻندڙ شخصيت جو مالڪ هو، پر وڏن ماڻهن ۾ جيڪي سُلڇڻايون ۽ گُڻ هئڻ گهُرجن، سي منجهس نه هئڻ جهڙا هئا.

زُلفيءَ جو سدائين هي ويچار رهيو آهي، ته 1953ع ۽ 1958ع دؤران جيڪي ٿي اهم فيصلا ڪيا ويا، تنهن سبب پاڪستان جي تاريخ بدلجي وئي. جيڪڏهن اِهي فيصلا نه ڪيا وڃن ها، ته نتيجا ٻيا هُجن ها:

1. آڪٽوبر 1954ع ۾ گورنر جنرل غلام محمد وسيلي غيرقانوني طريقي سان آئين ٺاهيندڙ ڪائونسل جي برطرفي.
2. پاڪستان جي آئين ٺاهيندڙ اسيمبليءَ ۽ قومي اسيمبليءَ ۾ صوبن جي آبادي پٽاندر نمائندگي بجاءِ هر صوبي کي هڪجيتوي نمائندگي ڏيڻ بابت آئيني فارمولو. (هيءَ فارمولو محمد علي فارمولو جي نالي سان مشهور آهي ۽ 14 سيپٽمبر 1953ع تي لاڳو ٿيو هو.)
3. اُلهندي پاڪستان جي چئن تاريخي صوبن جي ڌار صوبن واري حيثيت کي ميساري، سڄي اُلهندي پاڪستان کي غير قانوني طريقي سان هڪڙو صوبو ٺاهڻ. هيءَ ڳالهه آڪٽوبر 1955ع ۾ ٿي هئي. آئين ٺاهيندڙ اسيمبليءَ جي سندس ڪم ختم ٿيڻ کان اڳ معطلي. پاڪستان جي ٻنهي حصن ۾ برابريءَ وارو فارمولو زبردستيءَ مڙهڻ ۽ تاريخي صوبن کي ميسارڻ سان زوال ۽ بربااديءَ جو اهڙو رستو کُليو، جنهن سان پاڪستان کي اٽڪل پندرهن ورهين تائين فوجي آمريت جو عذاب ڀوڳڻي پيو ۽ پاڪستان جي جيڪا تصوير ٺاهي وئي هئي، سا بي رنگ ۽ بدصورت ٿي پئي.

ايوب وزارت ۾ وزير طور ذوالفقار علي ڀٽو، ايوب سرڪار جي حڪومت کي مشهوري ڏيارڻ ۾ گهڻي واهر ڪئي. جيئن ايل. ايف. رشبُرڪ وليمز پنهنجي ڪتاب "دي اسٽيٽ آف پاڪستان" ۾ لکيو آهي:

"جيڪا ڳالهه عوام کي سيني کان وڌيڪ پسند آئي هئي، سا هيءَ هئي، جو سرڪاري ملازمن جي رَويي ۾ ڏاڍو ڦيرو اچي ويو هو. جيئن پوئين مضمون ۾ لکيو ويو آهي. ڪرپشن ۽ ڪم جي قابليت نه هئڻ جي بُرائيءَ خلاف مهم شروع ڪئي ويئي. سرڪاري ملازمن جي سمورن ريڪارڊن جي پڙتال ڪئي وئي، انهن بابت جاچ ڪئي وئي. جنهن جي نتيجي ۾ پهرين درجي جي 138 غير فوجي آفيسرن، ٻئي درجي جي 221 آفيسرن ۽ ٽئين درجي جي 1303 ملازمن خلاف ڪاروائي ڪئي وئي. انهن

آفيسرن ۽ ملازمن کي نوڪرين مان ڪڍيو ويو، يا ڪين نوڪريءَ مان جبري موڪل ڪرائي وئي، يا وري سندن گريڊ گھٽايو ويو. انهيءَ ڪارروائيءَ جو اثر جن سرڪاري آفيسرن ۽ ملازمن تي پيو، تن جو انگ ڪُل تي هزار هو. انهيءَ عمل جو ٻيو نتيجو هيءَ نڪتو، جو محنتي ۽ قابل آفيسرن ۽ ملازمن جا حوصلا اچا وڏيڪ اوچا ٿي ويا. ڪين ايڏا حَق ملي ويا، جو سچي ڪاتي کي هُنن محنتي ۽ قابل ٻڌائي ڇڏيو. هنن پنهنجي ماتحتن کي ٻُڌايو، ته سرڪاري ملازم طور سندن ذميداريون ۽ فرضَ ڪهڙا آهن. نتيجو هي نڪتو، جو سرڪاري دفتر مقرر وقت تي کُلڻ لڳا. آفيسرَ پنهنجا فرضَ ديانتداريءَ سان نڀائڻ لڳا. ڪلرڪ عام ماڻهن سان پنهنجائپ وارو ورتاءُ ڪرڻ لڳا، ۽ ڪين ڏکيائيءَ ٿيڻ جي صورت ۾ سندن مدد ڪرڻ لڳا. هاڻي اهو ضروري نه هو، ته لاڳاپيل آفيسر سان ملاقات لاءِ اڳواٽ وقت ورتو وڃي ۽ ملاقات ڪرڻ لاءِ رشوت ڏني وڃي. هر آفيسر پنهنجي دفتر ۾ موجود رهندو هو ۽ ساڻس سولائيءَ سان ملاقات ٿي سگھندي هئي. رشوت ۾ گھٽتائي آئي. سرڪاري ڪاروهنوار تيزيءَ سان اُڪلائجڻ لڳو، جنهن سان وڏن عملدارن کي گھڻو فائدو ٿيو. هنن جون ذميداريون گھٽيون هونديون هيون، پر سخت محنت ڪندي به ڪم نه ٿي سگھندو هو، پر ڪين سرڪار ته هلائڻي ئي هئي. نئين تبديليءَ سان اُنهن ماڻهن کي آٿت ملي. 'الله جا لکين شُڪر آهن.' منجهانئن هڪڙي عملدار مون کي چيو. 'هاڻي اسان پنهنجو ڪم تڪليف ڏيندڙ اڳواٽن جي هٿچُراند بنا ڪري سگھون ٿا.'

"نوان وزير، صدر جيان واقعي گھڻو قابل هئا. وزير ۽ صدر ٻئي ڏاڍي محنت ۽ جاکوڙ ڪندا هئا. پاڪستاني انتظاميا ۾ جيڪا گڙٻڙ وڏي پيماني تي ڦهليل هئي، سا تيزيءَ سان ختم ٿيڻ لڳي. ڪرپشن وبائي روپ وٺي چُڪي هئي، جنهن جون پاڙون ئي اُکيڙيون ويون. ممڪن آهي ته سُڌاري جي خواهش گھٽ ۽ ڊپ جو احساس وڏيڪ رهيو هجي. بهرحال، ماڻهن ۾ سُني شهري بنجڻ جو جوش ۽ سماج لاءِ پنهنجا فرضَ بهتر طريقي سان نڀائڻ جو جذبو اُسرڻ لڳو هو."

جڏهن آءٌ 1959ع ۽ 1960ع ۾ پاڪستان ويس، ته مون ڏٺو، ته ڪراچي ڏاڍو صاف سُٿرو ۽ سليقي وارو شهر بڻجي ويو هو. ائين ٿي لڳو، ڄڻ اهو يورپ جو شهر هجي. انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو شڪ نه آهي، ته گُذريل ڏهن ورهين ۾ ڪراچي شهر ڏاڍو ڦهلجي ويو آهي. شهر جو انتظام اينترو پيلو آهي، جو ٻُڌائي نٿو سگھجي. ڪراچيءَ لاءِ هڪڙي نديڙي ڪراچي ناهڻ جي رٿابندي جوڙي وئي آهي، ۽ اُن شهر جي اڏاوت جنهن

تيزيءَ سان ڪيئي وئي، سو عمل بہ ريڪارڊ آهي. فوج فوجي ڦُڙتيءَ ۽ تيزيءَ سان سموريون جهوپڙيون هٽائي ڇڏيون. شهر ۾ هڪڙو بہ فقير ڏسڻ ۾ نہ پئي آيو.

پر اِهي حالتون ڪجهہ سالَ ئي رهيون، جيئن ايوب سرڪار جي ظاهري رُعب ۽ مشهوري گهٽجندي وئي، نئون طبقو سُست ٿيندو ويو ۽ ناجائز طريقا واپرائيندو ويو، تيئن وري اها ئي ساڳي بدانتظامي ڦهلجندي وئي. ناجائز طريقا واپرائڻ ۾ تڏهوڪي اڳواڻ طبقي جا همراهہ گهڻو اڳيان اڳيان هئا.

پر زُلفيءَ جا ويچار ۽ خواب اُتم هئا. هن جهڙي ڏُن جي پڪي شخص لاءِ هي هڪڙو ناياب موقعو هو. پُٽي ڪي جنهن ڪاتي جو وزير بڻايو ويندو هو، هُو پنهنجي پوريءَ طاقت ۽ صلاحيت سان ڪم ڪندو هو. انقلابي سرڪار ۾ جڏهن پُٽي ڪي آڪٽوبر 1958ع ۾ پهريون ڀيرو واپار جو وزير بڻايو ويو، تڏهن هُن جي چمار رڳو ٽيهہ ورهيہ هئي. هندستان ۽ پاڪستان ۾ اِن کان گهٽ چمار جي ڪنهن بہ شخص کي مرڪزي وزير اجا تائين مقرر نہ ڪيو ويو هو. پنهنجي وزارت واري دؤر ۾ هُن ايڪسپورٽ بونس اسڪيم شروع ڪئي، ۽ ٻين ملڪن سان ٿيندڙ واپار کي قانوني گهيري ۾ آڻڻ لاءِ ڏاڍو سُٺو ڪم ڪيائين.

جنوري 1960ع ۾ اقليتن جي مامرن واريءَ وزارت جو ڪم پُٽي سنڀاليو، جنهن وزارت سان گڏ سُڌ سماءُ ۽ قومي ٻيهر- جوڙجڪ وارا ڪاتا بہ شامل هئا. ٽن مهينن ڪانپوءِ پُٽي هڪڙيءَ ٻيءَ وزارت جو ڪم پنهنجي هٿن ۾ ورتو، جيڪا وزارت توانائي، بجلي ۽ قدرتي وسيلن جي هئي.

1960ع کان پوءِ پُٽي ڪشمير بابت مامرن جي وزير واري عهدي تي ڪم شروع ڪيو، جنهن سان پُٽي کي مستقبل جي پرڏيهي وزير طور ضروري تجربو ٿيو. گڏيل قومن ۾ تقرير ڪرڻ لاءِ ان عهدي تي ڪم ڪرڻ سبب ڪيس چڱو مواد هٿ لڳو. گڏيل قومن ۾ ڪيترن موقعن تي پُٽي خاص نمائندي طور پاڪستاني نظريي کي پيش ڪيو. سيپٽمبر 1960ع ۾ پُٽي هندوستان ۽ پاڪستان جي اخبارن لاءِ اصول ۽ قاعدا جوڙڻ لاءِ هڪڙي وفد جي رهنمائي ڪئي. ڪجهہ مهينن ڪانپوءِ زُلفي ترڪيءَ ويو، تہ جيئن فوجي انقلاب ڪانپوءِ نهيل سرڪار سان ناتا جوڙيا وڃن. ڊسمبر 1960ع ۾ تيل سمجهوتي جي ڳالهہ ٻولهہ لاءِ ويندڙ وفد جي سرواڻي بہ هُن ڪئي.

بهرحال، زُلفيءَ جو سڀ کان وڏيڪ دلپسند موضوع پرڏيهي مامرا هو. جڏهن 1963ع ۾ هُن کي پرڏيهي وزير جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو، تڏهن هُن جو اصل روپ نکري نروار ٿيو ۽ سندس دلي خواهش پوري ٿي. سيني ملڪن سان بهتر ۽ ڪامياب

لاڳاپا جوڙڻ ۾ ڪيس ڏاڍو جاکوڙڻو پيو، ڇوته هر ملڪ جا ذاتي مفاد ۽ مسئلا ٿين ٿا.
هر ملڪ سان لاڳاپا برقرار رکڻ واريءَ ڳالهه بلڪل ايئن آهي، جيئن ڪنهن سهاري بنا بازيگر جو رسيءَ مٿان هلڻ. ساراهه جوڳي ڳالهه هيءَ آهي، ته هندستان ۽ سوويت روس وچ ۾ خاص لاڳاپا هوندي به ڀُٽي پاڪستان ۽ روس وچ ۾ تيل سمجهوتو ڪرايو.

جيئن هُن ڪُلي عام اعلان ڪيو هو ته، "آءُ سدائين چوندو رهيو آهيان، ته سوويت روس ۽ ڪميونسٽ چين سان اسان جا لاڳاپا بهتر ٿيڻ کپن. آءُ نٽو سمجهان، ته سيٽو ۽ سينٽو جي فوجي ادارن ۾ اسان جو شامل ٿيڻ ان نظريي ۾ رُڪاوٽ بڻجي ٿو. عالمي امن کي برقرار رکڻ جي مقصد لاءِ اسان ڪميونسٽ ملڪن سان دوستي رکي سگهون ٿا ۽ اهڙيءَ دوستيءَ جي گهٽي گنجائش آهي."

17 جولاءِ 1963ع تي قومي اسيمبليءَ ۾ ڀُٽي ٻڌايو، ته چين سان ڪيترن ورهين تائين اسان جا لاڳاپا سُٺا نه رهيا. انهن ڏينهن ۾ محمد علي بوگرا جي لاڏاٽي سبب سمجهوتي تي صحيحون نه ٿي سگهيون. تنهنڪري سندس جاءِ تي ڀُٽو چين ويو ۽ سرحدن بابت چين سان هڪدم ڪيئي ناهه ٿيا. هي سمجهوتو ڪافي اطمينان جوڳو هو. انهيءَ سمجهوتي پٽاندر ڀُٽي جي چوڻ موجب، پاڪستان کي 750 چورس ميل جو علائقو مليو، جنهن مان ڪجهه علائقو قدرتي وسيلن سان مالامال آهي.

ڀُٽو جي نظريي موجب سيني ڪان اهم ڳالهه هيءَ ٿي، جو پاڪستان محفوظ ٿي ويو. چين سان ناهه ٿيڻ تي ڀُٽي جي چوڻ موجب: "چين ۽ پاڪستان جي وچينءَ سرحد تي هاڻي ڪنهن به قسم جي گڙٻڙ ۽ عدم استحڪام جو ڪو جوکو نه آهي. اسان اُنهن ڪندن کي هٽائي ڇڏيو آهي، جنهن سبب مستقبل ۾ غلط فهمي پيدا ٿي سگهي ها، يا ڪا ڏکيائي سامهون اچي سگهي."

جيئن ته سڄي دنيا ڄاڻي ٿي، ته اڳتي هلي پاڪستان ۽ چين ايجا وڏيڪ ويجهو اچي ويا ۽ ايترا ويجها دوست بڻجي ويا، جو جڏهن صدر نڪسن کي چيئرمين مائوزي تنگ سان لاڳاپو جوڙڻ جي گهُرج محسوس ٿي، ته هُن پاڪستان کي هڪ اهڙي ايماندار دلال طور استعمال ڪيو، جنهن ڊاڪٽر هنري ڪسنجر جي چين وڃڻ جو انتظام ڪيو. اهو سڀ ڀُٽي سبب ئي ممڪن ٿي سگهيو هو، جو پاڪستان نه رڳو ديوَ جيڏي طاقتور پاڙيسري سان ناهه ڪرڻ ۾ سوڀارو ٿيو، بلڪ افغانستان سان گهٽي عرصي کان جاري خراب لاڳاپن کي ختم ڪري، ڪين سُڌارڻ جي ڪوشش ڪيائين.

پوءِ ڀُٽي قومي اسيمبليءَ کي ٻڌايو، ته پاڪستان، ايران سان پنهنجن سمورن مسئلن کي سُلجهائي ورتو آهي. برما سان اختلاف نبيريا ويا آهن. نيپال سان لاڳاپا

اڳ جي پيٽ ۾ سُڌريا آهن. انڊونيشيا، فلپائين ۽ ٿائيلينڊ سان لاڳاپا اڃا وڌيڪ سگهارا ٿيا آهن.

پُٽي سبب ئي ڪميونسٽ چين ۽ پاڪستان وچ ۾ هوائي سروس عملي طور شروع ٿي سگهي. پاڪستان اهڙن غيرڪميونسٽ ملڪن مان پهريون مُلڪ هو، جنهن جي پيڪنگ تائين هوائي سروس شروع ڪرڻ جي منظوري ڏني وئي هئي.

سريلنڪا سان دوستاڻا ناتا جوڙڻ ۾ پُٽي ڪي ڪافي سوپ ملي. هُن نہ رڳو سريلنڪا ۾ رهندڙ اُنهن ماڻهن جو مامرو نبيرو، جن جا بزرگ يا والدين پاڪستاني هئا، بلڪ پوءِ هُن پاڪستاني صدر جي سفر ڪانپوءِ سريلنڪا جي سرڪار طرفان ڪڍيل گڏيل بيان ۾ هيءَ ڳالھ بہ شامل ڪرائي ڇڏي تہ، ”ڪشمير جي سوال ڪي ڪشميري رهواسين جي مرضيءَ پٽاندر ئي سُلجهايو وڃي.“

پُٽي اُن عمل ڪي پنهنجي شاندار ڪاميابي مڃيو. هُن قومي اسيمبليءَ ۾ تقرير ڪندي چيو، ”اسان پاڪستاني هن اعلان ڪي بيحد اهم سمجهون ٿا. اسان پانيون ٿا، تہ هيءَ نهايت ذڪر جوڳو اعلان آهي، ڇوتہ اهو اعلان اسان جي پاڙيسري ملڪ ڪيو آهي، تنهنڪري اسان سريلنڪا سرڪار جا گهڻا ٿورائتا آهيون، ڇوتہ هُن صحيح ۽ مناسب رَويو اختيار ڪيو آهي... اُن جهيڙي جي سلسلي ۾... جيڪو هڪ عالمي جهيڙو آهي.“

زُلفيءَ جي اُنهن سمورن ڪارروائين سبب هُن ڪي نہ رڳو ملڪ ۾ مڃتا ملي، پر ٻين ملڪن بہ سندس ڪم ڪي ساراهيو. ارجنٽائين اهڙو مُلڪ هو، جنهن پُٽو جي خوبين ۽ صلاحيتن ڪي مڃتا ڏني ۽ سندس ڏاهپ کان متاثر ٿي ڪيس پنهنجي ملڪ جو سڀ کان وڏو غير فوجي اعزاز ڏنو. انهيءَ سوڪڙيءَ جو نالو آهي: ”دي گرانڊ ڪراس آف ليبريٽر جنرل سان مارٽن.“ آءٌ ڄاڻان ٿو، تہ اُهو اعزاز ماڻي زُلفيءَ ڪي ڏاڍي خوشي ٿي هوندي.

# هندستان خلاف شڪايت

هندستان بابت ذُلفيءَ جو جيڪو رَويو رهيو آهي، تنهن جا بنيادَ تاريخي ۽ ڏاڍا گهرا آهن. برطانوي حڪومت دؤران هندستان جي سمورن مسلمانن جو هي نظريو رهيو آهي، ته برطانيا جي طرفداري ڪيو ۽ اقليت جي حقن آڏار نمائندگيءَ جي گهُر ڪيو. جن شهرن يا علائقن ۾ مسلمان گهٽائي ۾ هئا، اُتي انتظامي ڏڪيائيون اُڀاريون ويندڀون هيون، نتيجو هي نڪرندو هو، جو مسلمانن کي حڪومت ۾ اجا وڏيڪ حصو ملندو هو ۽ کين برطانوين سان اجا وڏيڪ حَق وٺڻ لاءِ جهيڙڻ جو موقعو ملي ويندو هو.

گهڻو اڳي يعني 31-1930ع ۾ ذُلفيءَ جي والد سر شاهنواز ڀُٽي لنڊن ۾ ٿيندڙ گول ميز ڪانفرنس ۾ مطالبو ڪيو هو، ته سنڌ کي بمبئي پريزيڊنسيءَ کان ڌار ڪيو وڃي، ته جيئن سنڌ صوبو مسلم اڪثريت وارو صوبو بڻجي وڃي. جنهن ڪانپوءِ سر شاهنواز لڳاتار اهو مطالبو ڪندو رهيو، ته مسلمان ڌار قوم آهي، تنهنڪري ڌار ملڪ هُجڻ گهُرجي.

بمبئي پريزيڊنسيءَ جي ورهاڱيءَ کان بہ اڳ سر شاهنواز ڀُٽو سنڌ ۾ اهڙين انتظامي جماعتن ۽ اهڙي نظام جو حمايتي هو، جنهن تي مسلمان قابض هُجن. سندس اصرار جو نتيجو هو، جو بمبئي پريزيڊنسيءَ ۾ بہ پبلڪ سروس ڪميشن جوڙيا ويا: جنهن مان هڪڙو سنڌ صوبي لاءِ ۽ ٻيو بمبئي پريزيڊنسيءَ جي ٻين حصن لاءِ هو. سر شاهنواز کي سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو صدر بڻايو ويو هو.

ذُلفيءَ جي گهر ۾ جڏهن اهڙي قسم جي مامرن تي بحثَ ٿيندا هئا، ته اُن سان هڪ خاص قسم جو ماحول پيدا ٿيندو هو. ذُلفيءَ جي پالنا اُن ماحول ۾ ٿي هئي. اهڙي قسم جي بحثن جو ذُلفيءَ تي گهرو اثر ٿيڻ لازمي هو. ذُلفيءَ تي اهڙي قسم جو جيڪو اثر پيو، تنهن جا تاثرَ سندس تقريرن ۽ اعلانن ۾ نروار ٿيل آهن. 1940ع ۾ لاهور قرارداد منظور ٿيڻ تي پاڪستان جو روپ پهريون ڀيرو باقائدي نروار ٿيو. اها ٻيءَ ڳالهہ آهي، تہ اُهو روپ اُن اصل روپ کان مختلف هو، جيڪو 1947ع ۾ هندستان جي ورهاڱي ڪانپوءِ سامهون آيو.

لاهور قرارداد گهڻو ڪري اُنهن واقعن تي آڌاريل هئي، جيڪي هندستاني سرڪار جي 1935ع واري ائڪٽ منظور ٿيڻ ۽ اُن پٺاندر 1937ع ۾ ٿيندڙ چونڊن کانپوءِ

نروار ٿيا هئا. انهيءَ بابت گهڻو لکيو ويو آهي، تنهنڪري مون کي هتي وڌيڪ لکڻ جي گهڻي گهُرج نہ آهي، پر اُنهن چونڊن جو نتيجو هيءَ نڪتو، جو ڪانگريس کي اتڪل سڀني صوبن ۾ اڪثريت حاصل ٿي.

انهيءَ سچائيءَ کان انڪار نٿو ڪري سگهجي، تہ ڪانگريس، حڪومت ۾ مسلم اقليت کي مناسب جاءِ نہ ڏئي ناانصافيءَ ۽ بداخلاقيءَ جو مظاهرو ڪيو، جنهنڪري اقليت کي جيڪو اڳ ۾ شڪ هو، سو اڃا بہ وڌي ويو. گڏوگڏ محترم جناح جو هيءَ ارادو اڃا بہ پُختو ٿي ويو، تہ هڪڙو ڌار ملڪ ناهڻ گهُرجي. انهيءَ مضبوط ارادي جو ئي نتيجو هو، جو 1940ع ۾ لاهور قرارداد منظور ٿي، جنهن ۾ پاڪستان جو باقاعدي مطالبو ڪيو ويو.

گڏيل هندستان ۾ رهڻ لاءِ جيڪي مسلمان، حڪومت جي ڏنل يقين ۽ ضمانت مان مطمئن هئا، تن پهريون ڀيرو انهيءَ ڳالهہ تي ويچاريو، تہ سندن فطري شڪ تڏهن ختم ٿيندا، جڏهن پاڪستان بڻايو ويندو. ٻين ماڻهن جيان پُٽو گهراڻو بہ مڪمل طور مسلم ليگ جو حامي بڻجي ويو ۽ پاڪستان ٺهڻ واري مطالبي جي زوراڻي حمايت ڪرڻ لڳو. پوءِ گانڌي جيءَ ۽ ڪانگريس گڏيل سمجهوتي جون جيڪي ڪوششون ڪيون، سي سڀئي اجايون ثابت ٿيون. انهيءَ جو سبب رڳو مسلمانن جو شڪ ئي نہ هو، بلڪ ڌار ملڪ جي مطالبي سبب هندستان جي مسلمانن جي ٻُڪ ۾ ويتر واڌ آئي هئي.

مهاتما گانڌي ۽ چڪرورتي راج گوپال آچاريا ڪانسواءِ شايد ئي ڪو اهڙو اڳواڻ هو، جنهن هندستان جي ورهاڱي واري مطالبي جي اهميت کي چڱيءَ ريت سمجهيو هجي. سڀئي ماڻهيءَ ڪري ويهي رهيا ۽ سوچيندا رهيا، تہ پاڪستان جو وجود غيرممڪن ۽ عمل جوڳو نہ آهي، تنهنڪري لاهور قرارداد تي ڪڏهن بہ ڳنڀيرتا سان ويچاريو نہ ويندو. ڪانگريس اڳواڻن 1937ع جي چونڊن ڪانپوءِ اقليتن جي جذبن بابت لاپرواهيءَ جو جيڪو رَويو ورتايو هو، پاڪستان تنهن جو نتيجو هو.

زُلفيءَ جي زندگيءَ جي اڏاوت جو اهو ئي ابتدائي دؤر هو، جنهن دؤر ۾ ڪانگريس ۽ مسلم ليگ وچ ۾ افسوسناڪ اختلافن ۾ لڳاتار واڌارو پئي آيو. ڪانگريسي اڳواڻن پاڪستان جي مطالبي کي جيترو پئي ٺُڏيو، مسلم ليگ ايترو پُختگيءَ سان پنهنجي مطالبي جي گهُرج ۽ سچائيءَ جي ثابتيءَ لاءِ ڪوشش ڪندي رهي.

زُلفي اهڙي ماحول ۾ پليو نپنيو هو، جنهن ۾ مسلمانن اُن ڳالهہ جي ثابتيءَ لاءِ لڳاتار جاکوڙيو پئي، تہ پاڪستان پاڻيرو ۽ مضبوط ملڪ بڻجي سگهي ٿو. پاڪستان جي گهُرج آهي ۽ پاڪستان ٺهڻ ضروري آهي. زُلفيءَ جي دل ۾ هن جذبي

سميت اهو ڊپ پڻ لڳاتار اَٽل رهيو، تہ هندستاني، ملڪ جي ورهاڱي کي ڪڏهن بہ نہ مڃيندا ۽ اُن ورهاڱي کي ختم ڪرڻ جي لڳاتار ڪوشش ڪندا رهندا.

پاڪستان ۾ ورهين تائين جيڪي شڪ موجود هئا، تن جو اهو ئي پس منظر آهي. زُلفيءَ جي دل ۾ هندستان خلاف ۽ پاڪستان جي بچاءُ توڙي سلامتيءَ جي وسيلن ۾ واڌارو آڻڻ جو جيڪو ضد آهي، سو اُن ڊپ واري جذبي جو نتيجو آهي. 1968ع تائين زُلفي اُن ڊپ کان ڊنل هو. هُن ”مِٿ آف انڊپينڊينس“ ۾ جيڪو بہ لکيو آهي، تنهن مان هيءَ ڳالھ چٽيءَ ريت نروار ٿئي ٿي.

”هاڻي جيئن تہ مسلمان پنهنجو هڪڙو ڌار ملڪ ناهڻ ۾ سوڀارا ٿي چُڪا آهن، تنهنڪري هندوئن لاءِ اُهي اگهُ جي پيٽ ۾ وڏي للڪار بڻجي چُڪا آهن. پاڪستان کي ائين سمجهيو وڃي ٿو، چڻ ڀارت ماتا جي سَرير جو ڀاڱو ڪنورتا سان ڪَپي ڪوري ڌار ڪيو ويو هُجي، تنهنڪري هندوئن جو ويڙهاڪ جذبو ڀڙڪي پيو آهي. پَٽيل هڪڙي ڀيري اعلان ڪيو هو، تہ جيڪڏهن هندستان چاهي تہ پشاور تائين هلان ڪري سگهي ٿو. 1947ع ۽ 1954ع جي وچ ۾ بہ ڀيرا هندستان فوجي ڪارروائي نہ ڪئي، ڇوتہ ايئن ڪرڻ سبب عالمي نفرت، مخالفت ۽ ٻين نتيجن کي مُنهن ڏيڻ جو اُلڪو هو. پوءِ بہ 1965ع ۾ هندستان ٻوڪي سان حملو ڪيو، جو هندستاني ويڙهاڪن اهو خواب پئي ڏٺو، تہ اُهي پاڪستان کي ڳڙڪائي ويندا.

”هندستاني اڳواڻ پاڪستان جي قرارداد کي عملي روپ ڏيڻ لاءِ تڏهن راضي ٿيا، جڏهن اهو چِٽائيءَ سان نروار ٿي ويو، تہ ورهاڱو اٽر آهي ۽ انگريزن کان حڪومت وٺڻ لاءِ ورهاڱي جي قيمت ڀرڻي ئي پوندي. پاڪستان ناهڻ تي راضي ٿيندي بہ اصل ۾ گانڌيءَ، نهروءَ، پَٽيل ۽ ٻين اڳواڻن ٻن ملڪن جي اصول کي نہ مڃيو. هُنن ورهاڱي کي وقت جي گهُرج سمجهي ڪوڙو ڍُڪ ڀي ڇڏيو. هُنن کي اُميد هئي، تہ نئون مُلڪ پنهنجي پيرن تي بيهي نہ سگهندو ۽ پاڻ ئي وڏن ۽ طاقتور پاڙيسرين جي دٻاءُ سبب ڀُري ڊهي پوندو.“

زُلفيءَ جو اهو خيال توڙي قياس ئي سندس سياسي نظريي جو سيني کان خاص بنياد آهي.

محمد علي جناح جي اڳواڻيءَ ۾ مسلم ليگ ڏاڍيءَ هوشياريءَ سان ڪم ڪيو. محمد علي جناح مڃيل، ڏاهو سياستدان، وڏو ذهين ۽ هوشيار وڪيل هو. هُن جي سمجهداريءَ سان مسلم ليگ، ڪانگريسي اڳواڻن جي هر غلطيءَ توڙي ڪوتاهيءَ

مان ڀرپور فائدو ورتو ۽ ڏاڍيءَ سولائيءَ سان ڪانگريسي اڳواڻن جي هوڏ، هٺ ۽ واڻڪن اعلانن جي آڌار تي پنهنجو ڪيس مضبوط بنائيندي وئي.

جناح کي هيرو مڃڻ زُلفيءَ لاءِ فطري ڳالهه هئي. هُو جناح جو ايڏو زبردست حامي بڻجي ويو هو، جو هُن بلڪل سندس طريقي سان زندگيءَ گهارڻ جو فيصلو ڪيو.

جيڪڏهن ڪو ماڻهو زُلفيءَ جي اُن رَويي ۽ طور طريقن جو اڀياس ڪري، جيڪي هُن بنگلاديش ٺهڻ ۽ اُن کان اڳ پيدا ٿيندڙ ڇڪتاڻ ۽ مصيبت دؤران اختيار ڪيا هئا، ته اهو ايئن ئي هو جيئن هندستان جي ورهائجڻ کان اڳ فيصلاڪن سالن ۾ محمد علي جناح اختيار ڪيا هئا. هي ڳالهه واضح آهي، ته سبب ۽ نتيجا ساڳيا نه هئا، پر رَويي جي هڪجهڙائپ بلڪل چِٽي آهي.

آءٌ زُلفيءَ کي ڪوتاهين ۽ شڪايتن جي سوڙهي ۽ گهُٽيل محدود گهيري مان ٻاهر ڪڍڻ ۾ سوپارو نه ٿي سگهيس ۽ ڪيس اُن نرميءَ سان ڀرپور ڦهليل نظريي جي فلاسفيءَ جو درس ڏئي نه سگهيس، جنهن سان هُو رواجي ۽ هيٺين سطح کان مٿي ڪڇي وڃي ها ۽ ڪنهن حد تائين تاريخ جي لازمي دٻاءَ کي ختم ڪري سگهي ها. آءٌ اُن کي پنهنجي زندگيءَ جي وڏي ناڪامي سمجهان ٿو. هڪڙي طرف مسلمانن جو پاڪستان وارو مطالبو ڪنهن حد تائين پُورو ٿي ويو، پر پاڪستان جي بڻ پاڙُن ۾ ورهائجڻ سان زُلفي اندر منجهه ڪَڙهيو، سڙيو ۽ پڇريو پيئي ۽ وري ٻئي پاسي هندستان هر مذهب کي برابر مڃيندي سيڪيولر بڻجي اڳتي پئي وڌيو. هُن آئين جوڙيو، جنهن جو بنياد سچائيءَ ۽ نرميءَ سان ڀرپور نظريي تي رکيل هو. اُهو آئين اڳتي هلي جٽاءُ ماڻي نه سگهيو، ته اُن ۾ ڏوهه سندس ٺاهيندڙن جو نه آهي، بلڪ مٿس عمل ڪندڙن جو آهي، جيڪي لوڀ ۽ لالچ مان ڇوٽڪارو ماڻي نه سگهيا.

مسلمانن لاءِ ڌار رياست جي خواهش ڪيئن اڪثريت خلاف ڌڪار ۽ هندستان خلاف جدوجهد ۾ بدلجي وئي، تنهن جو اڀياس واقعي وڻندڙ آهي. لاهور قرارداد منظور ٿيڻ وقت جيڪي اُميدون هيون، ۽ نيٺ پاڪستان کي جيڪو به پلئه پيو، سي به مختلف ڳالهيون هيون. ورهاڱي جو مطالبو ڪندڙ اهو نه سوچي سگهيا، ته پنجاب ۽ بنگال کي به ورهايو ويندو، ۽ هندستاني رياستن جي راجائن ۽ نوابن کي پنهنجي رياستن جي عوام جي خواهش کي ڪُچلي هندستان يا پاڪستان ۾ شامل ٿيڻ لاءِ خاص حقَ ملي ويندو. هي سچ آهي، ته ڏيهي رياستن جي حڪمرانن کي صلاح ڏني وئي هئي، ته اُهي ان سلسلي ۾ پنهنجي رعيت جي خواهش پٽاندر فيصلو ڪن. جهونا ڳڙهه، ڪشمير ۽ حيدرآباد ۾ جيڪو به ٿيو، سو حڪومت سونپڻ وارن دستاويزن جي

بنيادي اختلاف جو نتيجو هو. پاڪستان ٺهڻ کان اڳ اُتي جي عوام ۾ اڳواٽ شڪايت جو جذبو پيدا ٿيو. پوءِ اهو جذبو شڪ ۾ بدلجي ويو. زُلفيءَ پنهنجي ڪتاب ”دي مٿ آف انڊي پينڊينس“ ۾ لکيو آهي:

”برطانوي حڪومت، پاڪستان جي مفاد خلاف حالتن کي غيرمتوازي بنائڻ لاءِ هر موقعو واپرايو. پنجاب جا ٽُڪرا ڪيا ويا. هيءَ ڳالهه ورهاڱي جي اُن اصول جي پيڪڙي هئي، ته گڏيل آباديءَ واري علائقي آسام جا ٽُڪرا نه ڪيا ويندا. انهيءَ اصول جي پيڪڙيءَ سبب امرتسر جا ٻاهريان علائقا، جتي مسلمان اڪثريت ۾ رهندڙ هئا، ۽ جن ۾ گرداس پور ۽ فيروز پور شامل هئا، هندستان کي سونپيا ويا. آسام تان هٿ ڪنيو ويو ۽ بنگال کي ورهايو ويو. هندستان کي اهڙا لنگهه ڏنا ويا، جن وسيلي هُو اُتر ۾ جمون ڪشمير تائين ۽ اوڀر ۾ آسام ۽ تري پورا تائين وڃي سگهي. هندستان کي بنگال جي اُتر ۾ آسام تائين وڃڻ لاءِ جيڪو رستو مليو، تنهن سان هندستان ڪنهن رُڪاوٽ بنا نيپال جي ڏاڪڻي سرحد تائين پهچي پئي سگهيو. اهڙيءَ ريت هندستان کي همااليائي جبل جي سِڪم ۽ ڀوٽان رياستن تائين پهچڻ جو وجهه ملي ويو. اِهي ٻئي ننڍڙيون رياستون چين جي سرحد تي واقع آهن. علائقائي ورڇ ۽ ٻين دعوائن جي ڏس ۾ پاڪستان کي شڪ جو فائدو ڪڏهن به نه مليو.

”تڏهن هندستان جون جيڪي حالتون هيون، تن کي ڏسندي برطانوي سرڪار، هندستان جي حقَ ۾ وڏيڪ ڪجهه نه پئي ڪري سگهي. برطانوي سرڪار، آل انڊيا ڪانگريس ۽ مسلم ليگ وچ ۾ هڪ نهراءَ پٽاندر پُرامن طريقي سان هندستان جي حڪومت، ڪانگريس ۽ مسلم ليگ کي سونپڻ جو ناهه ٿي ويو، پر حڪومت جيئن سونپي وئي، تنهن مان صاف ظاهر ٿئي ٿو، ته برطانوي سرڪار جو پاڪستان بابت نظريو دوستاڻو ۽ سچائيءَ تي آڌاريل نه هو. انتظامي، حفاظتي ۽ مالي مامرن ۾ پاڪستان جي ننڍڙين ننڍڙين گهُرجن جي پورائيءَ جي پڻ ڪوشش نه ڪئي وئي. قانون ۽ امن قائم رکڻ لاءِ رپيا، جائيداد، فوجي هٿيار توڙي سامان جا اسٽورَ، اسٽرلنگ بيلنس ۽ ايستائين جو سرڪاري خزاني جي ورڇ ۽ سونپڻ واري مامري ۾ به هندستان کي اهڙا حقَ ڏنا ويا، جيڪي پاڪستان جو ساهه گهُٽيندڙ هئا. جيئن ته مسلمانن حقِ خوداراديت ماڻي ورتو هو، تنهنڪري کين هڪ ڪمزور ۽ بيجان رياست جي سزا ڏني پئي وئي، جنهن سان اُهي غير مارڪسوادي معنيٰ ۾ پاڻمرادو ختم ٿي وڃن.“

اُنهن واقعن جي نتيجي ۾ ۽ ريڊڪلف بينچ جي تڪڙي فيصلي ٿيڻ سبب خوفناڪ رتوڇاڻ ٿي. پنجاب ۽ بنگال بابت جيڪو طريقو واپرايو ويو، سو آسام بابت

نہ واپرايو ويو. نتيجي ۾ ٻنهي طرفن کان لکين ماڻهن کي هڪ کان ٻئي ملڪ ۾ ويڄڻو پيو. قتل، لُٽمار ۽ رتوڇاڻ جا ڏکارا واقعا رونما ٿيا ۽ ماڻهن کي ناقابل ذکر ڏُک ڏاکڙا، ڏچا، مصيبتون ۽ تکليفون پوڳڻيون پيون. پنهنجي ڪتاب ”دي ڪوئِسٽ فار پيس“ ۾ زُلفيءَ اهو الزام ورجايو آهي، تہ آزاديءَ کان پوءِ هندستان ۾ 550 فرقيوارانا فساد ٿيا، گڏوگڏ پنجاهہ لک مسلمانن کي ورهاڱي کانپوءِ ملڪ ڇڏڻو پيو. پر اُن سان گڏ زُلفي اِهو لکڻ وساري ويٺو، تہ لکين ماڻهو گڏيل هندستان جي اُن ڀاڱي مان اُجڙي هندستان ۾ آيا، جيڪو حصو پاڪستان ۾ رهجي ويو هو. گڏوگڏ زُلفي اُنهن فرقيوارانن فسادن جو بہ ذکر نہ ڪيو، جيڪي ورهاڱي کانپوءِ پاڪستان ۾ ٿيا. بهرحال، انهن افسوسناڪ بنيادن تي هندستان ۽ پاڪستان جي اينڊڙ لاڳاپن جو بنياد رکيو ويو.

# جڏهن وري ملياسين

آءٌ عدن ۾ بينڪ آف انڊيا جي بلڊنگ واري ڪمرِ ۾ رُڌل هوس، جنهن لاءِ مونکي ڪڏهن ڪڏهن اُتي وڃڻو پوندو هو. منهنجو هوائي جهاز جيئن ئي ڪراچي لهندو هو، ۽ جيتري بہ دير اُتي ترسندو هو، تہ آءٌ زُلفيءَ سان ملڻ لاءِ ڊوڙندو ويندو هوس. ڪڏهن ڪڏهن آءٌ پنهنجو سفر وچ ۾ ئي ملتوي ڪري ڪجهہ ڏينهن لاءِ ڪراچي ۾ ترسي پوندو هوس.

فيبروري 1959ع ۾ صبح ٽين وڳي منهنجو هوائي جهاز عدن ويندي ڪراچي هوائي اڏي تي لٿو. انن ورهين ڪانپوءِ زُلفيءَ سان منهنجي ملاقات پئي ٿي. زُلفي تڏهن واپار جو وزير هو ۽ پنهنجي گهرواري نصرت سان گڏ منهنجي آڌرڀاءَ لاءِ هوائي اڏي تي بيٺل هو. اسان ڪراچي هوائي اڏي جي وي. آءِ. پي روم ۾ هڪ ڪلاڪ تائين ڪچهري ڪئي. اسان جي ڪچهريءَ جو موضوع گڏ گهاريل گهڙيون هيون. نصرت سان منهنجي هيءَ پهرين ملاقات هئي. آءٌ ساڻس پنهنجو تعارف ڪرائڻ لاءِ ڏاڍو بيقرار هوس.

مونکي اِن ڳالهہ جو سدائين افسوس رهندو، تہ جدوجهد جي پاليسي ۽ سندس هندستان ۽ پاڪستان لاڳاپن تي پوندڙ اثرن سبب آءٌ زُلفيءَ جي گهروارن جي ويجهو نہ اچي سگهيس. اسان ڪڏهن ڪجهہ ڏينهن لاءِ ئي ملي سگهندا هئاسين، ڇوتہ اِهي ملاقاتون پاڪستان مان لنگهڻ دؤران ئي ٿينديون هيون. وقت ۽ حالتن شروع کان ئي ڪجهہ اهڙي سازش ستي، جو اسان ٻنهي جٽن جا گهراڻا هڪ ٻئي کان پري رهندا پئي آيا. انهيءَ ڏس ۾ منهنجي پيءُ ۾ زُلفي وڌيڪ ڀاڳوارو ثابت ٿيو، ڇوتہ هُو وِينا کي ڪيليفورنيا کان ئي سُڃاڻندو هو، ۽ ڪيس اڪثر وِينا سان ملاقات جو موقعو ملندو رهندو هو، پر نُصرت سان اُن ڏينهن منهنجي پهريون پيرو صبح ٽين وڳي ملاقات ٿي. پنهنجي گهاٽي ۽ بيحد ويجهي دوست جي گهرواريءَ سان بي مهلو ۽ وي. آءِ. پي روم ۾ گڏجڻ منهنجي لاءِ ڪافي پيڙائتو هو.

هڪ سال کانپوءِ وري آءٌ عدن پئي ويس. هن ڀيري مون سان گڏ منهنجي گهرواري وِينا بہ هئي. اسان فيصلو ڪيو، تہ عدن ويندي رستي ۾ ترسي ڪجهہ ڏينهن پُٽي جي

گهروارن سان گڏ گهاريندا هئاسين. انهيءَ موقعي تي مونکي گهاريل ساروٽين کي ٻيهر نکارڻ جو ناياب موقعو مليو. گڏوگڏ آءُ اهو به ڏسي سگهيس، ته مارشل لاء (فوجي قانون) هيٺ پاڪستان ۾ ڇا پيو ٿئي. اُسان ڪيئي وندر جا ماڳ ڏٺا. ڪجهه پُراڻن دوستن سان ملاقاتون ڪيون، جن ۾ بمبئي جي رهندڙ منهنجي سَڏيل ڀيڻ باپزي ملجي به شامل هئي. هُن ڪراچيءَ جي ڊاڪٽر جِمي مهتا سان شادي ڪئي هئي. ڊاڪٽر مهتا ڪجهه عرصي تائين ڀُٽي ڪٽنب جو گهريلو ڊاڪٽر رهي چُڪو هو.

اسان ڀُٽي جي گهر ۾ ئي ترسياسين، پر تڏهن زُلفي پاڪستان جي قومي اڏاوت وارن ڪمن ۾ رُڌل هو، تنهنڪري اسان جي خدمت چاڪريءَ جي ذميداري نصرت تي هئي.

نصرت جا وڏڙا ايران جا رهواسي هئا. نصرت جي پيدائش هندستان ۾ ٿي، ۽ شادي پاڪستان ۾. هوءَ نهايت سچار، وٽندڙ ۽ سباجهي عورت آهي. هُن اسان جي نَنڍيءَ کان نَنڍيءَ گهُرج جو به ڏاڍو خيال پئي رکيو. هوءَ اسان جي بمبئي جي ٻين گهاٽن دوستن جيان سلوڪ ڪري منهنجي ايڏو ويجهو اچي ويئي، جو هڪدم آءُ اهو پائڻ لڳس، ڄڻ ته پنهنجي گهر ۾ اچي ويو هجان. هن ڀيري مونکي هُن جي ٻارن کي ڏسڻ جو موقعو نه مليو. ڪجهه ٻار اسڪول ويل هئا ۽ ڪي اڃا ننڍڙا هئا.

نصرت بابت جيڪا ڳالهه مونکي سڀ کان وڌيڪ سُٺي لڳي، سا هئي سندس قدرتي شرم، شرافت ۽ اخلاق. هوءَ گهٽ ڳالهائيندڙ هئي، جنهن به ڪم ۾ هٿ وجهندي هئي، تنهن کي ڏاڍو صفائيءَ ۽ سليقي سان اُڪلائيندي هئي. رستن تي هلندي مهل يا دڪانن ۾ خريداريءَ وقت ڪنهن کي اهو ڄاڻڻ جو موقعو نه ڏيندي هئي، ته هوءَ ڪنهن وزير جي گهرواريءَ آهي، يا ساڻس ڪو خاص ورتاءُ ٿيڻ گهُرجي.

هڪڙو خاص موقعو مونکي ياد آهي. انهيءَ موقعي تي هُن ڪيئي ڪلاڪ ڪراچي هوائي اڏي تي انتظاميا ۾ گهاريا. غلطيءَ سان هڪڙو ڏچو ٿي پيو هو. مون ايندي مهل ٽريولرز چيڪن جي رقم روپين ۾ بدلائي هئي، پر روانگيءَ وقت اُها رقم پائونڊ اسٽرلنگ ۾ بدلايم. ڪسٽم آفيسر ٽوڪ ۽ ڌمڪيءَ واري لهجي ۾ چيو پئي، ته هندستاني رپيا هڪدم پائونڊ اسٽرلنگ ۾ ڪيئن تبديل ٿيا. پر اُن سڄي واقعي دؤران نصرت پنهنجو تعارف ڪرائڻ بنا ڪسٽم آفيسر کي نهايت صبر ۽ اطمينان سان اهو سمجهائڻ جي ڪوشش پئي ڪئي، ته هيءَ غلطي ڪيئن ۽ ڇو ٿي آهي.

نيٺ، زُلفيءَ جي گهرواريءَ وسيلي زُلفيءَ جو اثر ۽ اختيار به ڪم نه آيو، پر منهنجي ذاتي اثر سان ڪم نبري ويو ۽ ڪسٽم آفيسر جي پنجوڙ مان ڇوٽڪارو مليو. پوءِ مونکي اهو ڄاڻي عجب ٿيو، ته اهو آفيسر منهنجو مائٽ هو. پارسي برادريءَ وارا

ملڪن جي حدن ۾ قيد نہ آهن. صدين ڪان اُهي مختلف ملڪن ۾ رهندا پيا اچن، تنهنڪري دنيا جي ڏورانهن ملڪن ۾ سندن مائٽن جو چار ڦهليل آهي. مصيبت مهل جيڪڏهن اُهي گڏجي پون ٿا، تہ پڳوان ۽ برادريءَ جي ناليءِ تي هڪٻئي جي مدد ڪري اُن ڏچي مان نجات ڏيارين ٿا.

موٽندي مون ڪراچيءَ ۾ تورڙو وقت گهارڻ جي رٿا رٿي، پر واپسيءَ ۾ اسان جي جهاز جون بہ انجڻون بيڪار ٿي ويون ۽ اُن کي عربي سمنڊ جي ڪناري ڪان پري ميسارڪ نالي هڪڙي بيٽ ۾ لهڻو پيو. هتي اسان کي ڇتيهہ ڪلاڪن ڪان بہ وڌيڪ وقت تائين ويهڻو پيو.

هي بيٽ پراڻي رائل ايئرفورس جو اڏو هو ۽ هتي گهٽيون گهٽ سهولتون هيون. رائيل ايئرفورس جا ڪجهہ آفيسر ۽ ڪارڪن هتي مقرر ٿيل هئا. مونکي ياد آهي، تہ مون پنهنجي هڪڙي سفري ساٿيءَ سان هڪڙيءَ ڊسپينسريءَ ۾ رات گهاري هئي. منهنجي اُن ساٿيءَ جي ڪرنگهيءَ واريءَ هڏيءَ ۾ تڪليف هئي. هُو سڄيءَ رات سُور کان ڪِنجهندو رهيو ۽ اُن ڪِنجهڻ سبب اسان سڄيءَ رات جاڳندا رهياسين، جنهن سبب اسان جي اُن تجربي جي ڊرامائي انداز ۾ اجا بہ واڌارو ٿيو. بيا ماڻهو اُن هوائي اڏي جي بلڊنگ جي فرش تي سُتل هئا. منهنجي گهرواريءَ وِينا جي سُمهڻ جو انتظام ڪنهن ڊارميٽري ۾ ٻيءَ عورت سان گڏ ڪيو ويو هو.

ايئرفورس جي عملدارن اسان کي آرام پهچائڻ جي هرڪا ڪوشش ڪئي. هنن پنهنجو راشن اسان کي ڏنو ۽ جيترو سُنو ڪاڏو موجود هو، اسان کي کارايائون. پر تُرت پاڻي، بيئر ۽ کائڻ پيئڻ جو سمورو سامان ختم ٿي ويو. توڙي اسان ڪراچيءَ کان رُڳو ساڍا چار سؤ ميل پري هئاسين، پر ٻيو جهاز نيروبيءَ کان اچڻو هو، جنهن جي اچڻ ۾ ڇتيهہ ڪلاڪ لڳي ويا. هوائي جهاز جي اچڻ ڪانپوءِ اسان سُک جو ساهہ کنيو.

اسان ڏاڍي آرام سان هوائي جهاز ۾ سوار ٿياسين. هوائي جهاز آهستي آهستي هلندي رن وي تي پُهچي ويو. جهاز اجا اُڏامڻ وارو ئي هو، تہ ڪئپٽن اعلان ڪيو، تہ جهاز ۾ معمولي مشيني خرابي ٿي پئي آهي، تنهنڪري اسان کي وري ڪجهہ وقت لاءِ واپس هوائي اڏي تي اچڻو پوندو.

توهان تصور نٿا ڪري سگهو، تہ اُهو اعلان ٻُڌي ماڻهو ڪيئن وائڙا ۽ چِتا ٿي پيا هئا، پر ڪجهہ چوڻ جو موقعو ئي نہ هو. ڪو ٻيو چارو ڪوبہ نہ هو. اسان کي اوستائين هوائي جهاز کان ٻاهر رهڻو هو، جيستائين مشيني خرابي دُرست ٿئي. نيٺ هوائي جهاز اُڏاڻو ۽ اسان ڪراچيءَ پهتاسين. اُن وقت صبح جا ٽي يا چار ٿيا هئا.

شهنشاهه ۽ ايراني راڻي انهن ڏينهن ۾ پاڪستان جي دوري تي هئا ۽ اُن ڏينهن ايراني سفارتخاني ۾ شاهي ڊنر هئي، جنهن جي دعوت مونکي به ڏني وئي هئي. هيءَ ڪوٺ زُلفيءَ جي محبت جو نتيجو هو. مونکي اڄ به اُها رات ياد آهي، جيڪا رات اسان عربي سمنڊ جي ڪناري ڪان پري هڪڙي ننڍڙي بيٺ ۾ گهاري هئي ۽ ٻي رات به يادگار آهي، جڏهن ايراني سفارتخاني ۾ شاهي ڊنر تي هئي، جنهن ۾ ايران جو شهنشاهه ۽ راڻي، صدر ايوب خان ۽ سندس وزارت جا ٻيا ميمبر ۽ پاڪستان جي اوچي طبقي جا ماڻهو موجود هئا. اهڙي قسم جي هڪ جي اُبتڙ واقعن سبب انسان، زندگيءَ جو گهرائيءَ سان اڀياس ڪري ٿو.

انهيءَ ڏينهن شام جو مون پاڪستان جي تاريخ ۾ هڪڙو ننڍڙو فُٽ نوٽ لکيو. مون صدر ايوب سان پئي ڳالهايو، ۽ آءٌ ڪيس ٻُڌائي رهيو هوس، ته مون کي ان ڳالهه جي ڏاڍي خوشي ٿي آهي، ته پاڪستان جي نئين راڄڌاني اڏي پئي وڃي، پر اهڙي قسم جي شهر کي رهڻ لائق بنائڻ لاءِ ضروري آهي، ته سندس نالو اهڙو رکيو وڃي، جيڪو ماڻهن کي متاثر ڪري سگهي ۽ جنهن سان ماڻهن جي تخيلاتي اُڏام تيز ٿي سگهي. رڳو پاڪستان جي راڄڌاني چوڻ سان ڪم نه هلندو.

مونکي اها ڳالهه چڱيءَ ريت ياد آهي، ته اُها آچر رات هئي. سومر ڏينهن آءٌ بمبئي موٽي آيس ۽ اربع ڏينهن صبح جو مون اخبارن ۾ پڙهيو، ته پاڪستان سرڪار پنهنجي نئين راڄڌانيءَ جو نالو اسلام آباد رکيو آهي. تنهن وقت مون اُن کي رڳو اتفاق سمجهيو هو، پر پوءِ مونکي پتو پيو، ته صدر ايوب منهنجيءَ ڳالهه تي ويچاريو. سومر ڏينهن ايوب صاحب پنهنجي وزيرن سان گڏ راولپنڊي پهتو. سومر ڏينهن ٽيهريءَ جو هڪڙو سرڪيولر موڪليو ويو، جنهن ۾ ٻُڌايو ويو، ته اگاري ڏينهن ڪيبنٽ جي ويهڪ ٿيندي. اُن سرڪيولر ۾ ڪا ايجنڊا نه هئي. جڏهن اگاري ڏينهن ڪيبنٽ جي گڏجاڻي ٿي، ته صدر ايوب پنهنجي ساٿين کي ٻڌايو، ته هُن جي مون سان ملاقات ٿي هئي، ۽ مون تجويز ڏني، ته راڄڌانيءَ جو نالو هڪدم رکيو وڃي.

ڪيئي نالا پيش ڪيا ويا، جن منجهان هڪڙو نالو ايوب آباد به هو. تڏهن ڪنهن چيو، ته راڄڌانيءَ جو نالو اسلام آباد هئڻ گهرجي. ايوب خان چيو، ”بلڪل نيڪ.“ ۽ ائين پاڪستان جي راڄڌانيءَ جو نالو رکيو ويو. پوءِ ايوب خان ڪيئي هفتن تائين هيءَ ڪهاڻي ماڻهن کي ٻُڌائيندو پئي رهيو. هيءَ ڳالهه مونکي به ٻُڌائي وئي، ۽ اها ڳالهه ڪيترن ئي ماڻهن پارٽين ۾ توڙي دعوتن جي موقعن تي مون کي ٻُڌائي.

هن ڀيري آءٌ بمبئي موٽڻ تي ڏاڍو خوش هوس. گذريل ٽن ڏينهن جي تجربن

مونکي ٺڪائي وڌو هو. اُن ٿڪاوٽ جو اثر مون تي به ٿيو پئي. پيو مونکي ان ڳالھ جي به بيحد خوشي هئي، تہ اسان صحيح سلامت گھر پهچي چُڪا هئاسين.

آءُ اڳ ۾ بہ ٻُڌائي چُڪو آهيان، تہ اسان جو هوائي جهاز ڪيئن عربي سمنڊ جي ڪناري ڪان پري واقع ميسارڪ نالي هڪڙي ننڍڙي ٻيٽ ۾ مشيني خرابيءَ سبب مجبور ٿي لٿو هو ۽ اهو بہ ٻڌائي چُڪو آهيان، تہ هي ٻيٽ ڪراچيءَ ڪان ساڍا چار سؤ ميل پري آهي. اُن ٻيٽ جي ڊسپينسريءَ ۾ مون رات گذاري هئي ۽ پنهنجي هڪ ساٿيءَ جي ڪرنگھيءَ جي هڏيءَ ۾ سُور ٿيڻ سبب آءُ سڄيءَ رات سمهي نہ سگھيو هوس. انهيءَ جي ٻيٽ ۾ اُها رات ڪيڏي مختلف هئي، جنهن ۾ مون ايراني سفارتخاني جي شاهي ڊنر ۾ حصو ورتو هو، جنهن جي ميزباني شهنشاھ ۽ ايراني راڻيءَ پئي ڪئي. اسان جي جيڪا ذهني حالت هئي، تنهن کي دُرست ڪرڻ ۾ نصرت ڏاڍي واھر ڪئي هئي ۽ پنهنجي سچائيءَ سان ڀرپور ورتاءَ ۽ سلوڪ سبب هڪ ڏينهن اڳ واريءَ رات جي تلخ تجربن جي ياد مان نجات ڏياري هئائين.

1956ع کان 1964ع تائين آءُ اوبيراءِ لاءِ اڏاوتي ماهر طور ڪم ڪندو رهيس. نئين دهليءَ ۾ اوبيراءِ انٽرڪانٽي نينٽل جي بلڊنگ ٺهي پئي، جنهن جي ڊيزائن ۽ اڏاوت جو ڪم منهنجي ذميواريءَ ۾ شامل هو. اپريل 1961ع ۾ بڪي ۽ گڏي اوبيراءِ، جيڪي منهنجا ويجها دوست آهن، چوڻ لڳا، تہ هنن فليش مينس هوٽل ۾ هڪڙي نئين ونگ شامل ڪئي آهي ۽ هوٽل ۾ ڪجھ تبديليون بہ ڪيون آهن، تنهنڪري مونکي راولپنڊيءَ وڃڻ گھُرجي. پاڪستان ۾ اوبيراءِ جو جيڪو اڏاوتي ماهر هو، تنهن جو نالو بل پيري هو، اهو بہ اسان جو سُٺو دوست هو. جڏهن اسان هندستان موٽياسين، تہ آءُ ٿورڙو ڏڪارو هوس، ڇوتہ جڏهن آءُ پاڪستان ۾ هوس، تہ مونکي ڪيئي اڏاوتي ڪم ڏيڻ جي آڇ ڪئي وئي هئي. آءُ چاهيندو هوس، تہ بمبئي ۾ رهڻ سبب آءُ انهن ڪمن کي ڪري نہ سگھندس، توڻي بل پيري ۽ مون اهو طئي ڪيو هو، تہ اسان ٻئي ڄڻا گڏجي اهو ڪم ڪنداسين، پر آءُ چاهيان پيو، تہ اها شراڪت اڳتي هلي نہ سگھندي.

پاڪستان ۾ اوبيراءِ طرفان موڪلڻ تي مونکي زُلفيءَ ۽ سندس گھريلو ڀاتين سان ملڻ جو هڪڙو موقعو ملي ويو. اسان پاڪستان جي نئين راڄڌانيءَ کي ڏسڻ لاءِ بيقرار هئاسين. تنهن وقت راڄڌانيءَ جي اڏاوت هلندڙ هئي.

راولپنڊيءَ ۾ ڪجھ ڏينهن گھارڻ کان پوءِ اسان زُلفيءَ سان گڏ پشاور وياسين، جتي بہ اوبيراءِ وارن جو هڪڙو هوٽل هو. اُتان اسان سوات وياسين. سوات اچڻ جي

دعوت اسان کي اُتي جي امير ڏني هئي. امير، اورنگزيب جو پوٽو هو ۽ اورنگزيب ڏيرادون اسڪول جو منهنجو پُراڻو دوست هو. سندس شادي ايوب خان جي ڌيءَ سان ٿي هئي. سوات جي ماٿري ايڏي سُهڻي آهي، جو رُڳو ٻُڌي سندس سُهڻائپ تي ويساهه نٿو ڪري سگهجي. مونکي خوشي آهي ته اسان کي اورنگزيب سان گهريلو ماحول ۾ ملڻ جو موقعو مليو. امير اسان جي اعزاز ۾ جنهن دعوت جو بندوبست ڪيو هو، سا به مونکي سدائين ياد رهندي. انهيءَ دعوت ۾ ڪاڌي پيتي جو انتظام ايڏو ناهوڪو ۽ پلوڙ هو، جو اُن کي سولائيءَ سان وساري نٿو سگهجي. مونکي ياد نٿو پوي، ته انهيءَ کان اڳ مون ايڏي شاندار ڪنهن بيءَ دعوت ۾ حصو ورتو هجي. دعوت ۾ ڪاڌو ايڏي سليقي، خاموشيءَ ۽ هوشياريءَ سان رکيو ويو هو، جو ڪٿي ٿورڙي به گڙٻڙ نه هئي.

زُلفيءَ اسان کي دره خيبر وٺي ويو. اسان اُن دره بابت اڳ ۾ به ڪافي پڙهيو ۽ ٻُڌو هو. اسان ٻنپهرن جي ماني پاڪستاني فوجين جي جٿي سان گڏ ڪاڌي. اسان اُتي مقرر آفيسرن جي چُستيءَ ۽ ڦُڙتيءَ کان ڏاڍو متاثر ٿياسين. پوءِ اسان لاهور وڃڻ کان اڳ پشاور موٽياسين. اُتي اسان کي هندستان ۽ پاڪستان جا ڪيئي دوست مليا. آءٌ لاهور پهريون ڀيرو ويو هوس. آءٌ اڪثر سوچيندو هوس، ته لاهور ماڻهن جي دل ڪيئن موهي ورتي آهي. لاهور وڃڻ کان پوءِ ئي اها ڳالهه منهنجي سمجهه ۾ آئي.

انهيءَ دؤران اسان لڳاتار ڪار وسيلي ئي سفر ڪندا رهياسين. نصرت اسان سان گڏ هئي. هوءَ اسان کي آڱرين جي اشارن سان نوان نوان ماڳ ڏيکاريندي پئي وئي، ۽ انهن بابت ڪيس جيڪا به ڄاڻ هئي، سا اسان کي ٻُڌائيندي رهي. انهيءَ سفر ۾ مون کي نصرت کي اجا به چڱيءَ ريت ڄاڻڻ ۽ سمجهڻ جو موقعو مليو. مونکي رُڳو ان ڳالهه جو افسوس هو، ته وِينا مون سان گڏ نه هئي.

نُصرت ۾ هڪڙي ڏاڍي سُني ڳالهه هيءَ آهي، جو هوءَ سدائين شانت ۽ ڳنڀير رهي ٿي، ۽ شاندار پوشاڪ پائي ٿي. ڏاڍي وڻندڙ لڳي ٿي. اصل ۾ گهٽن ورهين کانپوءِ جڏهن هُن جي مون سان ملاقات ٿي، ته مونکي اِهو ڏسي عجب ٿيو، ته هُن مظاهرن ۾ اڳتي وڌي حصو پئي ورتو، ۽ جلسن ۾ تقريرون پئي ڪيائين، جڏهن ته زُلفي ميانوالي جيل ۾ قيد هو. مونکي ياد آهي، ته مون نُصرت جا ڪيئي فوٽو ڏٺا هئا. مون تي انهيءَ ڳالهه جو ڏاڍو گهرو اثر پيو هو، ته هوءَ پاڻ کي ڏاڍي سُني طريقي سان سنڀالي ٿي ۽ ڏاڍو سُنو ڪم پئي ڪري. ڇا هيءَ عجب جهڙي ڳالهه نه آهي، ته زُلفيءَ جي مصروف هوندي به نصرت ڏاڍن پيارن ٻارن کي جنم ڏنو، جن مان ٽن کي مون کي اجا چڱيءَ ريت ڄاڻڻ سُڃاڻڻو آهي، توڙي مون انهن کي سندن ننڍپڻ کان ئي چڱيءَ ريت ڏٺو آهي.

آءٌ زُلفيءَ کي ان ڳالھ لاءِ ڪڏهن بہ معاف نتو ڪري سگهان، تہ هو نصرت کي شملا نہ وٺي آيو هو، پر بينظير کي ڏسي مونکي ڏاڍي خوشي ٿي. انهيءَ جو سبب هي هو، جو مونکي بينظير کي ويجهڙائيءَ سان ڏسڻ ۽ سمجهڻ جو هڪڙو سُٺو موقعو مليو. مون ڏٺو، تہ زُلفيءَ کي پنهنجي ڌيءَ تي ڏاڍو ناز آهي ۽ هئڻ بہ گهُرجي، ڇوتہ بينظير ۾ پنهنجي ماءُ جو موهہ آهي ۽ پنهنجي والد جي خوداعتمادي. هوءَ ڏاڍي هوشيار شاگردياڻي آهي. هارورڊ يونيورسٽيءَ ۾ پوليٽيڪل سائنس پئي پڙهي. شملا جي سفر دؤران هُن ماڻهن سان جهڙو ورتاءُ ڪيو، ساڻن ملاقاتون ڪيائين ۽ خاص طور صحافين سان... جن ڪانئس پنهنجي مطلب جي ڳالھ اوڳاڇڻ پئي چاهي... ملاقات ۽ ڳالھ ٻولھ ۾ بينظير اهو ثابت ڪري ڏيکاريو، تہ ڀلي هُن جي ڄمار اڃا رُڳو اوڻيھ ورهيہ آهي، پر دماغي طور هوءَ باشعور آهي.

انهيءَ ڳالھ ۾ ڪو شڪ نہ آهي، تہ هوءَ پنهنجي والد جي پرستار آهي. هُن کي ئي سڀ ڪجھ سمجهي ٿي. جڏهن هُن مونکي زُلفيءَ سان ڳالھ ٻولھ ڪندي ٻُڌو، تہ ڪيس عجب ٿيو، تہ آءٌ زُلفيءَ سان ايڏو پنهنجائپ سان ڳالهائي سگهان ٿو، ڇوتہ هُن ڪڏهن بہ ڪنهن کي زُلفيءَ سان ايڏيءَ بي تڪلفيءَ جو ورتاءُ ڪندي نہ ڏٺو هو. منهنجي ورتاءَ سان هُن کي جيڪو ڌڪ رسيو، تنهن سبب هوءَ ٿوريءَ دير لاءِ اچرج ۾ پئجي وئي هئي، پر وري نارمل ٿي ويئي ۽ اسان جي لاڳاپن کي سمجهي وئي. هُن ان ڳالھ مان ڀرپور مزو وٺڻ شروع ڪيو، تہ آءٌ سندس والد کي جتي ڪٿي موقعو ملڻ تي ڇُهنبڙي پائي سگهان ٿو.

بهرحال، هُن کي ان ڳالھ ڪان سخت افسوس ٿيو، تہ سندس والد بابت اجايا ۽ واهيات افواھ ڦهلايا ويا آهن. نہ رُڳو هُن جي والد پر پوري ڪٽنب بابت جتي ڪٿي اخبارن ۾ اهڙيون خبرون ڇپجنديون رهن ٿيون. هندستاني ليکڪن جي ڪيئي ڪتابن ۾ بہ اهڙا واهيات مضمون ۽ ليک ڏسڻ ۾ اچن ٿا. مونکي هڪڙي رسالي جي ڳالھ چڱيءَ ريت ياد آهي، جنهن ۾ صدر ڀُٽي جو اسڪيچ ڇپيو هو، جنهن کي نهايت واهيات ڍنگ سان ڏاهيو ويو هو، جنهن مٿان وڏن اکرن ۾ ”اشتهاري ڌوهاري“ لکيل هو. زُلفي اُنهن پوسٽرن جي يادگيري ڪرائيندو رهندو هو، جيڪي آمريڪا جي اولهندي رياستن ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. اهو خاڪو ٻارن لاءِ ڇپيل ڪارٽون جي هڪڙي ڪتاب ۾ ڇپيو هو. جڏهن مون اُن کي ڏٺو، تہ مونکي بہ نہ وڻيو. تنهنڪري جيڪڏهن بينظير اُن تي ناراضگيءَ جو اظهار ڪيو، تہ سندس تاثر لاءِ ڪيس ڏوهي ڪوٺي نتو سگهجي.

مونکي ان ڳالھ ۾ ذرو بہ شڪ نہ آهي، تہ بينظير جو مستقبل شاندار آهي

مونکي پوري اميد آهي، ۽ منهنجي دُعا آهي، ته هوءَ پنهنجي پيءُ جي خواهشن کي پورو ڪرڻ ۾ سوپاري ٿيندي. مونکي اُن وقت جو اوسيئڙو آهي، جڏهن آءُ زُلفيءَ جي ٻين ٻارن سان ملندس، خاص طور هُن جي وڏي پُٽ سان، جنهن جو فوٽو ڏسڻ مان لڳي ٿو، ته هُو بهادر آهي.

مارچ 1963ع ۾ مون چورنگي ۽ مِڊلٽن اسٽريٽ تي ٺهندڙ جيون بيمانگر جي جاءِ تي ڪم پئي ڪيو. تڏهن مون کي اڪثر ڪلڪتي وڃڻو پوندو هو. تنهنڪري جڏهن ذوالفقار علي ڀُٽو ۽ سردار سورن سنگهه هند- پاڪ اختلافن بابت ڳالهائڻ ۾ رُڌل هئا، تڏهن مون سوچيو، ته آءُ ڪلڪتي وڃان ۽ ٿورڙو وقت زُلفيءَ سان گهاريان. زُلفي تنهن وقت ڪلڪتي جي راج ڀَون ۾ ترسيل هو. آءُ گرانڊ هوٽل ۾ رهيل هوس. جڏهن ڀُٽو، سورن سنگهه سان گڏ نه هوندو هو، ته اسان راج ڀَون جي هڪڙي ڪمري ۾ ويهي ڪچهري ڪندا هئاسين. اسان جي ڪچهريءَ جو موضوع عام طور گڏ گهاريل گهڙيون هونديون هيون، يا وري هاڻوڪي سياست بابت پنهنجيءَ راءِ ظاهر ڪندا هئاسين.

هڪڙي ڀيري.... آءُ ڀانيان ٿو، شايد ٽيسٽائين سردار سورن سنگهه سان دهليءَ ۾ ڳالهه ٻولهه ٿي چُڪي هئي... زُلفي طئي ڪيو، ته هُو بمبئي ايندو ۽ اُتي ڪجهه ڏينهن رهندو. هُن پنهنجي ماسات جي قبر تي فاتح پڙهڻ پئي چاهي، جيڪا پُونا ۾ هئي. هُو "اسپاڊرو سيبري" ۾ مون سان گڏ ترسيو، جتي هُن ننڍپڻ ۾ ڪيئي راتيون گهاريون هيون. اسان کي هُن جو ايئن پاڻ سان گڏ رهڻ ڏاڍو سُنو لڳو. زُلفيءَ بمبئيءَ جي پنهنجي پُراڻن دوستن سان به ملاقاتون ڪيون.

پاڪستان جو صدر بنجڻ کان اڳ ڀُٽي سان منهنجي پڇاڙڪي ملاقات تڏهن ٿي جڏهن هُو ايوب خان سان گڏ ڪولمبو ويو هو. ايوب خان سامونڊي ٻيڙي جي هڪڙي جهاز ۽ زُلفي هوائي جهاز وسيلي واپس پاڪستان پئي ويو. زُلفي بمبئي ۾ ترسڻ جي خواهش ظاهر ڪئي، ته جيئن هُو ڏيڍ ڪلاڪ مون سان گڏ هوائي اڏي تي گهاري سگهي. آءُ ڏاڍيءَ ڏکيائيءَ سان ڪسٽم عملدارن کي اُن لاءِ راضي ڪري سگهيس، ته اُهي مونکي ڀُٽي سان ملاقات ڪرائين ۽ گڏوگڏ سانتاڪروز هوائي اڏي جي وي. آءِ. پي روم ۾ اسان کي ٿوريءَ دير لاءِ ڪچهري ڪرڻ ڏين.

انهيءَ موقعي تي مون زُلفيءَ کي چيو، ته هندستان ۽ پاڪستان جا لاڳاپا خاص طور هُن جي پرڏيهي وزير ٿيڻ ڪانپوءِ گهڻو بگڙي ويا آهن. مون اُهي لاڳاپا بگڙڻ جو نوي سيڪڙو ڏوهه مٿس مڙهيو. هُن چيو، ته ڳالهه ايئن نه آهي. هاڻي حالتون بدلجي ويون آهن، ۽ ماڻهن ۾ تبديلي پئي اچي. مون هُن کي ٻُڌايو، ته اِها اجائي ڳالهه آهي،

چوته جيڪي حالتون آهن، تن ۾ جيڪڏهن آءٌ به هندستان جو پرڌيهي وزير هجان ها، تڏهن به شايد هندوستان ۽ پاڪستان جي اختلافن کي ختم نه ڪري سگهان ها. هُن وري چيو، ته ڳالهه ائين نه آهي. مونکي ويساهه آهي، ته هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ اڌ ڪلاڪ ۾ ناهه تي سگهي ٿو.

انهيءَ سفر ۾ اورنگزيب ۽ سندس گهرواري زُلفيءَ سان گڏ هئا. هندستاني فلمي اداڪار سنجي به پنهنجي زال سان گڏ اُتي موجود هو. اهو اورنگزيب جو پُراڻو دوست آهي ۽ ساٽس ملڻ لاءِ هوائي اڏي تي آيو هو.

هيءَ ڳالهه سيپٽمبر 1963ع جي آهي. پوءِ زُلفيءَ سان جون 1972ع تائين منهنجي ملاقات نه ٿي سگهي. زُلفيءَ سان منهنجي ملاقات شملا جي چوٽي ڪانفرنس ۾ ٿي.

تنهن وقت تائين ڪيئي واقعا نروار ٿي چُڪا هئا. هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ ٻه ڀيرا جنگيون ٿي چُڪيون هيون. پهريون ڀيرو ڪَڇ ۾ ۽ ٻيو ڀيرو پنجاب ۽ ڪشمير ۾. انهيءَ دؤران زُلفيءَ جي مقدر جو تارو به ڪڏهن چمڪيو، ته ڪڏهن گردش ۾ آيو. ڪنهن وقت زُلفي، ايوب خان جي خاص ويجهن وزيرن ۾ شامل هو، ته وري ايوب جي ڪهر جو نشانو به بنجي ويو. انهيءَ جو خاص سبب هي هو، ته ايوب جي دل ۾ زُلفيءَ لاءِ ساڙ پيدا ٿي چُڪو هو، ۽ هُو کيس پنهنجو دشمن سمجهندو هو. زُلفيءَ تاشقند قرارداد جي کُلي عام مخالفت ڪئي هئي، جنهن سبب به هُن ايوب کي چيڙائي وڌو هو. نتيجو هي نڪتو جو ايوب خان، ڀُٽي کي جڙ ته جلاوطن ڪري ڇڏيو، جتان ڀُٽي پنهنجي عظيم جدوجهد شروع ڪئي. هُن ٻن فوجي آمرن کي شڪست ڏني ۽ پاڪستان ۾ غير فوجي حڪومت جوڙي.

# 1965ع جي جنگ

1965ع ۾ هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ جهيڙي جي ابتداء ڪيئن ٿي، سا ڳالهه اڄ ڏينهن تائين ڳُجهي آهي. ڪيترن سياسي نقادن ۽ صحافين ڪافي انومان ۽ سمجهه ۾ نه ايندڙ سبب ٻُڌايا آهن ۽ اهو به چيو ويو، ته ڪشمير جهڙي پُراڻي مسئلي کي سُلجهائڻ لاءِ پاڪستان اُهو خاص موقعو چو چونڊيو. مونکي ان ڳالهه ۾ ٿورڙو به شڪ نه آهي، ته جيڪڏهن چاهيان ته آءُ به ان قسم جو هڪڙو سبب ٻُڌائي سگهان ٿو، پر ڪو فائدو نه آهي. 1965ع ۾ واقعا ايڏو تيزيءَ سان هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ جهيڙي ڏانهن وڌيا پئي، جو ائين پئي لڳو، ڄڻ ٻئي ملڪ عملي طور تڏي دماغ سان ويچارڻ جهڙا نه رهيا هُجن.

سڄي ڏکيائي اُن لاءِ شروع ٿي، جو هندستان، چين سان سرحد بابت ناهه ڪرڻ ۾ تڪليف محسوس ڪئي. پنڊت نهرو ان ڳالهه کان انڪار ڪيو، ته ٻنهي ملڪن وچ ۾ سرحد بابت ڪو جهيڙو هلندڙ آهي. هوڏانهن چُو. اين. لائي لڳاتار اهو پئي چيو، ته هندستان ۽ چين ڳالهه ٻولهه ۽ مشوري سان پنهنجون حدون طئي ڪري وٺندا. هڪڙي واقعي کان پوءِ ٻيو واقعو نروار ٿيندو رهيو ۽ انهيءَ کان اڳ جو اسان سچ کي سمجهي سگهون، هندستاني عوام بيحد جذباتي ٿي پيو. عوام چين تي دوکي جي تهمت مڙهي ۽ چيو، ته چين پراڻي قانون جي پيڪڙي پيو ڪري. چين سان ٿيندڙ جنگ جا جيڪي خوفناڪ نتيجا نڪتا ۽ اسان جي فوجي انتظام ۽ جنگي طريقن جون جيڪي زبردست غلطيون ۽ ڪوتاهيون سامهون آيون ۽ جن سياسي اڳواڻن جي هٿ ۾ حڪومت هئي، تن اهڙو روَيو اختيار ڪيو، جيڪو تهذيب ۽ اخلاق خلاف هو. انهن ڳالهين سبب هندستان کي اڳرائيءَ جي پاليسي اختيار ڪرڻ لاءِ مجبور ٿيڻو پيو. هندستاني فوجي جوانن وٽ مناسب هٿيار ۽ ٻيو سامان نه هو ۽ نه ئي اُهي جنگ لاءِ تيار هئا. پوءِ به هُنن کي اڳتي وڌي چوڪين تي پنهنجي ذميواري سنڀالڻي پئي. هنن جا ڪماندر اهڙا هئا، جو مٿن سياسي اثر گهٽو هو. پوءِ جيڪو به ٿيو، سو ٿيڻ ضروري هو. برما ۽ پاڪستان ڪنهن پريشانيءَ کانسواءِ چين سان پنهنجي سرحدي حدن جا جهيڙا سُلجهائي ورتا ۽ هڪ مضبوط حدبندي جوڙي ورتي، پر اسان چين سان ڪو ناهه نه ڪري سگهياسين.



سَر شاهنواز ڀُٽو، ذوالفقار علي ڀُٽي جو والد
۽ سياسي گهراڻي جو بنياد وجهندڙ



ڀُٽي جا والدين پنهنجي ٻارڙن سان گڏ.
ذوالفقار علي ڀُٽو ساڄي پاسي ۽ کاٻي پاسي بيٺل سندس ڀيڻ بينظير ڀُٽو



باوقار ذوالفقار علي ڀُٽو



ذوالفقار علي ڀُٽي جي پياري ڌيءَ بينظير ڀُٽو، جيڪا
ٻندرهن ورهين جي ڄمار ۾ گُذاري ويئي.





ٻہ من موهيندڙ شخصيتون: ذوالفقار علي ڀُٽو ۽ بيگم نُصرت ڀُٽو



ذوالفقار علي ڀٽو چونڊيل وزيراعظم طور قسم کڻندي



ذوالفقار علي ڀٽو 1971ع ۾ چونڊيل صدر طور قوم کي خطاب ڪندي



ذوالفقار علي ڀٽو، سندس ڪٽنب ۽ چين جو مُکيه اڳواڻ چو این لائي

ذوالفقار علي ڀُٽو هندستان جي وزيراعظم اندرا گانڌيءَ ۽ ٻين اڳواڻن سان گڏ شملا ۾ (1972ع)



ڏکڻ ايشيا جون ٽي اهم سياسي شخصيتون:
شهيد ذوالفقار علي ڀُٽو، اندرا گانڌي ۽ بينظير ڀُٽو



نُصرت ڀُٽو ۽ بينظير ڀُٽو قومي اسيمبليءَ جي گڏجاڻيءَ ۾



ڏکڻ ايشيا جي ٻن اهم سياسي گهراڻن جا پونيئر:
بينظير ڀُٽو ۽ راجيوَ گانڌي گڏ

اهو ئي اهڙو موقعو هو، جڏهن پُٽي چين سان پاڪستان جي لاڳاپن کي ايا به وڌيڪ گهرائيءَ سان ڦهلائڻ جي ڪوشش ڪئي. جيئن سندس بيان آهي، ته ڪيس منجهانئس فائدو ڏسڻ ۾ آيو ۽ هُن اهو محسوس ڪيو، ته اُن سان پاڪستان کي پنهنجي انهن لاڳاپن کي توازن ۾ آڻڻ ۾ مدد ملندي، جيڪي آمريڪا، سيٽو ۽ سينٽو جي فوجي ناهن سبب توازن وڃائي وينا آهن. ايوب خان ۽ چُو اين لائي شاهي سفر تي چين ۽ پاڪستان آيا ۽ ويا. پُٽو لڳاتار اُن ڪوشش ۾ رهيو، ته ڪنهن طرح سان به چين کي خوش ڪيو وڃي. انهيءَ جو نتيجو هيءَ نڪتو، جو پاڪستان، آمريڪي اثر جي جواب ۾ عملي ڪم ڪيو ۽ سوويت روس کي آگاهه ڪيو.

پاڪستان کي لڳاتار اهو دپ هو، ته هندستان وڌيڪ طاقتور ٿيندو پيو وڃي، چوته هُن فوجي هٿيار ۽ سامان ٺاهڻ ۽ وٺڻ جو پروگرام وڏي پيماني تي شروع ڪيو آهي، جنهن ۾ ڪيس آمريڪا ۽ برطانيا کان به مدد پئي ملي، جو اِهي ٻئي ملڪ چاهين پيا، ته هماليا جي اُتر ۾ ڪميونسٽن جي حدن کي اڳتي وڌڻ نه ڏنو وڃي. حضرت بل جي واقعي ڪانپوءِ ڪشمير ۾ جيڪو ڏڦيڙ ٿيو ۽ جڏهن موئي مبارڪ مسجد مان غائب ٿيو ۽ شيخ عبدالله کي، جنهن کي ماڻهو ڪشمير جو فطري ۽ اهڙو اڳواڻ مڃين ٿا، جنهن جي اڳواڻ هئڻ ۾ نه ڪنهن کي ڪو اعتراض آهي ۽ نه اختلاف، يارهن ورهين جي نظربنديءَ کان پوءِ آزاد ڪيو ويو، ته پاڪستان کي پڪ ٿي وئي، ته هي اهو ئي وقت آهي، جڏهن ڪين ڪشمير ۾ وري هڪ پيرو بغاوت کي هٿي ڏيارڻ گهرجي. هيءَ ڳالهه ڦهلائي وئي، ته هاڻي پنڊت نهرو نه آهي، ۽ هندستان جي حڪومت اهڙي شخص جي هٿ ۾ آهي، جيڪو ڪو فيصلو نٿو ڪري سگهي. انهيءَ سان پاڪستان کي وڌيڪ آٿت مليو، ته هُو هندستان خلاف جنگ جوٽي. پاڪستان پهرين ٿورڙو رواجي جهيڙو ڪيو، اها هندستان سان وڏي پيماني تي جنگ جي شروعات هئي.

حالتن جي ڇنڊڇاڻ ۾ ڀُٽي ضرور اهم ڪردار نڀايو هوندو، توڻي پوءِ ڪوشش ڪري هُن پاڻ کي 1965ع جي جنگ کان بلڪل ڌار ڪيو.

هندستان ۽ پاڪستان ٻنهي ملڪن جي عوام جي سوچ آهي، ته ڀُٽي ضرور ايوب ۽ سندس سرڪار کي هندستان خلاف جنگ ڇيڙڻ لاءِ ڀڙڪايو هوندو ۽ جنگ ڇيڙڻ جا جيڪي سبب گهڙيا هوندا، اُهي هيءَ هوندا، ته اهو ئي موقعو آهي، جڏهن پاڪستان کي جنگ ڇيڙڻ گهرجي. آءٌ ڀُٽي کان جيترو واقف آهيان، تنهن جي آڌار تي چئي سگهان ٿو، ته اهو بلڪل ممڪن آهي، ته هُن دليلَ ڏئي جنگ جي گهُرج کي ثابت

ڪيو هوندو. انهن ڳالهين سان ايوب خان به فيصلو ڪري ورتو هوندو، ته اهو ئي وقت آهي، جڏهن پاڪستان کي هندستان خلاف جنگ ڇيڙڻ گهرجي.

انهيءَ مان هيءَ ڳالهه ظاهر ٿئي ٿي، ته پاڪستاني عوام جو سمجهدار طبقو اهو سمجهي ويٺو هو، ته پاڪستاني هٿياربند فوجون هندستان کان پاڻ مڃرائڻ لاءِ پوريءَ ريت هٿيارن ۽ سامان سان هٿياربند آهن ۽ ڪشمير کي آزاد ڪرائي سگهن ٿيون. انهيءَ ۾ ٿورڙو به شڪ نه آهي، ته پاڪستان وٽ بهترين هٿيار ۽ سامان هئا. اسان سڀ ڄاڻون ٿا، ته 1965ع واريءَ جنگ جي پڇاڙي، هندستان جي اخلاقي فتح ۽ سندس منصفاڻي نظريي جو ثبوت به هئي. انهيءَ لاءِ نه ته هندستان، پاڪستاني حملي کي روڪيو هو، بلڪ هُن پاڪستان کان اُهي مفاد ڦُري ورتا هئا، جيڪي پاڪستان وٽ بهتر جنگي هٿيار ۽ سامان هئڻ سبب ڪيس مليل هئا. گڏوگڏ پاڪستان، هندستان جي جن علائقن تي قبضو ڪيو هو، سي به ڪيس ڇڏڻا پيا هئا.

انهيءَ مان هڪڙو بنيادي سوال اُڀريو آهي. صنعت پٽاندر هندستان ڪافي وڏو ملڪ آهي. ڇا اهڙيءَ صورت ۾ پاڪستان ۾ هندستان خلاف جنگ ڪٽڻ جي طاقت آهي، گڏوگڏ هيءَ سوال به اُڀري ٿو، ته ڇا جيڪا فوج سياست ۾ ملوث هجي، سا جنگ کٽي سگهي ٿي؟ انهيءَ سلسلي ۾ مصر جو مثال ڏئي سگهجي ٿو. مصر جي فوجَ کي اسرائيلي فوجَ کان شڪست کائڻي پئي، سو اُن ڳالهه جو هڪڙو بهتر مثال آهي، پوءِ به پاڪستان ۾ يقيني طور عوام جو اهڙو طبقو هو، جيڪو پروپيگنڊا ۽ پرچار کان متاثر هو ۽ جنهن جو رايو هو، ته 1965ع جي جنگ ۾ پاڪستان کي شاندار سوڀ پلئه پئي. 1971ع جي جنگ ۾ ٻئي ملڪ برابر رهيا. پاڪستان جهيڙي جي پاليسي ۽ جنگ جو رَويو اپنايو، تنهن جو سبب ان قسم جي پروپيگنڊا آهي، جنهن جي آڌار تي حالتن جو غلط جائزو پيش ڪيو ويو ۽ ڪارروائي ڪئي وئي.

ذوالفقار علي ڀُٽي جنهن حد تائين اُن ماحول جوڙڻ ۾ مدد ڪئي، تنهن مان اهو ظاهر ٿئي ٿو، ته سندس خيالن ۾ ڪيڏي نه پُختگي آهي. پر 1971ع ۾ زُلفي جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ متوازي رَويو اختيار ڪيو. هُن کي پاڪستان جي جنگ ڪرڻ واريءَ طاقت جي به چڱيءَ ريت ڄاڻ هئي. سچائي ڄاڻڻ ڪانپوءِ زُلفيءَ جي حملي واري نظريي ۾ ٿوري لچڪ آئي هئي يا نه، سو رُڳو اندازو آهي؛ پر اُن احساس سندس خيالن ۾ پُختگي پيدا ڪئي. هُو اهو به سمجهي ويو، ته مسئلي کي جنگ وسيلي سُلجهائي نٿو سگهجي.

هيءَ ڳالهه اُن مان ظاهر ٿئي ٿي، ته هن اهو چوڻ گهٽائي ڇڏيو، ته پاڪستان، هندستان سان هڪ هزار سالن تائين جنگ ڪري سگهي ٿو. جڏهن هُن جي ان بيان جي

تيزي ۽ گرمي ختم ٿي ويئي، ته هُن پنهنجي اُن بيان جي وضاحت ۾ چيو، ته اهو ته تاريخي، فلسفي ۽ مسلمان قوم جي پيدائشي ويڙهاڪ هئڻ سبب هڪڙو خيال ۽ تصور هو. انهيءَ جي معنيٰ رُڳو هيءَ هئي، ته اسان جو ملڪ ڪڏهن به گوڏا نه کوڙيندو. بهرحال، ڪوبه شخص اهڙي قسم جي بيانن کي سنجيده نٿو چئي سگهي، ڇو ته جيڪو شخص هزار سالن تائين جنگ ڪرڻ جي ڳالهه چئي سگهي ٿو، تنهن کي هزار سالن تائين امن جي ڳالهه چوندي دير ئي ڪيتري لڳي ٿي.

جيستائين هندستان جو واسطو آهي، ته هُن کي ان ڳالهه سان قطعي ڪو مقصد نه آهي، ته پُنو جيڪو چوي ٿو، ڇا اُن جو مطلب اهو ئي آهي، يا هُو واقعي امن گهُري ٿو يا نه. انهيءَ ڪان ته وڌيڪ گهُرج اها ڳالهه ڄاڻڻ جي آهي، ته گُذريل ڏهن ورهين جي حقيقتن کي هنن سمجهيو آهي يا نه. ۽ جيڪڏهن سمجهيو آهي، ته ڇا اُهي اهو مڃين ٿا، ته ڪنهن مسئلي جو حل جنگ نه آهي ۽ مسئلو سُلجهائڻ جي ان طريقي کي ختم ڪرڻ گهُرجي.

هندستان ۽ پاڪستان جي جنگ جا جيڪي نتيجا سامهون آيا، تن ايوب واريءَ فوجي سرڪار جي عزت متيءَ ۾ ملائي ڇڏي. ماڻهو سمجهڻ لڳا، ته فوج جي چُستي، ڦُڙتي ۽ چمڪ، اڳواڻن جي غيروفاداريءَ ۽ موقعي پرستيءَ کان ڇوتڪارو ماڻڻ جو هڪڙو محدود جواب آهي. ڪابه سرڪار ان ڳالهه جي ضمانت نٿي ڏئي سگهي، ته اُها بهترين جنگ وڙهي سگهي ٿي. پاڪستان کي فوجي حڪومت جي تجربي مان رُڳو هن ڳالهه جو پتو پئجي سگهيو، ته جنهن ملڪ جي فوج جي هٿن ۾ حڪومت اچي ٿي، سا ناقص ٿي وڃي ٿي، عياشيءَ ۽ آرام واريءَ زندگيءَ جي هيراڪ بڻجي وڃي ٿي، تنهنڪري اُها جنگ ڪرڻ جي طاقت ۽ صلاحيت وڃائي ويهي ٿي. اهو ئي سبب آهي، جو پاڪستان جي شڪست ڪانپوءِ فوجي حڪومت خلاف شاگردن وڏي پيماني تي مظاهرا ڪيا. اِهي مظاهرا ۽ اِحساس ڪنهن حد تائين ان ڳالهه سچائيءَ جو ثبوت هئا.

هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ ٽيندڙ جنگ جو نتيجو، پُٽي ۽ ايوب وچ ۾ اختلاف جي روپ ۾ سامهون آيو، ۽ ٻئي ڄڻا هڪ ٻئي کان ڌار ٿي ويا. اهو نٿو چئي سگهجي، ته پُٽي ۽ ايوب جي اختلافن جو سبب هي هو، ته ايوب جنگ جو جيڪو طريقو اختيار ڪيو، تنهن ۾ خاميون ۽ غلطيون هيون، يا پُٽي جي سياسي سمجهداري ۽ هوشياري کيس ان ڳالهه لاءِ مجبور پئي ڪيو، ته هو پاڻ کي جنگ جي ذميواريءَ کان آجو ڪري. اهو هڪ اهڙو سوال آهي، جنهن جو جواب شايد ڪڏهن به نه ملي سگهندو.

# ٻہ اڳواڻ - ٻہ رستا

جنگ کانپوءِ تاشقند ڪانفرنس ٿي. ايوب ۽ ڀُٽي وچ ۾ اختلافَ ڪافي گهرا ٿي چُڪا هئا. ڀُٽي ڪيئي ڀيرا استعيفيٰ ڏيڻ جي آڇ ڪئي، پر ايوب، ڀُٽي کي عهدي تان هٽائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ايوب جي خواهش هئي، تہ جيڪڏهن ڀُٽو پاڪستان جي شڪست جي ڪا قيمت نٿو ڀري، تہ ڀلي نہ ڀري، پر گهٽ ۾ گهٽ پاڪستان جي شڪست جي تورڙي ذميداري تہ پنهنجي ڪُلهن تي کڻي. ڀُٽي جنگ ۽ تاشقند ڪانفرنس جي وچ وارو گهڻو وقت اقوام متحده ۾ گهاريو، جتي هُن ڪشمير بابت پاڪستاني دعويٰ کي مناسب روپ ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. گڏوگڏ ڀُٽو ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڀيو ڪري سگهي، ڇوتہ هُو ايوب جو اعتماد وڃائي ويٺو هو ۽ ٻنهي جي دلين ۾ هڪ ٻئي لاءِ شڪ پيدا ٿي چُڪو هو. ايوب محسوس ڪري ورتو هو، تہ ڀُٽو سندس جاءِ وٺڻ جي تياري ڀيو ڪري، ان احساس سان حالتن کي خوشگوار بڻائڻ ۾ مدد نہ ملي. جڏهن ايوب، ڀُٽي کي پاڻ سان گڏ تاشقند وٺي ويو، تہ ڀُٽو ڪاوڙيل هو، جنهن ڳالهہ سبب ايوب جو ناراضپو فطري ڳالهہ هئي. ڪيس محسوس پئي ٿيو، تہ تاشقند ڳالهہ ٻولهہ ۾ ڀُٽي پوريءَ ريت ساٿ نہ ڀيو ڏئي. تاشقند اعلان تي صحيحون ٿيڻ کانپوءِ ڀُٽي ان ڳالهہ جي ڪوشش ڪئي، تہ ماڻهو تاشقند قرارداد کي نہ مڃين. انهيءَ سلسلي ۾ ڀُٽو 15 جنوري 1966ع تي ۽ وري 9 فيبروري 1966ع تي لاڙڪاڻي ۾ ٻہ ڀيرا پريس ڪانفرنس گهُرائي.

اوستائين جنگ جي پُڄاڻيءَ کانپوءِ شاگردن جي مظاهرن جي تيزيءَ ۽ تعداد ۾ واڌارو ٿي ويو هو. ايوب، وزارت ۾ پرڏيهي وزير هئڻ سبب ڀُٽي کي ڇيو ويو، تہ هُو سرڪاري پاليسيءَ جي پُنيرائي ڪري، پر ڀُٽي جي دل اُنهن پاليسين جي تائيد ڪرڻ لاءِ تيار نہ هئي. هُن انهن گُذريل ڏينهن جي ياد ۾ ڳوڙها پئي ڳاڙيا، جڏهن هندستان سان جهيڙو سياستدانن لاءِ راند بڻيل هو. ڀُٽي جي اندروني همدردي اُن هلچل سان هئي، جنهن جو ڪو اڳواڻ نہ هو، جيڪا مسلسل تيزيءَ سان وڌندي پئي وئي. هُو ان ڳالهہ کان ڏاڍو پريشان هو، تہ پرڏيهي وزير هئڻ سبب هُو خاموش تماشائي بڻجي ويهي رهيو. ايوب، ڀُٽي جي استعيفيٰ قبولڻ لاءِ تيار نہ هو، ۽ ايئن ڪيس ان هلچل ۾

حصو وٺڻ کان پئي روڪيائين. اصل ۾ پُٽو، ايوب سرڪار جو قيدي بڻجي پيو هو، جو ڪيس چيو ويو هو، تہ جيڪڏهن هُن ٺورڙي بہ شرارت ڪئي، تہ اُن جا نتيجا ڏاڍا خطرناڪ نڪرندا ۽ اهي ڪيس پوِڳٽا پوندا. حالتون برداشت کان ٻاهر نڪرنديون پئي ويون. اولهہ پاڪستان جي عوام محسوس پئي ڪيو، تہ سائن دوکو ڪيو ويو آهي: انهن حالتن ۾ ايوب کي پنهنجي مقبوليت ختم ٿيندي صاف ڏسڻ ۾ پئي آئي.

اولهہ پاڪستان جي هلچل کي ٿڏي ڪرڻ لاءِ ايوب اهو ضروري سمجهيو، تہ عوام جي خيالن جو رُخ اوڀر پاڪستان ڏانهن موڙيو وڃي. هُن ڪوشش ڪئي، تہ اوڀر پاڪستان جو عوام تاشقند اعلان جو آڌرڀاءُ ڪري، جنهن سان اولهہ پاڪستان جي تحريڪن کي جواب ڏئي سگهبو. بهرحال، ڪشمير جي مسئلي سان اوڀر پاڪستان جي عوام جو ڪو چاهہ نہ هو. بنگالين جي اها شڪايت اڃا بہ قائم هئي، تہ کين ترقياتي ڪمن لاءِ رقم ۽ فنڊ نٿا ڏنا وڃن، جڏهن تہ ڪشمير تي قبضو ڪرڻ لاءِ فوجي هٿيار وٺڻ واسطي لڳاتار وڏ کان وڏڪ رقم خرچ ڪئي وڃي ٿي. اُهي ان لاءِ بہ ناراض هئا، جو کين 1965ع جي جنگ دؤران سڌو سنئون هندستان ۽ چيني حملي جي خطري جو مقابلو ڪرڻو پيو ۽ سندن بچاءَ ۽ سلامتيءَ جو ڪو انتظام نہ ڪيو ويو.

جيڪر وڏيڪ تنقيد نہ ڪئي وڃي، تڏهن بہ اهو تہ چئي سگهجي ٿو، تہ ايوب اولهہ پاڪستان جي سلسلي ۾ جيڪو نظريو اختيار ڪيو هو، سو نهايت واهيات هو. انهيءَ ڪم لاءِ ايوب ڪالاباغ جي نواب کان خدمتون ورتيون، جيڪو اولهہ پاڪستان جو گورنر هو. رٿابندي هيءَ هئي، تہ اوڀر پاڪستان جي وڏن وڏن ۽ خاص اڳواڻن کي ڳولي ڳڻرايو وڃي ۽ کين ڪنهن قسم جا لالچ ڏئي پاڻ سان ملايو وڃي. رٿا جو هڪڙو حصو هي بہ هو، تہ شيخ مجيب الرحمان جي چڱي مشهوري ڪئي وڃي ۽ سانس اهڙو ورتاءُ ڪيو وڃي، جهن سان هو پاڻ کي وڏو ۽ اهم اڳواڻ سمجهڻ لڳي. پر ان ڪم لاءِ ڪالاباغ جي نواب جي چونڊ بلڪل غلط هئي، جو هُو ان قسم جي رٿا تي عمل نہ پيو ڪري سگهي، ڇو تہ هُو پاڻ برباد جاگيردار طبقي مان هو ۽ ايترو ڏاهو بہ نہ هو. گڏو گڏ انساني ڪمزورين ڏانهن بہ هُو لاپرواهہ رهندو هو. اڪثر پوِڳن ۾ اهو چيو ويندو هو، تہ نواب ڪالاباغ سڄي صوبي کي پنهنجي نسوار جي ڏٻليءَ ۾ رکي ٿو، ڇو تہ اُها ڏٻليءَ سدائين ساڻس گڏ رهندي هئي. هڪڙي پيري تہ هُن اهو بہ ٻڌاڪ هنئي، تہ اولهہ پاڪستان نندي ڪنڊ جو جرمن آهي، جنهن ۾ رُڳو هڪ قوم ۽ نسل توڙي ساڳئي خيال جا ماڻهو رهن ٿا.

هر سياسي جماعت عوام ۾ ڦهليل بدامنيءَ مان فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪئي ۽

سيني مخالف جماعتن جي اڳواڻن جي هڪڙي ڪانفرنس گهُرائي وئي. اُن ڪانفرنس جو نالو آل پاڪستان نيشنل ڪانفرنس رکيو ويو. هيءَ ڪانفرنس لاهور ۾ گهُرائي وئي، جنهن جو مقصد ايوب جي مخالفت هو. شيخ مجيب الرحمان به اُن ڪانفرنس ۾ حصو ورتو ۽ هُن هڪدم ڇهن نُقطن جو فارمولو مطالبي جي روپ ۾ پيش ڪري، سيني کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو.

هيءَ ڇهن نقطن جو فارمو ڪنهن ٺاهيو هو، سا ڳالهه اڃا تائين طئي نه ٿي آهي. ڪجهه ماڻهن جو ويچار آهي، ته ان ڪم ۾ ڪراچيءَ ۾ رهندڙ واپار جي سفير جو هٿ هو. ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي، ته هي ڪم ايوب جي ڪاموري ساٿي الطاف گوهر جو هو، ۽ وري ڪيترن ماڻهن جي سوچ آهي، ته هي ڪم ڪنهن صحافي جو هو. بهرحال، جيستائين دنيا جو خيال آهي، ته هي فارمولو شيخ مجيب الرحمان جوڙيو هو. اهو فارمولو ايوب جي ان تازي رٿا پٺاندر هو، جيڪو اوڀر پاڪستان کي خوش ڪرڻ لاءِ هن مڙهڻ پئي چاهيو. سرڪاري اخبارن مجيب جي مطالبن جي چڱي مشهوري ڪئي. گڏوگڏ ريڊيو ۽ ٽيليويزن تي اُن جو چڱو پرچار ڪيو ويو. شيخ مجيب ڪانفرنس ڪانپوءِ ڍاڪا واپس موٽي ويو. ايندڙ ٽن مهينن تائين يعني فيبروري، مارچ ۽ اپريل 1966ع تائين هُن ان فارمولي جي چڱي مشهوري ڪئي. سرڪار به پنهنجي خاص وسيلن سان ان دؤري جي چڱي پبلسٽي ڪئي، ۽ رات وچ ۾ (مشڪل سان ٽن مهينن ۾) ئي مجيب اوڀر بنگال جي عظيم اڳواڻ طور اُڀري سامهون آيو.

انهيءَ ۾ ٿورڙو به شڪ نه آهي، ته اوڀر پاڪستان نوآبادي بڻجي ويو هو ۽ ڪيس وڏين ڏکيائين سان مُنهن ڏيڻو پئي پيو. اهي ڏکيائون ۽ تڪليفون اهڙيون ئي هيون، جيڪي اڪثر مظلوم نوآبادي ۾ ڏٺيون وڃن ٿيون. اوڀر پاڪستان جي آبادي اولهه پاڪستان جي آبادي کان وڌيڪ هئي، پر شروعاتي ڪجهه سالن تائين ڪيس پوري روينيو جو يارهن سيڪڙو ئي ملندو رهيو. اسڪولن جي مامري ۾ اوڀر پاڪستان ڏاڍو محروم هو، جو اولهه پاڪستان ۾ اسڪولن جو تعداد انوڻ تي وڌي چڪو هو. جڏهن ته اوڀر پاڪستان، اولهه پاڪستان جي پيٽ ۾ گهٽو پرڏيهي ناڻو ڪمائيندو هو، پر ڪيس ترقياتي ڪمن لاءِ اُن حصي کان به گهٽ رقم ڏني ويندي هئي، جيڪا منصفاڻي طور ڪيس ملڻ گهُرجي ها. انهيءَ قسم جي ناانصافي لائسنس، ڪوٽا ۽ پرمٽن جي مامري ۾ به ڏسڻ ۾ ايندي هئي. بنگال ۾ جيڪو چانور پيدا ٿيندو هو، سو پاڻ بنگال ۾ مهانگو هو ۽ اولهه پاڪستان ۾ سستو هو. اهڙي قسم جي شڪايتن جي اَٽڪَٽ فهرست ايڏي ڊگهي هئي، جيڪا ختم ٿيڻ واري ئي نه هئي.

انهيءَ ماتيليءَ ماءُ واري سلوڪ سبب، اوڀر پاڪستان جي ماڻهن ۾ گهري بدامني، ڏک، ڪاوڙ ۽ تشدد پيدا ٿي پيو هو ۽ اُتي ڪيئي تحريڪون شروع ٿي چڪيون هيون، جنهنڪري برابريءَ جي ورتاءَ واري مطالبي جي اهميت اجا به وڌي وئي هئي. برابريءَ جي اها ڊوڙ پاڪستان جي ٻنهي حصن ۾ شروع ٿي وئي. توازن ختم ٿيڻ سبب ٻنهي حصن ۾ بيچيني ڦهلجي وئي. هيءَ حالت شروع کان ئي هئي. اولهه پاڪستان سدائين اوڀر پاڪستان تي حاوي رهيو هو، جنهن ۾ اولهه پاڪستان جي خاص طور پنجاب پرڳڻي جو وڏيڪ هٿ هو. اوڀر پاڪستان کي ايئن ڏاڍي ظالماڻي طريقي سان چوسيو پئي ويو.

ڪجهه عرصي ڪانپوءِ برابر نمائندگيءَ جو مطالبو ايڏو وڌي ويو، جو هر وفد، هر جماعت ۽ هر اداري ۾ هڪجيتري نمائندگي هئڻ واريءَ ڳالهه کي ضروري مڃيو ويو. جيڪڏهن اولهه پاڪستان ۾ ڪو ڪارخانو کُلندو هو، ته اهڙو ساڳيو ڪارخانو اوڀر پاڪستان ۾ کُلڻ ضروري هو. جيڪڏهن هڪڙو پيٽرول پمپ اولهه پاڪستان ۾ کُلندو هو، ته ٻيو پيٽرول پمپ اوڀر پاڪستان ۾ کولڻ لازمي هو. هيءَ حالت ڪِل جوڳي به هئي ۽ ناقابل برداشت به. انهيءَ حالت جو تاثر اولهه پاڪستان ڪان شروع ٿيو. اُتي جي ماڻهن جو چوڻ هو، ته اوڀر پاڪستان سان گهُرج کان وڌيڪ رعايتي ورتاءُ ڪيو پيو وڃي. ماڻهن وچ ۾ ڏند- چڪ ٿيڻ شروع ٿيا ۽ ڪچهرين ۾ چوڻ لڳا، ته پاڪستان جو ايرندو حصو ملڪ جي ترقيءَ واري رستي ۾ رُڪاوٽ ٿو وجهي.

اهڙي قسم جي ڳالهين کي روڪڻ جون ڪوششون ڪيون ويون. اِهي ڳالهيون اخبارن ۾ ڇپجي نه پيون سگهن، پر اوڀر پاڪستان جي شڪايت لڳاتار قائم رهي، ڇوته اُن جو سبب ته موجود هو. ايوب پنهنجي لاپرواهيءَ سان هڪ نئين حالت پيدا ڪري وڌي ۽ اوڀر پاڪستان کي هڪ اهڙو اڳواڻ ڏنو، جنهن وٽ حڪومت ۾ وڌ کان وڌ حصو وٺڻ لاءِ ڇهه نُقاطي فارمولو هو. هي شخص اوڀر پاڪستان جو خاص نمائندو بڻجي ويو ۽ سندس طاقت ۾ واڌارو ٿي ويو. هاڻي اوڀر پاڪستان جا مطالبا وڌيڪ سُلجهيل طريقي سان سامهون اچڻ لڳا، جنهن سان ايوب پريشان ٿيو. هُن جو ويچار هو، ته هُو سڄي ملڪ لاءِ پيءُ جي حيثيت رکي ٿو، تنهنڪري اوڀر پاڪستان جو عوام ڪيس الله طرفان ڏنل مقام نه ڏئي احسان فراموشي پيو ڪري.

حالتون سُڌرڻ بجاءِ ويتر وڌيڪ بگڙجنديون ويون. اولهه پاڪستان ۾ تاشقند قرارداد خلاف تحريڪون اجا به تيز ٿيون ۽ اوڀر پاڪستان ۾ خطرناڪ حد تائين خودمختياريءَ جو مطالبو ڇوليون هڻڻ لڳو.

انهيءَ حالت کان ايوب گهبرائجي ويو ۽ هُن صلاح مشوري لاءِ ذوالفقار علي ڀٽي کي گهرايو. ڀُٽي مشورو ڏنو، تہ سمورن ڪائونسلرن جي هڪڙي گڏجاڻي گهرائي وڃي ۽ اُن ۾ ڇهہ نقاطي پروگرام بابت عوام ۾ بحث ڇيڙي سگهجي ٿو. ڀُٽي کي مڪمل يقين هو، تہ هُو ڇهہ نقاطي پروگرام جا بَکيا اُڌيڙي ڇڏيندو، جنهن کانپوءِ عوام پاڻ فيصلو ڪري وٺندو. ائين محسوس ٿيو، تہ ايوب، ڀٽي جي راءِ مڃي ورتي آهي، پر ايوب جا خاص مُشير سندس چوڌاري گڏ ٿيا ۽ هُنن سندس دل ۾ ڀُٽي خلاف زهر ڀرڻ شروع ڪري ڏنو. هُنن چيو، تہ ڀُٽو پنهنجي عزت توڙي مشهوري کي وري ماڻڻ لاءِ هيءَ ڪيڏ ڪيڏي پيو. پارٽي ڪائونسلرن جي ويهڪ ۾ صدر طور ايوب فوجي آمر جهڙي تقرير ڪئي. ڇهہ نُقاطي فارمولي جي ڏس ۾ سڄي ملڪ ۾ بحث شروع ڪرڻ جي ڳالهہ ئي نہ ڪيائين، بلڪ ڀچاڙيءَ ۾ چيائين، تہ بحث جو وقت هاڻي ختم ٿي چُڪو آهي، ۽ رڳو هٿيارن جي ٻوليءَ جو ئي ڪجهہ اثر ٿيندو.

ڀُٽي کي ايوب جي ان فوجي آمراڻي رَويي تي سخت عجب ٿيو، ڇوتہ ايوب جن ڳالهين جو ذڪر پنهنجي تقرير ۾ ڪيو هو، سي اُنهن صلاحن جي قطعي اُبتڙ هيون، جيڪي ڀُٽي کيس ڏنيون هيون. ايوب جي تقرير کانپوءِ سيڪريٽري جنرل جي حيثيت سان ڀُٽي کي تقرير ڪرڻي هئي. هُن، ايوب تي تنقيد ڪئي ۽ ايوب جيڪا راءِ ڏني هئي، تنهن جي تائيد نہ ڪيائين. ڀچاڙيءَ ۾ ڀُٽي چيو، تہ آءٌ نٿو سمجهان، تہ هٿيارن جي ٻولي ڪارائتي ثابت ٿي سگهندي، بلڪ آءٌ ڀانيان ٿو، تہ جيڪڏهن ٻوليءَ جو هٿيار واپرايو وڃي، تہ ڪاميابيءَ يقيني آهي.

ڀُٽي جي تقرير ٻُڌي ايوب چِڙي پيو، تنهنڪري هُن ان ڳالهہ لاءِ ڀُٽي تي سخت تنقيد ڪئي، تہ هُن صدر تي حملو ڪيو آهي. هُن چيو، تہ آءٌ فيصلو ڪري چُڪو آهيان ۽ منهنجي پاليسيءَ مطابق مجيب کي جيل ۾ بند ڪيو ويندو. عجب جي ڳالهہ هئي، جو مجيب جي گرفتاريءَ واري حُڪم تي ڪنهن ڪجهہ بہ نہ ڪُڇيو. مجيب جي گرفتاريءَ تي ناراڻ گنج جوٽ مل جي ڪجهہ مزدورن مظاهرو ڪيو، ۽ اُتي ٽي چار ماڻهو مارجي ويا. ممڪن آهي، تہ هي مظاهرو بہ مجيب جي گرفتاريءَ سبب نہ ٿيو هجي، پر اهو سچ آهي، تہ اُن فساد کانپوءِ ڪا مخالفت نہ ٿي.

گُذريل ڪجهہ مهينن ۾ ايوب ۽ ڀُٽي وچ ۾ شايد ئي ڪا ڳالهہ ٻولهہ ٿي. ڪائونسلرن جي گڏجاڻيءَ کانپوءِ ڀُٽي کي ڏاڍي خاموشيءَ سان سندس عهدي تان هٽايو ويو ۽ کيس زبردستيءَ موڪل ڏيئي يورپ موڪليو ويو. ڀُٽو جڏهن يورپ ۾ هو، تہ ايوب کيس خوار ڪرڻ لاءِ وڏي پيماني تي سندس خلاف مُهم شروع ڪري

ڏني، تہ جيئن ڀُٽي جي عوام وٽ عزت گھٽجي وڃي، ۽ ماڻهو کانئس نفرت ڪرڻ لڳن. آڪٽوبر 1966ع ۾ چئن مهينن کانپوءِ ڀُٽو واپس آيو، تہ وٽس نہ پرڏيهي وزير جو عهدو هو، ۽ نہ ئي حڪومتي پروٽوڪول.

واپس موٽڻ کان هڪدم پوءِ ڀُٽو ڍاڪا ويو، اُتي هُن انجنيئرنگ ڪاليج ۾ شاگردن آڏو تقرير ڪئي. هن ڪاليج کي عوامي ليگ جو هيڊڪوارٽر مڃيو ويندو هو. پنهنجي تقرر ۾ ڀُٽي، مجيب جي ڇهہ نُقاطي پروگرام جا ڌاڳا ڪڍي ڇڏيا. هُن اُن جي هر نُقطي جي ڇنڊڇاڻ ڪئي ۽ اُن جا بخيا اُڌيڙي ڇڏيائين. ڀُٽو کي اهو ڏسي ڏاڍو عجب ٿيو، تہ شاگرد کانئس ڏاڍو متاثر ٿيا آهن، ۽ هنن خوش ٿي ڪافي دير تائين تاڙيون وڄائي احترام واري جذبي جو مظاهرو ڪيو.

پنهنجي اُن دؤري ۾ ڀُٽي ڏٺو، تہ مجيب جي ڇهہ نقاطي پروگرام جي ڪجهہ ماڻهو تائيد ڪن ٿا، جن ۾ شاگرد ۽ واپاري بہ شامل آهن، پر ڳوٺاڻن علائقن ۾ اُن پروگرام جي تائيد ڪندڙ شايد ئي ڪو هجي. مزدور طبقي ۾ اُن فارمولا کي ڪوبہ صحيح نہ مڃيندو هو.

انهيءَ موقعي تي ائين محسوس ٿيو، تہ صدر ايوب جي طاقت اولهہ پاڪستان جي پيٽ ۾ اوير ۾ وڌيڪ آهي، انهيءَ جو خاص سبب اهو هو، جو شايد ڊگهي عرصي کانپوءِ سرڪار اهو محسوس ڪرڻ لڳي هئي، تہ واقعي اوير پاڪستان کي هيستائين نظرانداز ڪيو پئي ويو، تنهنڪري هاڻي سرڪار سندس ترقياتي ڪمن لاءِ وڏ کان وڏ رقم ڏيئي اُن کي اڳتي وڌائڻ پئي چاهيو. اوير پاڪستان ۾ وڏي تعداد ۾ لائسنس، ڪوٽا ۽ پرمٽ ڏنا ويا هئا.

ڀُٽي جي خيال ۾ مولانا ڀاشانيءَ جو اجا بہ اوير پاڪستان جي اوڀرندي حصي ۾ اثر هو ۽ اهو اثر شيخ مجيب جي اثر کان گھٽو وڌيڪ هو. ڀُٽي اهو بہ محسوس ڪيو، تہ ڀاشاني ۽ ايوب وچ ۾ ڪو اقرار تي ڇُڪو آهي، جنهن کي سمجهڻ ۾ ڀُٽي کي ڪاميابي نہ ٿي. هن جو ويچار هو، تہ شايد اهو ناهہ نواب ڪالاباغ ڪرايو هوندو.

ڀُٽو ڏاڍو مايوس ٿي اولهہ پاڪستان ۾ موٽيو. هُو اهو سمجهي نہ پئي سگهيو، تہ ايوب کي ڪيئن ڪُرسيءَ تان هٽايو وڃي. اٽڪل هڪ سال گُذري ويو.

1967ع جو سڄو سال ڀُٽو پنهنجي مايوسيءَ تي سوڀ پائڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو. انهيءَ سلسلي ۾ هُن ڪافي سوچيو ويچاريو ۽ اهو ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪيائين، تہ پاڪستان ۾ سياسي انقلاب جي شروعات ڪيئن ڪئي وڃي.

1967ع جي پڇاڙيءَ ۾ اگرتلا سازش جو پتو پيو. تنهن وقت ماڻهن رايا ڏيڻ

شروع ڪيا، ته شيخ مجيب الرحمان جو به اُن ۾ هٿ هو. بهرحال، ايوب انهيءَ ڳالهه مان مطمئن هو، ته مجيب کي ان مامري ۾ گهيري ۾ آڻي سگهجي ٿو. موقعي مان فائدو وٺڻ لاءِ ايوب سوچيو، ته هي سونهري موقعو سندس هٿ ۾ اچي ويو آهي. هُن کي پنهنجي چال تي ايڏو ڀروسو هو، جو هُن مجيب تي کُلي عام مقدمو هلائڻ جو فيصلو ڪري ورتو.

جڏهن ڀُتو اهو ٻُڌو، ته مٽس چڻ وڄ ڪِري پئي. هن کي صدمو پهتو، ڇو ته هُن محسوس ڪيو، ته مقدمي جو نتيجو ڀلي کڻڻ به نڪري، پر کُلي عام مقدمو هلائڻ سان مجيب جي مشهوريءَ ۾ واڌاو ٿيندو. اها ڳالهه صحيح هئي. جيئن جيئن مقدمو هلندو ويو، مجيب جي مشهوريءَ ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿيندو ويو. هي مقدمو مهينن تائين هلندو رهيو، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو، جو مجيب اوڀر پاڪستان جو هيرو بڻجي ويو ۽ ايوب جي مشهوريءَ ۾ گهٽتائي آئي.

زُلفيءَ لاءِ کُنڊائتو ويهي جائزو وٺڻ وارا ڏينهن ختم ٿي چُڪا هئا. هاڻي ماٺ ڪريتماشو ڏسڻ جو موقعو گُذري چُڪو هو. هڪ ڀيري سندس والد ڪيس تلقين ڪئي هئي، ته صحيح وقت جو اوسيئڙو ڪر. جڏهن اهو موقعو آيو، ته زُلفيءَ اُن کي مضبوطيءَ سان سوگهو جهليو ۽ پوري جوش سان پنهنجي سياسي پارٽيءَ جو ڪم شروع ڪري ڏنائين. انهيءَ معاملي ۾ هُن نه پاڻ کي بخشيو ۽ نه ئي وري پنهنجي دوستن کي.

1967ع جي پڇاڙيءَ تائين ڀُٽي فيصلو ڪري ورتو هو، ته پاڪستان کي هڪ کُنڊ کان ٻيءَ کُنڊ تائين بدلائڻ گهُرجي، جنهن لاءِ هڪ نئين سياسي پارٽيءَ جي گهُرج آهي ۽ اُها ئي اهو ڪم ڪري سگهي ٿي. هُن مهينن تائين ان ڳالهه تي سوچيو پئي، رٿائون پئي ٺاهيائين ۽ جڏهن هُن پهه ڪري ورتو، ته پنهنجي پوري ذهني طاقت پارٽي ٺاهڻ تي خرچ ڪيائين. پاڻ کي ۽ پنهنجي ساٿين کي پوريءَ طاقت سان ان ڪم ۾ جوٽي ڇڏيائين. هُن جي جاکوڙ اوستائين جاري رهي، جيستائين نئين پارٽي نه بڻجي ويئي.

نئين پارٽيءَ جي پڇاڙڪي گڏجاڻيءَ ۾ پارٽيءَ جي بنياد بابت ڪيئي ڪاغذَ ۽ دستاويزَ جاري ڪيا ويا، جن ۾ ڪجهه اصول هئا، جيڪي پارٽيءَ جا رهبر هئا. انهن ۾ ڀُٽي جي سوچ ويچار ۽ ڪردار جا دائمي نقشَ هئا. شايد هُن ئي سمورا ڪاغذ ۽ دستاويز ٺاهيا هئا. نئين پارٽيءَ جي گهُرج ٻُڌائيندي سندس بنياد وجهندڙن محسوس ڪيو، ته پاڪستان ويهن ورهين کان پوءِ هڪ نئون روپ ۽ شڪل وٺڻ ڏانهن ڀيو وڃي، پر سندس بنيادي مسئلا اڃا تائين ساڳيا آهن. انهن سان ٻارهن ڪروڙ عوام جي قسمت واڳيل آهي ۽ سندس قسمت جو مستقبل غيريقيني آهي. ڀُٽي سدائين جيان

پنهنجي ملڪ جي ڪوتاهين ڏانهن بهتر انداز ۾ اشارو ڪيو. اصل ۾ هُن پنهنجي ڳالهه ايتري واضح طريقي سان ٻڌائي هئي، جو جيڪو به پارٽيءَ جي رهبر اصولن جو اڀياس ڪندو هو، سو صاف سمجهي ويندو هو، ته ڀُٽي هاڻي پوئتي هرگز نه هٽندو ۽ هاڻ هُو فوجي حڪومت سان ڪوبه ناهه نٽو ڪري سگهي.

ڀُٽي محسوس ڪيو، ته پاڪستان ۾ نه رڳو ڪرپشن ۽ اقرباپروري ڦهليل آهي، بلڪ عوام جي سماجي زندگيءَ ۾ به غلاظت گهرائيءَ تائين داخل ٿي چُڪي آهي، جنهن جو اثر قانون ۽ انتظاميا تي به پيو آهي. مزدورن جي حقن، سندن اُميدن، سندن خوابن ڏانهن سرڪار جو ڌيان ڏيڻ ته پري، پر اوڏانهن اک کڻي ڏسي به نٿي، تنهنڪري عوام جون تڪليفون وڌنديون پيون وڃن.

دُنيا ۾ ڪم ۽ پيداوار جو جيڪو پيمانو آهي، سو پاڪستان ۾ لڳاتار ڪِرندو ۽ گهٽجندو پيو وڃي. هارين ۽ مزدورن کي صحيح ۽ مناسب مشورا نه پيا ملن. وچئين طبقي ۽ نوڪري ڪندڙ طبقي جا ماڻهو عام واهپي ۽ زندگيءَ جي گهُرج واريون شيون وٺڻ ۾ بيوسي محسوس پيا ڪن. تنگ نظريءَ سڄي سماج کي پنهنجي گهيري ۾ آڻي ڇڏيو آهي، تعليمي معيارُ گهٽجي ويو آهي ۽ سمورا قومي ادارا ان مصيبت ۾ ڦاٿل آهن. رڳو عدالتون ۽ هٿياربند فوجَ ان کان بچيل آهن. پاڪستان ۾ فوجي حڪومتون اچڻ ڪانپوءِ به انهن بيمارين ۽ بُرائين جو ڪو مستقل علاج ڳوليو نه ويو آهي. 1962ع ۾ جڏهن مارشل لاء هٽايو ويو، ته جيڪا حڪومت آئي، تنهن ۾ جمهوري گهٽ ۽ آمريت وڌيڪ هئي. 1962ع ڪانپوءِ حالتون ويتر وڌيڪ خراب ٿيون، عدالتون ڪمزور ٿيون، ڏوهه ۽ رتوڇاڻ جا گُذريل سمورا رڪارڊ ٽُٽي ويا. صنعتن جي ترقي ته ضرور ٿي، پر زمين جي پيداوار گهٽجي وئي ۽ اُن سان مالياتي بحران جو سلسلو شروع ٿي ويو. پرڏيهه کان وڏي تعداد ۾ اناج گهُرائڻو پيو، جنهن سبب پرڏيهي ناڻي جو محفوظ خزانو اٽڪل ختم ٿي ويو. مزدورن ۾ بدامني ڦهلجي وئي. روپئي جو ڦهلاءُ وڌي ويو. دانشور ۽ نوجوان طبقو ڊڄي ويو ۽ ڪين غلط ۽ بدتر طريقا واپرائڻ ۾ قطعي ڪا هبڪ نه رهي.

جيڪڏهن واقعي ڀُٽو اهو يقين ڪرڻ لڳو هو، ته پاڪستان جي حالت ايڏي خراب آهي، ۽ ايڏي مايوسي ڇانيل آهي، ته سيني کي هيءَ ڳالهه مٺي پوندي، ته اهڙي موقعي تي هڪ نئين قومي پارٽيءَ جي پيڙهه رکڻ، وڏي همت ۽ دليريءَ جو ڪم هو، پر ذوالفقار علي ڀُٽو ۾ خوداعتماديءَ جي کوٽ نه هئي. هُن کي ڪڏهن به پاڻ تي ۽ نه ئي پنهنجي ملڪ ۾ يقين توڙي ويساهه جي کوٽ محسوس ڪندي ڏٺو ويو.

جڏهن زُلفيءَ نئين پارٽي ٺاهي، ته هُن نهايت اعتماد سان اعلان ڪيو، ته مونکي اُميد آهي، ته سڀيئي جماعتون گڏجي وينديون، جنهن سان آئيني جدوجهد شروع ڪئي ويندي ۽ جمهوريت وري قائم ڪري سگهبي. انهيءَ اتحاد لاءِ پُٺي جي خواهش هئي، ته مخالف پارٽيون اتفاق جي سنگهر ڳولين: سوچ ۽ ويچار وارا اختلافَ وڌيڪ ڦهلائڻ جي ڪوشش نه ڪن: هڪ ٻئي تي اجائي تنقيد بند ڪن: هڪڙو گڏيل پليٽ فارم جوڙيو وڃي، جنهن تي سموريون مخالف جماعتون گڏجي ويهن ۽ قومي سياسي ترقيءَ ۽ سجاڳيءَ لاءِ ساڳيو نظريو جوڙيو وڃي، جنهن ۾ پُراڻي دشمنيءَ جو جذبو نه هجي ۽ نه ئي ذاتي دشمنيءَ جو.

پُٺو، حڪومت ۽ ڪجھ مخالف جماعتن کي ڌِڪار واريءَ نظر سان ڏسندو هو. پنهنجي پارٽيءَ جي افتتاحي مضمون ۾ هُن لکيو هو، ته نيشنل عوامي پارٽي تن ڌُڙن ۾ ورهايل آهي، جيڪي پاڻ ۾ وڙهندا رهن ٿا. انهن ٽنهي ڌُڙن وچ ۾ موجود وِٿي گهٽجڻ بجاءِ وڌندي پئي وڃي. انهيءَ مضمون ۾ جيڪو به ڄاڻايو ويو هو، تنهن جي معنيٰ اعلانِ جنگ هو.

مضمون ۾ لکيل هو: ”هيءَ اُڀرندڙ طاقتور ماڻهن جي پارٽي آهي، جيڪا نؤجوان طبقي جي رهنمائي ڪري ٿي ۽ اهو نوس ويساھ رکي ٿي، ته پراڻا طور طريقا ۽ روايتي ڍنگ انهن وڏن وڏن مسئلن جو مقابلو نٿا ڪري سگهن، جن سان اڄ پاڪستان مُنهن پيو ڏئي. هاڻي ماڻهو ماضيءَ ڏانهن موٽي نٿا سگهن ۽ نه ئي هاڻوڪي سرشتي کي وڌيڪ سهڻ لاءِ تيار آهن. اُهي هڪڙو نئون نظام چاهين ٿا، جنهن جو بنياد انصاف تي ٻَڌل هجي ۽ جيڪو لکين پورهيتن ۽ مزدورن جي گهُربل مفاد ۽ ڀلائيءَ سان سلهاڙيل هجي.“

زُلفيءَ کي سدائين مارڪسوادي ڪشش ۽ ماڻهن جي دل توڙي دماغ کي جڪڙيندڙ لفظَ پسند آهن.

زُلفي انهيءَ ڳالھ لاءِ تيار ٿي چُڪو هو، ته اهڙو انقلاب آندو وڃي، جيڪو ماضيءَ جا بُنياد اُکيڙي. هُن ڪوشش ڪندي ڄاڻايو ته، ”رڳو انهن عنصرن کي، جيڪي حُب الوطنيءَ جي آڌار تي قومي مفاد جي روپ ۾ ڏسڻ ۾ ايندا، طاقتور بڻايو ويندو.“ گڏوگڏ هُن اهو به واعدو ڪيو ته، ”سمورن مسئلن جي رهنمائي قائداعظم محمد علي جناح جون نصيحتون ڪنديون ۽ هُن جي جماعت قومي مسئلن کي، الله تعاليٰ ۾ پنهنجي پُختي پروسي سان، اسلامي مذهب لاءِ فخر جو جذبو رکندي سُلجهائيندي.“

اهو محسوس ڪندي، ته ايوب سرڪار قوم جي عوامي پيڙھ جي مضبوطيءَ

ڪان لنوايو آهي ۽ اُن رُڳو انهن ماڻهن جي حالت سُڌارڻ ۾ واهر ڪئي آهي، جيڪي اُن طبقي سان لاڳاپيل آهن، جنهن ڪي خاصَ حقَ مليل آهن. پُٽي فيصلو ڪيو، ته هُو ان قسم جي پاليسيءَ کي تبديل ڪندو. بنيادي مضمونن ۾ ان ڳالهه تي افسوس ظاهر ڪيو ويو، ته پاڪستان ۾ 1967ع ۾ سيني ماڻهن لاءِ زندگي گهارڻ جا وسيلا ماڻڻ وارا رستا کُليل نه آهن. شاهوڪار اڃا وڌيڪ شاهوڪار ٿيندا پيا وڃن؛ غريب وڌيڪ غريب ٿيندو پيو وڃي؛ زميندار هارين کي سندن حقَ نٿا ڏين؛ پيداوار وڌائڻ لاءِ انساني طاقت کي ڪارائتي طريقي سان نٿو واپرايو وڃي؛ قومي ناڻو ڪجهه ماڻهن جي مُٺ ۾ آهي؛ سماجي ۽ مالي ڏڪيائين ۾ واڌارو پيو ٿئي ۽ ماڻهن تي معاشي دٻاءُ وڌو پيو وڃي.

ايوب کي پاڻ تي تنقيد ۽ بدناميءَ واريءَ لڳاتار هلندڙ هلچل بلڪل نه وڻي. پُٽي ۽ سندس پارٽيءَ جي مشهوريءَ ۾ واڌارو به کيس پسند نه آيو. پنهنجي پارٽيءَ جي افتتاحي گڏجاڻيءَ ۾ پُٽي سياسي آزاديءَ کي دوڪو ڪوٺيو. هن محسوس ڪيو، ته عوام ۾ ايتري طاقت نه آهي، جو اُهي پنهنجي مرضيءَ سان حڪومت کي بدلائين. اخباري آزادي گروي آهي؛ عوام جي حقن تي پابنديون مڙهيل آهن، ۽ قومي سياسي زندگيءَ کي ڪوڙهه وڪوڙي ويو آهي.

ڪشمير بابت پُٽي جو ويچار پاڪستاني عوام جي رَويي کي ظاهر ڪري ٿو. انهن ماڻهن جو به قومي نظريي ۾ پُختو ويساهه هو، تنهنڪري هنن گُذريل ويهن ورهين جي تاريخ کان لنوايو پئي. ڪشمير بابت هُن جيڪا بڪواس ڪئي، سا اجائي ٻٽاڪ ڪانسواءِ ڪجهه به نه هئي. هُن چيو، ته جمون ۽ ڪشمير جي ماڻهن کي پنهنجو فيصلو پاڻ ڪرڻ جو حقَ نه پيو ڏنو وڃي ۽ هڪ ياڃوڪڙ آمراڻي حڪومت پنهنجي بدمعاشي پئي ڪري. هندستان ٻين علائقن کي ڳڙڪائيندڙ ملڪ آهي، جيڪو ڪشمير تي جبري قبضو ڪري ويٺو آهي. تاريخ توڙي جاگرافيائي، ٻنهي نظرين سان ڪشميري عوام پاڪستان سان گڏ مضبوطيءَ سان سلهاڙيل آهن. پلي ڪيترين ئي رڪاوٽون ڇو نه وڌيون وڃن، ڪين پاڪستان سان وري ٻيهر گڏجڻ گهُرجي، جنهن سان به قومي نظريو ڪامياب ٿي سگهندو.

1967ع ۾ پُٽي جي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ قسم کنيو، ته ڪشمير کي پاڪستان سان گڏائڻ واري ڪم کي ترجيح ڏني ويندي. انهيءَ سلسلي ۾ ٻين گهريلو ۽ ٻين ملڪن جي ذميدارين تي ٻوءِ ڌيان ڏنو ويندو. پارٽيءَ پنهنجا مقصد ماڻڻ لاءِ لڳاتار ڪوشش ڪندي رهندي. انهيءَ مقصد ماڻڻ لاءِ اُها ڪنهن به مداخلت کي برداشت نه ڪندي، پلي اُها اقوام متحده يا ڪنهن ٻئي ملڪ جي طاقت ئي ڇو نه هجي.

# فوجي آمرن سان مقابلو

سيپٽمبر 1968ع تائين ڀُٽي خلاف ڪارروائيءَ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. سيپٽمبر 1968ع تي حيدرآباد (سنڌ) ۾ ڀُٽو ڦيرو ايوب تي سِڌو وار ڪيو. ڪَڙيءَ نهايت جوشيليءَ تقرير ۾ هُن ايوب حڪومت جي ڪوتاهين تي زبردست حملو ڪيو ۽ پاڪستان جي تڏهوڪي سياسي حالت لاءِ ايوب کي ذميدار ڪوٺيائين ۽ چيائين، ته اهو سڀ ڪجهہ ايوب جي غلطين ۽ پنهنجا فرض نہ نڀائڻ سبب ٿيو آهي.

جنرل موسيٰ خان، ڀُٽو طرفان هنيل الزامن جو جواب اخبارن وسيلي ڏنو، پر اهو نهايت ڪمزور هو. چئن ڏينهن کان پوءِ 25 سيپٽمبر 1967ع تي ڀُٽي اُترئين اولهندي سرحدي صوبي جو دؤرو شروع ڪيو. هُن تنقيدي حملا جاري رکيا، ۽ ايوب تي سنڌس پنهنجي صوبي ۾ اچا بہ وڌيڪ زورائتو حملو ڪيائين. عوام تائين پنهنجو نظريو پهچائڻ لاءِ هُن ڏورانهن علائقن جو سفر ڪيو. هُو اُنهن ٽڪرين، غارن ۽ ويران جبلن ۾ بہ ويو، جتي ڪنهن جي وڃڻ جو ڪو امڪان نہ هو. هُو اهڙن ننڍن ننڍن ڳوٺن تائين وڃي پهتو، جن ماڳن تائين ڪڏهن ڪو پاڪستاني اڳواڻ نہ پهتو هو. هُن کي جيڪا بہ سواري ملندي هئي، تنهن تي سفر ڪندو هو. هُن نہ پاڻ کي ڀُٽي بخشيو ۽ نہ ئي ايوب خان کي. اهڙيءَ ريت اهو تاريخي دؤرو شروع ٿيو، جنهن ڀچاڙيءَ ۾ ايوب جي سڄيءَ عزت ۽ مشهوريءَ کي مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيو. پنهنجي صوبي سرحد سميت سڄي ملڪ ۾ ايوب جي نالي تي عوام ٿُڪڻ لڳو.

5 نومبر 1968ع تي ڀُٽو پشاور پهچي ويو، جتي هُن هڪ وڏي عوامي جلسي ۾ تقرير ڪئي ۽ عوام سندس جوشيلو آڌرڀاءُ ڪيو. پشاور جي اُن جلسي ۾ئي ايوب کي ڪاپاري ڌڪ لڳو، ڇوتہ اهو ڪم بلڪل اڻئين ئي هو، جيئن ڪنهن شينهن جي ڏر ۾ پهچي مٿس ضابطو آندو وڃي. ايوب، ڀُٽي خلاف ڪارروائي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ڀُٽي جي سياسي سرگرمين تي پابندي مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي وئي؛ ڪيس ڌمڪيون ڏئي ڊيڄاريو ويو. ايوب اهو بہ فيصلو ڪيو، تہ هُو پاڻ ڀُٽي جي تقرير جو جواب پشاور ۾ئي ڏيندو.

ڀُٽو پشاور کان راولپنڊي ويو، جتي هُن 7 نومبر 1967ع تي هڪ وڏي عوامي

جلسي ۾ تقرير ڪئي. ايوب جي حُڪم سان اهو جلسو ٿيڻ نه ڏنو ويو. ڳوڙها گئس واپرائي وئي، فائرنگ ڪئي وئي، جنهن ۾ هڪڙو ڇوڪرو مارجي ويو.

10 نومبر 1968ع تي ايوب پاڻ پشاور ۾ هڪڙي عوامي جلسي ۾ تقرير ڪئي. ڀُٽي ماڻهن ۾ ايڏو تشدد اُڀاريو هو، جو ايوب کي پاڻ اچي تقرير جي بيوقوفي نه ڪرڻ گهُرجي ها. ڀُٽي جي تقريرن سان عوام جي دلين ۾ ڀُٽي لاءِ اَٿاهه همدردي ۽ محبت جو جذبو پيدا ٿي پيو هو، پر آمرن جي وڏي غلط اها هوندي آهي، جو اُهي ٿورڙي عرصي ڪانپوءِ اهو سمجهڻ لڳن ٿا، ته سندن مقابلي ۾ ڪو ٻيو شخص مشهور ٿي ئي نٿو سگهي ۽ اُهي ڪا غلطي نٿا ڪري سگهن. بهرحال، ايوب پنهنجي تقرير ايئن شروع ڪئي: ”آءٌ ڪافي عرصي کان وڃني اُنهن بيوقوفين کي ڏسندو رهيو آهيان.“ پر ايوب کي انهن لفظن کان وڌيڪ چوڻ جو موقعو نه مليو، جو ماڻهو مٿس ڇِترون، هُوڪرا ۽ گوڙ ڪرڻ لڳا هئا. پوءِ فائرنگ ٿي ۽ جلسو ختم ڪيو ويو.

ٻئي پاسي ڀُٽي ٻيڻيءَ طاقت سان ايوب تي حملا جاري رکيا ۽ هُو هڪ ٻئي جلسي ۾ تقرير ڪرڻ لاءِ 11 نومبر 1968ع تي لاهور ويو.

هيءَ ڳالهه ايوب جي سهپ کان ٻاهر هئي. 13 نومبر 1968ع تي ڀُٽو کي جهلي ميانوالي جيل ۾ واڙيو ويو.

پر سياسي حلقن ۾ گهٽو ڪجهه ٿيو پئي. هيءَ سموريون سرگرميون ڀُٽي لاءِ، جيڪو ان ناٽڪ جو خاص ڪردار يا هيرو هو، گهٽيون اهم هيون. رڳو ڀُٽو لاءِ ئي نه، بلڪ هُن جي انهن ساٿين لاءِ به سندس اهميت هئي، جن مصيبت جي گهڙين ۾ سندس ساٿ ڏنو. ڀُٽي ٻن ظالم آمرن جي مخالفت ڪئي هئي ۽ اهڙا ڪيئي واقعا سندس نظرن مان گُذريا هئا، جن واقعن کي عوام ۾ نروار ڪرڻ لاءِ هٿ به ونڌايو هو ۽ جن ملڪ جي قسمت تي گهرو اثر وڌو هو.

ايوب سرڪار جون 1966ع ۾ ڀُٽو کي ڊرامائي انداز ۾ وزارت تان لاهي يورپ موڪلي ڇڏيو هو. راولپنڊي کان ڪراچيءَ تائين هُن جي مشهور سفر دؤران ماڻهن نهايت گرمجوشيءَ سان سندس آڌرڀاءُ ڪيو. هيءَ هڪ اهڙو تجربو ۽ واقعو هو، جنهن کي ڪڏهن به ڀُلائي نه سگهبو.

جولاءِ کان آڪٽوبر 1966ع تائين چئن مهينن جو جيڪو يورپ وارو سفر ڀُٽو، ايوب جي دٻاءُ سبب ڪيو هو، تنهن دؤران پاڪستان ۽ ميزبان ملڪن سندس ذاتي سرگرمين ۽ زندگيءَ تي ڪرڙي نگاهه رکي هئي ۽ جاسوسي به ڪئي هئي. هي هُن جي ذاتي آزاديءَ تي واقعي هڪ غيرضروري وار هو.

آڪٽوبر 1966ع ۾ پاڪستان موٽڻ ڪانپوءِ ڀُٽي ٻيهر ابتداء کان ڪم شروع ڪرڻ لاءِ ڏاڍو جاکوڙيو ۽ اُن گهڙيءَ کان وٺي جيستائين پاڪستان پيپلز پارٽي وجود ۾ نه آئي، جدوجهد ڪندو رهيو. انهيءَ دؤران هُن ڏار ڏار ڍنگ سان دانشور طبقي ۽ عوام جي رَويي بابت گهٽو ڪجهه سِکيو. هُن کي پريشان ڪيو ويو ۽ سندس ڇوڙڻ موجب، ڪيس مارڻ جي به ڪوشش ڪئي وئي. هُن ۽ سندس ڪٽنب جي ٻين ماڻهن سان عام طور جيڪو ورتاءُ ڪيو ويو، تنهن مان انساني ڪردار ۽ انساني فطرتن بابت ڀُٽي گهڻا سبق سِکيا.

پهرين ڊسمبر 1967ع تي ڀُٽي ۽ سندس سياسي ساٿين پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو بنياد لاهور ۾ وڌو ۽ 21 ڊسمبر 1968ع تي هُن باقاعدي حيدرآباد سنڌ کان ايوب جي آمريت خلاف عوامي هلچل شروع ڪئي.

پارٽي ٺاهڻ جو داستان، لاهور جي گڏجاڻي، سموري ملڪ ۾ ڦهليل سنڌس رابطا ۽ ايوب سان ڪيڏيل راند انهن سڀني ڳالهين ۾ ڀُٽي جي هوشياري، سمجهداري ۽ سياسي چالن کي خاص اهميت آهي. هُن سياسي سرگرميون جاري رکيون ۽ وقت کان اڳ پاڻ کي ايوب جي ڪنهن ڪارروائيءَ ۾ ڦاسڻ جو موقعو نه ڏنائين. ڇهه نقاطي پروگرام بابت هن جو نظريو، اولهه پاڪستان جي مختلف حصن کي هڪ ٻئي جي مخالف عنصرن سان گڏ رکڻ، ويهارڻ ۽ سرڪار جي دشمنيءَ سان ڀرپور رَوين، اخبارن تي سرڪار جي قبضي ۽ سُڏ سماءُ جي ذريعن تي حڪومت جي پابندين هوندي به عوامي تائيد ماڻڻ، هڪ ڏار داستان آهي. مخالفن کي گڏائڻ لاءِ ڀُٽي جو مختلف علائقن جو سفر، راولپنڊيءَ ۾ هڪ سوڀاري اڳواڻ طور گهرڻ، 3 نومبر 1968ع تي ان قسم جي دؤري ۾ سوڀ ماڻڻ ڪانپوءِ لاهور پهچڻ، مقدمو ۽ وري فيبروري 1969ع تي جيل مان آزادي، پاڪستان جي قومي تاريخ جا اهم واقعا آهن. گول ميز ڪانفرنس ۾ حصو نه وٺي ڀُٽي نه رڳو ايوب خلاف جهاد ڪيو، بلڪ مخالفن جي گڏيل طاقت کان به پاڻ کي ميرايائين ۽ ابئن واقعن جي انهن سلسلي جي ابتداء ڪيائين، جنهن جي پڇاڙيءَ ۾ ايوب جو تختو اونڌو ڪيو ويو.

چوندن جي مهم پاڻ هڪ وڏو باب آهي. يحيٰ خان جي ڀُٽي ۽ مجيب سان اجائي ڳالهه ٻولهه ۽ ڀُٽي جو رَويو، انهن سڀني مامرن جي گهرائيءَ ۽ هوشياريءَ سان اڀياس جي گهُرج آهي.

اِهي سمورا واقعا بلڪل تازا آهن، تن کي مناسب روپ ۾ پيش ڪرڻ جو ڪم

ايندڙ مؤرخن تي ڇڏڻ گهرجي. بهرحال، اهي ڳالهيون خوش قسمتيءَ سان هن ڪتاب جي موضوع واري گهيري کان ٻاهر آهن.

25 مارچ 1971ع تي اوڀر پاڪستان ۾ جيڪا فوجي ڪارروائي ٿي، ۽ پوءِ جيڪي واقعا نروار ٿيا، تن بابت انيڪ مضمون ۽ ڪتابَ لکيا ويا آهن، پر بدقسمتيءَ سان منجهانئن اڪثر جو بنياد ليکڪن جي پنهنجي ذاتي نظريي تي آڌاريل آهي ۽ منجهن حقيقتن کي صحيح پيش نہ ڪيو ويو آهي: پر اهو دؤر پاڪستان جي تاريخ جو سيني کان اهم دؤر هو ۽ ذوالفقار علي ڀُٽي اُن ۾ ڏاڍو اهم ۽ ذڪر جوڳو ڪردار نڀايو هو. ڪيئي قسمن جا لطيفا مشهور ٿيل آهن. اهڙيون بہ گهڙيون آهن، جڏهن ڀُٽي ۽ سندس گهروارن جي مٿي تي تيز تلوار لڙڪي پئي. هڪڙي پاسي فتح جي خوشي، تہ وري ٻئي پاسي اهو احساس، تہ قوم جي اُفق تي مصيبت جا ڪڪر ڇانيل آهن، سي الاءِ ڪڏهن وسي پون. هڪ پيرو نہ پر ڪيئي پيرا ڀُٽو ۽ سندس مائٽ توڙي دوست، خوفناڪ حادثن جي ور چڙهڻ ۽ موت جو بُک بنجڻ کان ٿوري تي بچيا آهن. جيڪڏهن اُهي ٿوري بہ غلطي ڪن ها، تہ سندن ڪنڌ وڍيا وڃن ها. ڀُٽي جي ئي لفظن ۾: "تيڪ ائين جيئن اسان جي غريب بنگالي ڀائرن کي گجر موريءَ جيان وڍيو ويو." ماڻهو تہ بانسَ جي لڪڙن تي ٻَڌل رسيءَ تي هلڻ جي ڳالهہ تا ڪن، پر سچائي هيءَ آهي، تہ اِهي ماڻهو تِکي تلوار جي ڌار تي پئي هليا. اڪثر ائين محسوس ٿيندو هو، تہ هي ڪم ختم نہ ٿيندو، يا هڪدم ختم ٿي وِيندو ۽ اُهي رت جي ٻُوندن ۾ پيچي ويندا.

ڀُٽو جيتوڻيڪ سياسي اسٽيج تي نہ هو، پر اولهہ پاڪستان ۾ ايوب خلاف جهاد ۾ تيزي ايندي پئي وئي. اولهہ پاڪستاني عوام انهيءَ ڳالهہ تي اٽل هو، تہ پنهنجي اڳواڻ جي غيرموجودگيءَ ۾ بہ اُهي پنهنجي تحريڪ جاري رکندا. اجا تائين اوڀر پاڪستان تي تاشقند جي اعلان يا اولهہ پاڪستان ۾ ايوب خلاف هلندڙ هلچل ۽ مظاهرن جو ڪو اثر نہ پيو هو، پر اهو بہ ميدان ۾ ڪُڏي ڪاهي پيو. اُتي ڊسمبر 1968ع ۾ هڪدم هڪ منظم هلچل شروع ٿي ويئي، پر اڳواڻ جي کوٽ ۽ منظم نہ هئڻ سبب هلچل پوريءَ طاقت سان شروع ٿي نہ سگهي.

فيبروري تائين ايوب خان محسوس ڪيو، تہ هُن جي حالت هاڻي تورڙي ڊانواڊول ٿي وئي آهي. ڏاڍي هبڪ سان هُن ريڊيو تي اعلان ڪيو، تہ هُو 1969ع ۾ ٿيندڙ چونڊن ۾ حصو نہ وٺندو. هُن کي اُميد هئي، تہ اُن اعلان سان عوام جي ڪاوڙ ٺَڌي ٿي ويندي، پر بدبختيءَ سان عوام تي سندس اُميد پٽاندر اثر نہ ٿيو. هلچل هلندي رهي، قانون ۽ انتظام جي حالت ۾ قطعي سُڌارو نہ آيو.

جڏهن صدر جي ڪُرسي ڇڏڻ واريءَ اعلانيل چال جو ڪجهه اثر نه ٿيو، تڏهن ايوب فيصلو ڪيو، ته هُو اڳواڻن جي گڏجاڻي ڪوٺائيندو ۽ اهو جاڻڻ جي ڪوشش ڪندو، ته حڪومت ۾ تبديلي ڪيئن آندي وڃي. هُن پنهنجي سچائي ظاهر ڪرڻ لاءِ پُٽي ۽ مُجيب کي آزاد ڪيو، ته جيئن اُهي به ان گڏجاڻي ۾ حصو وٺي سگهن.

گڏجاڻيءَ جي تياري ۽ پنهنجي ڪم کي سولو بنائڻ لاءِ ايوب، يوسف هارون کي آمريڪا مان گهُرائڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ڪيس اولهه پاڪستان جو گورنر بنايائين. يوسف هارون جي چونڊ ذڪر جوڳي ڳالهه آهي. ڪو دؤر هو، جڏهن شيخ مجيب الرحمان، هارون جو ويمو ايجنٽ رهي چُڪو هو. پاڪستان پهچڻ جي هڪ هفتي ۾ئي يوسف هارون کي اوڀر پاڪستان موڪليو ويو، ته جيئن هُو مجيب کي ايوب سان ڪو ٺاهه ڪرڻ لاءِ راضي ڪري سگهي. چيو وڃي ٿو، ته ايوب، مُجيب کي وزيراعظم بنائڻ جي آڇ ڪئي ۽ اهو به چيائين، ته هُو پارلياماني ڍنگ جي سرڪار ٺاهي ڏيندو. هُن کي اُميد هئي، ته ان صورت ۾ سندس صدر جي ڪُرسي برقرار رهندي.

ذوالفقار علي ڀُٽو اُن گڏجاڻيءَ جي مڪمل خلاف هو، ڇو ته هُن کي ڄاڻ هئي، ته پنهنجي ڪُرسي برقرار رکڻ لاءِ ايوب جي اها چال آهي، تنهنڪري ڀُٽي پهه ڪيو، ته هُو ڪنهن به صورت ۾ گڏجاڻيءَ ۾ حصو نه وٺندو. هُن ٻين اڳواڻن کي به چيو، ته اُهي به ان گڏجاڻيءَ ۾ حصو نه وٺن. هُو اوڀر پاڪستان به ويو، ته جيئن هُو مجيب ۽ ڀاشانيءَ کي به حصو نه وٺڻ لاءِ راضي ڪري سگهي.

ڀُٽو هيءَ ڳالهه ڄاڻي سخت اچرج ۾ پيو، ته اگرتلا سازش مقدمي هوندي به شيخ مجيب، ايوب جو وڏيڪ حامي بڻجي ويو هو ۽ هُن گڏجاڻيءَ ۾ حصو وٺڻ جو پڪو پهه ڪري ورتو هو. گڏوگڏ هُن ڀُٽي تي زور وڌو هو، ته هو به گڏجاڻيءَ ۾ ضرور شامل ٿئي. هُن جو دليلَ هو، ته ملڪ ۾ امن برقرار رکڻ، ملڪ جي هر رهواسيءَ جي اخلاقي ذميداري آهي. انهيءَ قسم جا بهانا اُهي ماڻهو نه ڪندا هئا، جيڪي ڪنهن ڪم ڪرڻ لاءِ پُختو ارادو ڪندا هئا. ٿڪل ۽ مايوس ڀُٽو اولهه پاڪستان موٽي آيو. پوءِ به هُو پنهنجا دؤرا ڪندو رهيو. گڏجاڻيءَ خلاف سندس پرچار لڳاتار جاري رهيو ۽ هُو ماڻهن کي ان ڳالهه لاءِ راضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو، ته اُهي ان گڏجاڻيءَ ۾ حصو نه وٺن.

24 مارچ تي ڀُٽو ڪراچيءَ کان لاڙڪاڻو هوائي جهاز وسيلي وڃو پئي، جتي سندس ڇاڇي گُذاري وئي هئي، ۽ کيس سندس جنازي ۾ شامل ٿيڻو هو. پتو نه آهي، ته ڪنهن ڳجهي سبب هُن جي فوڪر فرينڊشپ جهاز کي پنڊيءَ ڏانهن موڙيو ويو. جهاز

۾ ڪنهن مشيني خرابي يا موسم جي خرابي يا اهڙوئي ڪو سبب ٻڌايو ويو. جيئن هُو پنڊي پهتو، تہ جنرل يحيٰ خان، ڀُٽي کي گهُرائي ورتو. هُو تنهن وقت پاڪستاني فوج جو ڪمانڊر ان چيف هو. ڀُٽو، يحيٰ خان کي چڱيءَ ريت سُڃاڻندو هو، ڇوتہ هُن جي يحيٰ خان سان اڳ بہ ملاقات ٿيل هئي، تنهنڪري ساڻس ملڻ جو ڪو سبب نہ هو. ڀُٽي ڏٺو، تہ يحيٰ خان ڏاڍو گهٻرايل آهي، ۽ جيڪا حالت پيدا ٿي پئي هئي، تنهن مان خوش نہ آهي. ڀُٽي جو يقين ونڻ لاءِ يحيٰ خان کيس ٻڌايو، تہ سندس ويچار ۾ ايوب خان ناڪام ٿي ويو آهي، تنهنڪري شايد کيس حڪومت سنڀالڻي پوي. ڀُٽي وٽ ڪو ٻيو مشورو نہ هو، تنهنڪري هُو ساڻس سهمت ٿيو ۽ چيائين تہ منهنجا ٽي شرطَ آهن: پهريون تہ پاڪستان جي پرڏيهي پاليسي آزاد هجي. ٻيو تہ اولھ پاڪستان جو ون يونٽ ختم ڪري، کيس چئن صوبن ۾ ورهايو وڃي. اهي صوبا پنجاب، سنڌ، سرحد ۽ بلوچستان هجن ۽ ٽيون ۽ آخري شرط هي آهي، تہ عام چونڊون ڪرايون وڃن، جنهن ۾ هر بالغ شخص کي ووٽ ڏيڻ جو حقَ مليل هجي ۽ اهي چونڊون هڪ سال اندر ئي ٿيڻ گهُرجن.

ذوالفقار علي ڀُٽي جي اِن چال ۾ وڏي چالاڪي ۽ هوشياري سمايل هئي. هڪڙي ئي ڏک سان هُن يحيٰ خان کان پرڏيهي پاليسي منظور ڪرائي ورتي. هُو ايترن ڏينهن کان انهيءَ پرڏيهي پاليسيءَ جي اوسيئڙي ۾ هو، ۽ هُن سرڪار تي پنهنجو اثر قائم ڪري ورتو. يحيٰ خان کان ون يونٽ ٽوڙي صوبن جي اصل حيثيت بحال ڪرائڻ جي منظوري بہ ورتائين، تہ جيئن مخالف ڪا هلچل شروع ڪن، تہ سندن ڪاوڙ جو نشانو يحيٰ خان بڻجي. ٽيون هُن عام چونڊن لاءِ وقت مقرر ڪرائي ورتو ۽ ايئن هُن يحيٰ خان هٿان سندس حڪومت جي ناپائيداريءَ تي مهر هڻائي. ٻئي طرف يحيٰ خان محسوس ڪيو، تہ ڀُٽي گهٽا مطالبا پيش نہ ڪيا آهن، تنهنڪري هُن هڪدم ڀُٽو جا سڀئي مطالبا منظور ڪري ورتا.

پر ان جي معنيٰ هيءَ نہ آهي، تہ ڀُٽو، يحيٰ خان سرڪار ۾ شامل ٿي ويو، يا هُو يحيٰ خان جو حامي بڻجي ويو. هُن جو رَويو اصل ۾ هي هو، تہ انتظار ڪيو ۽ ڏسو. تنهن وقت بہ يحيٰ خان، ڀُٽي کي خوش رکڻ جي ارادي سان سرڪاري مامرن ۾ مشورن لاءِ کيس گهُرائيندو رهندو هو: اهڙا صلاحڪاري عالمي مامرن بابت ڪئي ويندي هئي، پر ڀُٽو سندس اقتداري شراڪت جي هر آڇ نامنظور ڪري ڇڏيندو هو، ڇوتہ هن جو خيال هو، تہ يحيٰ خان سرڪار کي عوام جي تائيد نہ آهي، تنهنڪري اهو مناسب نہ ٿيندو، تہ هُو اهڙيءَ سرڪاري انتظاميا سان پاڻ کي جوڙي. 10 جون 1969ع تي ڀُٽي

هڪ بيان ۾ صاف طور آمراڻي حڪومت بابت پنهنجا خيالَ ظاهر ڪيا. هن جا اِهي لفظَ ايوب خان ۽ سندس جاءِ نشين ﭙنهي تي ئي لاڳو ٿين ٿا، پر تنهن وقت اِهي لفظَ خاص طور ايوب خان ڏانهن ئي اشارو ڪري چيا ويا هئا. ڀُٽي چيو هو:

"ايوب خان جي حڪومت ۾ هيءَ ﭙڌاڪ ۽ ڪوڙ هنيو وڃي ٿو، ته ملڪ ۾ مڪمل طور امن قائم آهي ۽ حڪومت ۾ مضبوطي ۽ پائيداري آهي، پر پائيداري ته تڏهن قائم ٿئي ٿي، جڏهن بنيادي جهيڙا ختم ٿي وڃن ٿا ۽ پائيدار جماعتون ٺهن ٿيون. جيڪڏهن ڪو شخص ڌمڪي ڏئي ماڻهن کي ڊيڄاري طاقت سان حاڪم بڻجي ويهي ٿو، ته ان سان حڪومت جٽادار نٿي ٿئي. اهڙو ملڪ جيڪو ٻن ٽُڪرن ۾ ورهايل هجي ۽ سندس ﭙنهي ٽُڪرن ۾ هزارين ميلن جو مفاصلو هجي ۽ وچ ۾ هڪ اهڙو ملڪ هجي، جيڪو ساڻس دشمني رکندو هجي، ته اهڙي صورت ۾ اهو ضروري بڻجي ٿو، ته ملڪ جا ٻئي حصا هڪٻئي سان سهڪار ڪن ۽ اتحاد جي مضبوط ڏوريءَ ۾ ٻَڌجي وڃن." انهيءَ بيان ۾ ڀُٽي جيڪو به چيو، تنهن مان صاف ظاهر ٿئي ٿو، ته هُو اوڀر پاڪستان جي جائز مطالبن خلاف نه هو، ۽ نه ئي هن ڪانئن لنوايو هو. هُو ايوب خان، يحيٰ خان يا اولهه پاڪستان جي آمر حڪمران جي خيالن سان به سهمت نه هو، جيڪو اوڀر پاڪستان جي ﭘائرن کي سدائين ٻئي درجي جي شهري جو درجو ڏيڻ پسند ڪندو هو. ڀُٽي جو جيڪو رايو هو، سو ساڳيو سندس پارٽيءَ جو به رايو هو، ته اوڀر پاڪستان جو لڳاتار رت چوسيو ويو آهي، تنهنڪري جيڪي به مسئلا آهن، تن جو سياسي حل ڪڍيو وڃي.

تنهن وقت به جڏهن هُو ايوب سرڪار ۾ پرڏيهي وزير هو، هُن صدر ايوب تي زور وڌو هو، ته هُو شيخ مجيب کي گرفتار ڪري جيل ۾ نه وجهي، پر سياسي ناهه لاءِ ڪيس مجبور ڪري.

اصل ۾ ڀُٽو به اوڀر پاڪستان ۾ چڱو مشهور اڳواڻ هو. پرڏيهي وزير جو عهدو ڇڏڻ کان هڪدم پوءِ ڀُٽو ڍاڪا ويو هو، جتي جڏهن هُو ڪرڪيٽ ٽيسٽ مئچ ڏسڻ لاءِ ﭙَرپل اسٽيڊيم ۾ پهتو، ته ماڻهن اُٺي بيهي نعرن ۽ تاڙين سان سندس جوشيلو آڌرڀاءُ ڪيو هو.

يحيٰ خان پنهنجو واعدو پورو ڪيو ۽ ون يونٽ ٽوڙي اولهه پاڪستان جي چئن صوبن جي اصل صورت بحال ڪئي.

نومبر 1969ع ۾ يحيٰ خان آئين ناهڻ بابت هڪ سرڪيولر ڪڍيو، جنهن ۾ ٻُڌايو ويو هو، ته فوج ڪيئن غير فوجي سرڪار کي حڪومت جي واڳ سونپيندي.

انهيءَ سرڪيولر ۾ نه رڳو چونڊن جو ذڪر ٿيل هو، بلڪ اُهي رهنما اصول به ڄاڻايا ويا هئا، جنهن جي آڌار تي آئين کي ٺاهڻو هو. هُن ۾ چيو ويو هو، ته چونڊن جي مُهم سڄو سال جاري رهندي، جنهن ڪانپوءِ اسيمبليءَ جي گڏجاڻي ٿيندي ۽ 120 ڏينهن ۾ آئين جوڙيو ويندو، پر جيڪڏهن صدر جي خواهش هوندي، ته هُو ”ويٽو“ استعمال ڪري سگهندو.

جنوري 1970ع ۾ چونڊن جي مهم شروع ٿي. چوڏهن ورهين جي آمراڻي حڪومت ۾ ۽ وري بالغ ووٽن جي آڌار تي پاڪستان ۾ هيءَ پهرين چونڊ هئي. اهڙي چونڊ چوويهن ورهين ۾ ڪڏهن به نه ٿي هئي. چونڊ مهم دوران سيپيئي پارٽيون کُلي عام هڪ ٻئي جي مقابلي ۾ لٿيون. انيڪ اميدوار چونڊن ۾ بيٺا، جن پنهنجي قسمت آزمائي. ملڪ ۾ ان کان پهرين آزاد ۽ غيرجانبدار چونڊون ڪڏهن به نه ٿيون هيون.

اپريل 1970ع ۾ صدر يحيٰ خان جي ڌيءَ جي شادي ٿيڻي هئي. ڪيئي مشهور معزز وڏا مهمان، جن ۾ ذوالفقار علي ڀُٽو به شامل هو، پاڪستان جي مختلف حصن کان گهُرايا ويا هئا. ڇڱو ڇهڇٽو متل هو. خوشيءَ جي اُن موقعي تي يحيٰ خان فخر سان چيو، ته هُن جيڪي به واعدا ڪيا، سي پورا ڪري ڇڏيا آهن. پوءِ هُن ڀُٽي ڏانهن مُڙندي چيو: ”جيئن ته مون پنهنجا واعدا پورا ڪيا آهن، تنهنڪري هاڻي حڪومت توهان ماڻهن کي سنڀالڻ گهُرجي.“ جواب ۾ ڀُٽي، يحيٰ خان کي ياد ڏياريو، ته هُو گهڻو خوش نه ٿئي، جو اڃا ڪيئي ڏکيائون سامهون اينديون. هڪ سال کان اميدوارن وچ ۾ جيڪا جدوجهد هلندڙ آهي، تنهن ۾ ڪيئي ماڻهو چونڊن ۾ هارائي ويندا، ۽ ننڍين ننڍين اميدوارن کي وڏا اميدوار ڪُڙڪائي ويندا. انهيءَ قسم جي چونڊن واريءَ مهم ڪانپوءِ جيڪي به نمائندا چونڊجي ايندا، سي پاڻ ۾ وڙهڻ جهيڙڻ کانسواءِ ٻيو ڪجهه نه ڪندا. اهڙا ماڻهو ڪنهن ڳالهه تي سهمت نه ٿيندا ۽ 120 ڏينهن ۾ نئون آئين ٺاهي نه سگهبو. تنهنڪري جنرل يحيٰ خان کي ٻيهر هيءَ اعلان ڪرڻو پوندو، ته جيئن ته سياسي اڳواڻ رٿيل وقت ۾ آئين ٺاهڻ ۾ ناڪام ٿيا آهن، تنهنڪري هڪ ڀيرو ٻيهر هنن مونکي چيو آهي، ته هُو يعني يحيٰ خان ملڪ جي رهنمائي ڪري.

ڀُٽي، يحيٰ خان کي چتاءُ ڏنو، ته جيڪڏهن ائين ٿيو، ته پوءِ وڏي رتوڇاڻ ۽ گوڙ ٿيندو، ۽ هن ڀيري فوج به اڇوت رهي نه سگهندي. ڀُٽي جي ڳالهه ٻُڌي يحيٰ خان هڪدم ڏکي ويو. هُن تجويز ڏني، ته اُهي ٻئي ڄڻا گڏجي اڳتي لاءِ ڳالهه ٻولهه ذاتي طور اڪيلائي ۾ ڪندا، جو هتي سڀني جي موجودگيءَ ۾ ان قسم جون ڳالهيون ڪرڻ مناسب نه آهن.

جڏهن ٻنهي اڳواڻن جي ملاقات اڪيلائي ۾ ٿي، ته ذوالفقار علي پنهنجا شڪ تفصيل سان يحيٰ خان کي ٻُڌايا ۽ اهو به اشارو ڪيائين، ته هن کي ڪهڙا جوکا نظر پيا اچن. پُٺي ڪيس مارچ 1969ع ۾ ٿيندڙ هڪ گڏجاڻيءَ جي به يادگيري ڏياري، جنهن جو خاص مقصد صوبن کي خودمختياري ڏيڻ هو ۽ چيائين، ته وڏيڪ سُنو هي ٿيندو، ته سيني اڳواڻن کي گهُرائي ڳالهه ٻولهه ڪئي وڃي ۽ اُهي جيڪو به چاهين، تنهن سڀ ڪجهه جو واعدو ڪيو وڃي. شرط اهو ئي رهندو، ته اُهي صوبائي خودمختياريءَ جي مناسب پروگرام بابت متفق ٿي ويندا.

انهن ڳالهين ڪانپوءِ پُٺي پانيو، ته حڪومت ڇڏڻ جو يحيٰ خان جو ڪو ارادو نه آهي. آئيني ڍانچي بابت جيڪو حُڪمنامو ڪڍيو ويو آهي، سو انهيءَ قسم جو آهي، جو اهڙي حالت پيدا ٿي وڃي، جنهن سان يحيٰ خان جي هٿ ۾ئي حڪومت رهي. پُٺو ان نتيجي تي پهتو، ته اهو سمورو عمل ناٽڪ ۽ اجائي بڪواس ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه آهي.

يحيٰ خان حڪومت ڪيئي پيرا اعلان ڪيو هو، ته اُها 1970ع جي چونڊ مهم دؤران غيرجانبدار رهندي، ۽ ڪنهن جي به طرفداري نه ڪندي، پر سچائي هيءَ آهي، ته اهڙي قسم جي ڪابه ڳالهه نه ٿي، ۽ سرڪار جي ڪيترن وزيرن پاڪستان پيپلز پارٽيءَ خلاف کُلي عام پنهنجي عهدي جو استعمال ڪيو. انهيءَ ۾ عجب جي ڳالهه نه آهي، ڇوته انهيءَ مان ظاهر ٿي ويو هو، ته سندن اڳواڻ جو رُخ ڪهڙو آهي. جنرل يحيٰ خان پنهنجي شرافت ۽ نيڪ نيتي ڏيکارڻ لاءِ پاڻ کي "ريفري" ڄاڻايو هو. پُٺي جڏهن چونڊ مهم جي ابتدا ڪئي، ته هُن پهرين عوامي جلسي ۾ نهايت ٺوڪ سان چئي ڏنو، ته يحيٰ خان اهڙو ريفري آهي، جيڪو موقعو ملڻ تي ڪنهن به ٽيم خلاف گول ڪري سگهي ٿو. ايوب خان جي حڪومتي دؤر ۾ پُٺي کي جن تڪليفن سان مُنهن ڏيڻو پيو هو، سي تڪليفون ڪيس ايوب جي جاءِ نشين جي زماني ۾ به پوڻيون پيون، پر اهي تڪليفون ايڏيون نمايان نه هيون.

سرڪار اتڪل پنهنجي سموري طاقت پيپلز پارٽيءَ خلاف لڳائي ڇڏي ۽ پهرين جنوري 1970ع تي يحيٰ خان پنهنجي ياءُ آغا محمد علي کي نيشنل سيڪيورٽي ڪائونسل جو صدر بڻائڻ جو اعلان ڪيو. هُن پنهنجي ياءُ کي حُڪم ڏنو، ته هُو پُٺي جي پارٽيءَ کي هارائڻ لاءِ جيڪو به ڪري سگهي ٿو، سو ڪري.

اصل ۾ ريفريءَ جي اُن ايجنٽ بيحد تشدد پيدا ڪندڙ طريقا واپرايا، ۽ سندس ڪم ڪرڻ جو طريقو گهٽ ۾ گهٽ "ايمپائر" جهڙو ته قطعي نه هو. انهن ماڻهن اوپر

پاڪستان جي چونڊن لاءِ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي مخالف پارٽيءَ طور اولهه پاڪستان ۾ روپيا گڏ ڪرڻ شروع ڪيا. پوليس انهيءَ موقعي تي ڀُٽي ڪي پريشان ڪرڻ لاءِ جيڪو به ڪري پئي سگهي، سو ڪيائين. رڳو ڀُٽو ئي نه، پر سندس پارٽيءَ جا ٻيا ميمبر به پوليس جي زيادتين جو شڪار ٿيا. پيپلز پارٽي جيڪي به شڪايتون ڪندي هئي، تن ڪان لنوايو ويندو هو، ۽ ڪا ڪارروائي نه ڪئي ويندي هئي.

31 مارچ 1970ع تي جڏهن ڀُٽي ڪي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، ته حالت ڏاڍي نازڪ ٿي پئي. سرڪار ان واقعي کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ ڪجهه ڏوهارين خلاف ڄڙتو ڪارروائي ڪئي وئي. جاچ جي مطالبي کي سرڪار منظور نه ڪيو.

سچائي هي آهي، ته يحيٰ خان، ڀُٽي کي بلڪل ناپسند ڪرڻ لڳو هو ۽ اها ناپسندي ان حد تائين پهچي وئي هئي، جو هن هڪ موقعي تي کُلي عام اهو اعلان ڪيو، ته ڀُٽو، شيخ مجيب الرحمان کان به وڌيڪ خطرناڪ آهي. هيءَ اڃرج جي ڳالهه نه آهي، ته اهڙي مخالف ماحول ۾ سندس سرڪار جا ڪجهه ماڻهو کُلي عام اهو چوندي ڏسڻ ۾ آيا، ته اُهي ڀُٽي جون ٻوٽيون ڪري ٽَڙون ڪُتن کي کارائيندا.

انهن پريشانين هوندي به، ان ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو نه هو، ته صدر جي حُڪمن موجب جيڪي به ذريعا موجود هجن، تن جي مدد سان ڪم جاري رکيو وڃي. انهيءَ گڏجاڻيءَ ڪانپوءِ يحيٰ خان ظاهري ۽ ڳُجهيءَ طرح ذوالفقار علي ڀُٽي ۽ سندس پارٽيءَ جي ميمبرن کي هر قسم سان هيسائڻ جي ڪوشش ڪئي.

# مصيبتن ڏانهن وڌڻ

هاڻي ذوالفقار علي ڀُٽي کي اهو چِٽو ڏسڻ ۾ پئي آيو، ته آئين بابت يحيٰ خان واري حُڪم کي، مختلف اڳواڻن ۾ اڳواٽ ڪنهن ناهه نه ٿيڻ تائين عمل ۾ نٿو آڻي سگهجي، ڇوته رٿيل وقت اندر آئين جو ٺهڻ ناممڪن هو. گڏوگڏ قومي اسيمبليءَ جي اجلاس گهُرائڻ کان اڳ، اڳواٽن وچ ۾ ڪنهن فيصلي نه ٿيڻ تائين شيخ مجيب جي ڇهه نُقاطي پروگرام جو سبب ڄاڻائي ڪم ۾ رُڪاوٽ وجهڻ جو انديشو موجود هو. جيڪڏهن اڪثريت سان آئين ناهڻ وارو طريقو طئي ٿي وڃي ها، ته شيخ مجيب کي ڪاميابي ملي وڃي ها، جو حقيقت ۾ هو ڇهن نُقطن جي آڌار تي آئين ناهي سگهي پيو. جڏهن اهي ڳالهيون يحيٰ خان جي سامهون آيون، ته هُن ڀُٽي کي ٻُڌايو، ته آءٌ شيخ مجيب سان ڳالهائي چڪو آهيان، ۽ چوندون ختم ٿيڻ ڪانپوءِ شيخ مجيب ڇهه نقاطي پروگرام لاڳو ڪرڻ تي ضد نه ڪندو.

چوندون ٿيون، جنهن جي نتيجن کان سڀڪو واقف آهي. شيخ مجيب کي اوڀر بنگال ۾ زبردست اڪثريت سان سوڀ ملي. ڀُٽي ۽ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ کي اولهه پاڪستان ۾ ڪاميابي ملي. يحيٰ خان ٻنهي ڪٽيل اڳواڻن کي ٽيليگرام وسيلي مبارڪباد ڏني. ڀُٽي اُن مبارڪباد جو جواب اوستائين نه ڏنو، جيستائين يحيٰ خان جي ماتحتن وجي ڀُٽي سان ملاقات نه ڪئي ۽ هُن کي اهو نه چيائون، ته صدر پنهنجي مبارڪباد جي تار واري جواب جي اميد رکيو ويٺو آهي.

جنوري 1971ع ۾ يحيٰ خان، مجيب سان ملاقات لاءِ اوڀر پاڪستان ويو. ملاقات ڪانپوءِ يحيٰ خان، مجيب جي موجودگيءَ ۾ صحافين کي ٻُڌايو، ته اسان ٻئي ڄڻا ڳالهين جي نتيجن مان مطمئن ۽ خوش آهيون. گڏوگڏ اهو به چيائين، ته مون اجهو هاڻي پاڪستان جي ٿيندڙ وزيراعظم سان ڳالهه ٻولهه ڪئي آهي.

پوءِ يحيٰ خان اولهه پاڪستان موٽي آيو. هُن لاڙڪاڻي وڃي ڀُٽي سان ملاقات ڪئي. اها ملاقات نهايت دوستاڻي رهي. يحيٰ خان ماڪيءَ جهڙيون مِٺيون ڳالهيون ڪيون ۽ ڀُٽي کي چيائين، ته هُو گُذريل ڳالهين کي وساري ڇڏي ۽ مستقبل ۾ ساڻس سهڪار ڪري. ڀُٽي چيو، ته اهي سڀ ڳالهيون ته صحيح آهن، پر ڇهه نقاطي پروگرام

جو ڇا ٿيو؟ يحيٰ خان چيو، ته ان پروگرام ۾ غلط ڳالهه ڪهڙي آهي. انهيءَ مان ظاهر ٿيو، ته مجيب، يحيٰ خان کي ڇهه نقاطي پروگرام ميرائڻ تي راضي ڪري ورتو هو.

ذوالفقار علي ڀُٽو، يحيٰ خان کي واضح ٻُڌايو، ته جيڪڏهن مجيب پنهنجي ڇهه نقاطي پروگرام جي ڪنهن حصي کي پورو ڪرڻ لاءِ زور نٿو ڏئي، يا ڇڏي ڏئي ٿو، ته اها ڳالهه ڪيس معلوم هئڻ گهُرجي ۽ سندس متفق ٿيڻ ڪانپوءِ عمل ۾ اچڻ گهرجي. هيءَ هڪ مسئلو آهي، جيڪو رڳو ايئن سُلجهي سگهي ٿو، ته مجيب کي پاڪستان جي اتحاد جي بچاءَ لاءِ ڪجهه ٻيون ڳالهيون ميرائڻ تي راضي ڪيو وڃي. زُلفي، يحيٰ خان کي اهو به ٻُڌايو، ته جيڪڏهن هڪڙي صوبي کي خودمختياري ڏني وينديءَ، ته پڪ سان ڇئني صوبن کي به ڏيڻي پوندي. جنهن جي معنيٰ هيءَ ٿيندي، ته پنج اهڙيون رياستون ٺهي وينديون، جن وٽ اڌوري آزادي هوندي، يا گهٽ ۾ گهٽ اوپر ۽ اولهه ۾ به صوبا ته اهڙا ضرور بڻجي ويندا، ۽ وري هر صوبي جا حقَ برابر هوندا. تنهنڪري جيڪڏهن اهو طريقو عمل ۾ آندو ويو، ته پاڪستان پنج خودمختيار صوبن جو مجموعي ملڪ نه، پنج اڌورين آزاد رياستن جو ملڪ بڻجي ويندو.

ڀُٽي جي دليلَ تي يحيٰ خان عجيب طريقي سان تاثر ڏنو. هُن چيو، ته آءٌ سپاهي آهيان ۽ وفاقي رياست ۽ متحده رياست جو فرق منهنجي سمجهه ۾ نٿو اچي. آءٌ ته رڳو ملڪ جي اتحاد کي برقرار رکڻ چاهيان ٿو، جيڪڏهن توهان ڪا تبديلي چاهيو ٿا، ته سِڌو مجيب سان ڳالهايو.

تنهنڪري 27 جنوري 1971ع تي ڀُٽو اوڀر پاڪستان ۾ مجيب سان ملاقات لاءِ روانو ٿيو. هيڏانهن مجيب جو رَويو بدلجي ويو هو. هُن ڀُٽي کي چيو، ته آءٌ توهان سان اوستائين ڳالهائڻ لاءِ تيار نه آهيان، جيستائين توهان ڇهه نُقاطي پروگرام کي نٿا مڃيو. ڀُٽي ياد ڏياريس، ته توهان يحيٰ خان سان ناهه ڪري چڪا آهيو، جنهن پٽاندر هي طئي تي ويو آهي، ته توهان ان پروگرام تي اَٽل نه رهندا. موٽ ۾ مجيب جيڪو جواب ڏنو، تنهن جي معنيٰ هيءَ هئي، ته ان طريقي سان مون هڪڙي فوجي آمر کي بيوقوف بڻايو هو. هڪڙو اهڙو به وقت هو، جڏهن ڇهه نُقطن کي سندس تخليق مڃيو ويندو هو، پر هاڻي اهو بنگالي عوام جو آواز بڻجي ويو آهي.

مجيب وڌيڪ مطالبا پيش ڪري مسئلي کي وڌيڪ اُلجهائي وڌو. ڀُٽي ”دي گريٽ ٽريجڊي“ ۾ لکيو آهي: ”ايئن اولهه پاڪستان مٿان چاليهه ارب روپين مان اٺتيهه ارب روپين جو پرڏيهي قرض ۽ ايڪٽيهه ارب رپين جو گهريلو قرض چڙهي ويو. عوامي ليگ جي ڳٽپ موجب، اولهه پاڪستان جي چئن صوبن کي ملڪ جي

اٽڪل چوٿون سيڪڙو ڳڻجون پوريون ڪرڙيون پون ٽيون ۽ اوڀر پاڪستان جو حصو رڳو ڇويهه سيڪڙو هجي ٿو. ايئن ان ڳالهه تي قطعي نه ويچاريو ويو، ته پاڪستان ۾ اوڀر بنگال جي آبادي ڇاونجاهه سيڪڙو آهي. گڏوگڏ هي به سوچيو ويو، ته اولهه پاڪستان کان جيڪا رقم هرجاڻي جي صورت ۾ اوڀر پاڪستان ڳڻي هئي، اها به ڏني ويندي. هن جي معنيٰ اها ٿي ته اولهه پاڪستان کي اينڊڙ ڪيترن ورهين تائين مرڪزي حڪومت جو پورو مالي بوجهه سهڻو پوندو ۽ گذريل ڇوويهه ورهين ۾ مالي ذميدارين ۽ قرض ڏيڻ وغيره جا جيڪي وعدا ڪيا ويا هئا، تن مان گهڻا اولهه پاڪستان کي ئي پرڻا پوندا. نتيجو هي نڪري ها، ته اولهه پاڪستان ۾ ترقيءَ جا سمورا ڪم رڪجي وڃن ها ۽ اوڀر پاڪستان کي پنهنجي منصوبابندي جاري رکڻ ۾ مدد ملي وڃي ها. اهي مطالبا اولهه پاڪستان جي آئيني ذميداري بنجي وڃن ها.“

پُٺو ۽ سندس پارٽي اهڙي حالت ۾ نه هئي، جو انهن مطالبن کي مڃي وٺي ها. اهڙي ڪا ڳالهه نه ٿيڻ ڳڻجي هئا، جنهن کي اولهه پاڪستان منظور ڪري سگهي ها، يا گهٽ ۾ گهٽ اولهه پاڪستان جا چونڊيل نمائندو ڪيس منظور ڪن ها.

جيستائين ڇهه نُقاطي پروگرام جو واسطو آهي، ته پُٺي، مجيب کي ٻڌايو، ته آءٌ انهن کي جيئن جو تيئن مڃي نٿو سگهان، پر آءٌ ڪوشش ڪندس، ته وڌ کان وڌ حصي کي اولهه پاڪستان جا ماڻهو مڃي وٺن. انهيءَ ڪم لاءِ وقت گهربل آهي، تنهنڪري هُن مشورو ڏنو، ته 15 فيبروري 1971ع تي قومي اسيمبليءَ جي جيڪا گڏجاڻي ٿئي پئي، تنهن کي ڪجهه هفتن لاءِ ملتوي ڪيو وڃي، جنهن مان هو اهو ڄاڻي سگهندو، ته اولهه پاڪستان کي شيخ مجيب جو ڇهه نُقاطي پروگرام ڪنهن حد تائين منظور آهي.

شيخ مجيب قومي اسيمبليءَ کي ملتوي ڪرائڻ واري صلاح منظور نه ڪئي، ڇوته مجيب جنگ جي جيڪا پاليسي واپرائي هئي، سو هيءَ ڳالهه اُن پٽاندر نه هئي. پاليسي هيءَ هئي، ته قومي اسيمبليءَ ۾ اڪثريت جي طاقت سان ڇهه نُقاطي پروگرام کي منظور ڪرايو وڃي، ۽ ان جي آڌار تي آئين ٺاهي ملڪ جي سامهون رکيو وڃي. اهو آئين هڪ سچائي هجي ۽ پوءِ اُن کان لنوائي نه سگهجي.

پُٺي، شيخ مجيب تي زور وڌو، ته هُو ڇهه نقاطي پروگرام بابت ڪو ٺاهه ڪري يا وري آئيني ڍانچي بابت نڪتل سرڪيولر موجب آئين ٺاهڻ لاءِ 120 ڏينهن جو جيڪو وقت رٿيو ويو آهي، تنهن کي ختم ڪري ڇڏي. جيڪڏهن منجهائن ڪا ڳالهه نه ٿي سگهي، ته پوءِ قومي اسيمبليءَ جي گڏجاڻي ڪجهه هفتن کان پوءِ يعني 23 مارچ

1971ع تي ٿئي، ته جيئن ڪيس ڳالهه ٻولهه لاءِ وقت ملي وڃي. جيڪڏهن انهن مان ڪا ڳالهه نه ڪئي وئي، ته پوءِ اسيمبليءَ کي برقرار رکڻ ڏکيو ٿي پوندو.

پر ڀُٽي محسوس ڪيو، ته شيخ مجيب پنهنجي دماغ جا تاڪ ٻيڪڙي ڇڏيا آهن، ۽ هو ڪوبه مناسب ۽ جائز دليلَ ٻُڌڻ لاءِ تيار نه آهي. بهرحال، ڀُٽو اولهه پاڪستان موٽي ويو ۽ هُن ڇهه نقاطي پروگرام جي هڪڙي هڪڙي نُقطي جي حَق ۾ دليلَ ڏئي سڄي پروگرام کي اولهه پاڪستان جي رهواسين کان منظور ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. 28 فيبروري تي لاهور ۾ ڏهن لکن ماڻهن جي هڪ عوامي جلسي ۾ ڀُٽو اُن پروگرام جا ساڍا چار يا پنج نقطا اولهه پاڪستان جي رهواسين کان منظور ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. اصل ۾ ٻيون ته سموريون ڳالهيون اولهه پاڪستانين منظور ڪري ورتيون، پر اُهي ڪرنسي، واپار ۽ امداد جي مامري ۾ رضامند نه ٿيا.

اٽڪل پنج نقطا منظور ڪرائڻ ڪانپوءِ ڀُٽي، شيخ مجيب کي چيو، ته مونکي ٿورڙو وقت اڃا ڏيو، ته جيئن مڪمل طور سمجهوتو ٿي سگهي. هڪدم يحيٰ خان ننڊ مان جاڳي پيو ۽ کيس اهو اُلڪو ٿيڻ لڳو، ته ڪٿي ناهه واقعي ٿي نه وڃي، ۽ هُن اسيمبليءَ جي گڏجاڻي اڻ مقرر وقت تائين ملتوي ڪرڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو. هيءَ گڏجاڻي 2 يا 3 مارچ تي ٿيڻ واري هئي. يحيٰ خان پنهجي اُن اعلان ۾ اهو نه ٻُڌايو، ته اسيمبلي جي گڏجاڻي هاڻي ڪهڙي تاريخ تي ٿيندي.

جڏهن ڀُٽي اهو ٻُڌو، ته يحيٰ خان اسيمبليءَ جي گڏجاڻي غير مقرر وقت لاءِ ملتوي ڪري ڇڏي آهي، ته هن محسوس ڪيو، ته هاڻي جهيڙو ٿيندو. هُن يحيٰ خان کي ان ڳالهه لاءِ ٽوڪيو، ته هُن اسيمبليءَ جي گڏجاڻيءَ لاءِ ٻي تاريخ طئي ڇو نه ڪئي. انهيءَ ڳالهه تي يحيٰ خان چيو، ته جڏهن هُن اسيمبليءَ جي گڏجاڻي ملتوي ڪرڻ نه پئي چاهي، ته ڀُٽي ايئن ڪرڻ لاءِ زور پئي ڀريو، پر جڏهن هُن گڏجاڻي ملتوي ڪري ڇڏي آهي، ته ڀُٽو اعتراض پيو ڪري. بهرحال، يحيٰ خان ايندڙ گڏجاڻيءَ جي تاريخ طئي ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ اُن بجاءِ هن هڪڙي ٻي گڏجاڻي ڪوٺائي. شيخ مجيب اُن اجلاس ۾ اچڻ کان انڪار ڪيو، ۽ يحيٰ خان کي اها گڏجاڻي ملتوي ڪرڻي پئجي وئي.

اسمبليءَ جو اجلاس ملتوي ڪرڻ ڏاڍو مهانگو پيو. جيئن اها اطلاع اوڀر پاڪستان جي ماڻهن وٽ پهتو، ته بغاوت شروع ٿي وئي. مجيب اوڀر پاڪستان جي اٽڪل سموري حڪومت پنهنجي هٿ ۾ وٺي ڇڏي ۽ هُو سيني کي حُڪم ڏيڻ لڳو. هر جاءِ تي هُن جي حُڪم موجب ڪم ٿيڻ لڳو، جن ۾ ريڊيو ۽ ٽيليويزن به شامل هو. اصل ۾ اوڀر پاڪستان جي پوري حڪومت هُن جي هٿ ۾ اچي چُڪي هئي، پر قانون

پٺاندر هُن کي ائين ڪرڻ جو حق مليل نه هو. قانون ۽ انتظاميا جي بگڙيل حالت کي سُڌارڻ لاءِ ڪو قدم نه کنيو ويو هو.

نيٺ، 17 مارچ 1971ع تي يحيٰ خان ڍاڪا ويو. هُن ڀُٽي تي زور وڌو، ته هُو به ساڻس گڏ هلي، پر ڀُٽي انڪار ڪري ڇڏيو ۽ چيائين، ته هو تيستائين ڍاڪا نه ويندو، جيستائين مجيب ساڻس ڳالهه ٻولهه ڪرڻ لاءِ تيار نه ٿيندو. ڍاڪا پهچي ٻن ڏينهن ڪانپوءِ يحيٰ خان ڀُٽي کي تار وسيلي ڄاڻ ڏني، ته مجيب ساڻس ڳالهائڻ لاءِ تيار آهي. 20 مارچ تي ڀُٽو ڍاڪا پهتو ۽ هُن يحيٰ خان جي موجودگيءَ ۾ مجيب سان ڳالهه ٻولهه ڪئي. ڳالهه ٻولهه اڃا شروع ئي نه ٿي هئي، ته شيخ مجيب چيو، ته هُو ڀُٽي سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ لاءِ تيار نه آهي. يحيٰ خان سندس رٿا بابت ڀُٽي کي ٻُڌائي سگهي ٿو. اهو ٻُڌي ڀُٽو ڪمري مان اُٿي ٻاهر وڃڻ لڳو، تڏهن مجيب سندس هٿ جهلي ورتو ۽ چيائين: "ياءِ، مونکي بچاءِ." ۽ پوءِ هن تاهه لاءِ پنهنجون تجويزون ڏيڻ شروع ڪيون.

ڀُٽي چيو: "اسان هتي ڳالهه نٿا ڪريون. اچ، اسان باغ ۾ ٿا هلون." اُهي ٻئي ڄڻا باغ ۾ وڃي پسار ڪرڻ لڳا. مُجيب، ڀُٽو کي چيو، ته هُو اولهه پاڪستان جو وزيراعظم بڻجي وڃي ۽ ڪيس اوڀر پاڪستان جو وزيراعظم بنجڻ ڏئي. گڏوگڏ مجيب، ڀُٽي کي چتاءُ ڏنو، ته هُو فوج تي ڀروسو نه ڪري. اُهي اسان ٻنهي کي ختم ڪري ڇڏيندا. جنهن تي ڀُٽي پنهنجي خاص انداز ۾ چيو ته، "آءٌ تاريخ هٿان مرڻ بجاءِ فوج هٿان مرڻ پسند ڪندس."

رواني ٿيڻ کان اڳ شيخ مجيب خواهش ڏيکاري، ته انهن ٻنهي ڄڻن وچ ۾ رات جو وري ملاقات ٿئي، جنهن تي زُلفيءَ جواب ڏنو، ته آءٌ اوڀر پاڪستان چورن جيان لڪي ملڻ لاءِ نه آيو آهيان. پوءِ به هُن واعدو ڪيو، ته جيڪڏهن ضروري ٿيو، ته شيخ مجيب ڏانهن پنهنجو ڪو ڀروسي جوڳو ماڻهو موڪليندس.

يحيٰ خان پنهنجي ڪمري جي پردي پويان بيٺي ڀُٽي ۽ مجيب کي ڏسندو رهيو. پوءِ هُن پنهنجي فوجي سيڪريٽريءَ وسيلي ڀُٽي کي ڄاڻ ڏني، ته هُو ساڻس ملڻ چاهي ٿو. ڀُٽي طرفان ڪمري ۾ ايندي ئي يحيٰ خان هڪدم ڪانئس پُڇيو، "هي ڇا آهي؟ هني مون؟" ذوالفقار علي ڀُٽي جواب ڏنو، ته شيخ مجيب پنهنجي هيءَ رٿا ٻُڌائي آهي، ته قومي اسيمبليءَ جون به ڪميٽيون هُجن: هڪڙي اوڀر پاڪستان لاءِ ۽ ٻي اولهه پاڪستان لاءِ. تنهن ڪانپوءِ قومي اسيمبليءَ جي گڏجاڻي ڪوٺائي سگهجي ٿي ۽ سندس آڏو قرارداد صحيح طريقي سان رکي سگهجي ٿي.

انهيءَ وقت تائين عوامي ليگ پنهنجا اصل نهراءَ بدلائي ڇڏيا هئا، ۽ عوامي

ليگ هاڻي گڏجاڻين جي حق ۾ هئي: ٻن ڪميٽين بجاءِ ٻه اجلاس گهرائڻ پئي چاهيائين. هُن جو چوڻ هو، ته ٻه اجلاس ٿين ۽ اُهي ٻه آئين ٺاهين. ايئن نه ٿيڻ گهُرجي، جو ٻه ڪميٽيون پنهنجي رپورٽَ جوڙين، جن ۾ نهراءَ هجن ۽ وري اُنهن رپورٽن کي قومي اسيمبليءَ ۾ پيش ڪيو وڃي ۽ وري پوءِ پاڪستان کي ڪنفيڊريشن ۽ ٻه آئين جوڙي، هڪ ملڪ ٺاهڻ لاءِ قومي اسيمبليءَ جي گڏجاڻي گهُرائي وڃي. عوامي ليگ پهريون پيرو باقائدي پاڪستان کي ڪنفيڊريشن ٺاهڻ جي آڇ ڪئي.

پريشان ٿي ذوالفقار ڀٽي اها آڇ ان شرط سان منظور ڪئي، ته قومي اسيمبلي شروع ۾ رئي انهن تجويزن کي منظور ڪري، نه ته وڏو خال پيدا ٿي پوندو. 23 مارچ تي شيخ مجيب، ڀُٽي جو اهو شرط نامنظور ڪري ڇڏيو.

24 مارچ تي ڀٽو، يحيٰ خان سان ملاقات لاءِ ويو ۽ ڪيس هڪدم شڪ ٿيو، ته ڪا گڙٻڙ آهي، ڇو ته يحيٰ خان، ڀُٽي جي ڳالهين ۾ ڪا دلچسپي نه ورتي. ڀُٽي کي ائين محسوس ٿيو، ڄڻ ته يحيٰ خان فوجي ڪارروائي ڪرڻ جو فيصلو ڪري ورتو هجي.

ڀُٽي پنهنجو اهو اُلڪو ظاهر ڪندي يحيٰ خان کي مشورو ڏنو، ته هُو اهڙي قسم جو ڪو قدم نه کڻي. وقت ڪافي گُذري چُڪو آهي ۽ هاڻي اهو مناسب نه آهي، ته طاقت وسيلي حالتن تي ضابطو آڻڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي. گڏوگڏ يحيٰ خان وٽ ايترا فوجي هٿيار ۽ سامان به نه آهن، جو فوجي طاقت سان مسئلي کي سُلجهائي سگهي. يحيٰ خان چيو، ته هُو ان ڳالهه تي ويچاريندو ۽ سڀاڻي ٻُڌائيندو، ته ان سلسلي ۾ڇا ڪيو وڃي. ٻئي ڏينهن 25 مارچ 1971ع جي تاريخ هئي.

پُورا ٻه ڏينهن ڀُٽو، يحيٰ خان جي نياپي جو اوسيئڙو ڪندو رهيو، ۽ جڏهن يحيٰ خان طرفان شام ٿيڻ تائين به ڪا ڄاڻ نه ملي، ته ڀُٽي پنجاب جي گورنر کي مجيب سان ملڻ لاءِ موڪليو، ته ڄاڻ وٺي ته ڇا پيو ٿئي. مجيب غيريقيني انداز ۾ گورنر کان پڇيو ته، "ڇا توهان کي ڄاڻ نه آهي، ته يحيٰ خان اولهه پاڪستان روانو ٿي چُڪو آهي؟"

جڏهن ڀُٽي اهو ٻُڌو، ته ڪيس پنهنجي ڪنن تي ويساهه نه آيو. هُن هڪدم پريزيڊنٽ هائوس سان رابطو ڪيو، جتان ڪيس پتو پيو، ته يحيٰ خان ايسٽرن ڪمانڊ ميس ۾ ڊنر تي ويل آهي. ڀُٽي ميس ۾ به ٽيليفون ڪيو، ته ڪيس ٻُڌايو ويو، ته صدر ڊنر پارٽيءَ ۾ آهي ۽ هينئر سائنس نٿو ڳالهائي سگهي. ڀُٽو سمجهي ويو، ته شيخ مجيب کي غلط اطلاع ڏنو ويو آهي.

25 مارچ 1971ع جي رات جو يارهن وڳي فوجي ڪارروائي شروع ٿي وئي. ڀُٽو پوءِ اڪثر سوچيندو هو، ته جيڪڏهن يحيٰ خان کي فوجي ڪاروائي شرع ڪرڻي ئي

هئي، تہ پوءِ هُن کي اوپر پاڪستان ۾ چو ڇڏيو ويو. ڪافي سوچ ويچار ڪانپوءِ پُٽو اُن نتيجي تي پهتو، تہ ايئن رٿيل رٿا سان ڪيو ويو، تہ جيئن پُٽو فوجي طاقت ۽ سندن حملي ڪرڻ جي قوت کي ڏسي سگهي. ڍاڪا انٽرڪانٽي نينٽل هوٽل ۾ رهندي پُٽي پري کان اهو ڏٺو، تہ فوج حملو ڪيئن شروع ڪيو.

ٻئي ڏينهن پُٽو اولهہ پاڪستان روانو ٿي ويو. انهيءَ جهاز ۾ جنرل محمد عمر بہ هو، پر جنرل جو ورتاءُ گذريل ٻن ڏينهن جي ڀيٽ ۾ ٿورڙو مختلف هو. پُٽي جي هڪڙي ساٿيءَ بہ ان ڳالهہ کي محسوس ڪيو، ۽ پُٽي جو اُن ڳالهہ ڏانهن ڌيان ڇڪايو ويو.

27 مارچ 1971ع تي اولهہ پاڪستان واپس موٽڻ ڪانپوءِ پُٽي، جنرل پيرزادي کي چتاءُ ڏنو، تہ جيڪڏهن هُو سمجهي ٿو، تہ فوج، شيخ مجيب الرحمان کي ڪُچلي سگهي ٿي، ۽ اهو ئي حال پاڪستان ۾ بہ ڪري سگهي ٿي، تہ ڪين سخت مايوسيءَ جو مُنهن ڏسڻو پوندو. ڪنهن مامري کي سُلجهائڻ جو هي فوجي طريقو نهايت بيوقوفاڻو آهي. پيرزادي اهو بهانو ڪيو، تہ پُٽي کي ڄاڻ نہ آهي، تہ صدر، شيخ مجيب کي مڃائڻ جي ڪيڏي نہ ڪوشش ڪئي ۽ ڪيس پنهنجي راءِ ۾ ٿوري بہ تبديليءَ آڻڻ لاءِ مٿس ڪيڏو نہ زور ڀريو.

هوڏانهن اوڀر بنگال ۾ فوج کي ڇڙواڳ ڇڏڻ ڪانپوءِ يحيٰ خان، پُٽي ۽ سندس پارٽيءَ کي تنگ ڪرڻ جو هر طريقو آزمائڻ شروع ڪيو.

پوءِ يحيٰ خان زُلفيءَ سان ڳالهائڻ بند ڪري ڇڏيو ۽ پُٽي کي ملڻ جو ڪو موقعو نہ ڏنائين. نيٺ اپريل 1971ع ۾ جڏهن پُٽي جي يحيٰ خان سان ملاقات ٿي، تہ يحيٰ خان ڪيس چيو، تہ آزادي گهُرندڙن جي چيلهہ ڀڃي ڇڏي آهي، ۽ هاڻي ڪيس اوڀر پاڪستان کان ڊڄڻ جي قطعي گهُرج نہ آهي. پُٽي چيو، تہ اها بلڪل غلط ڳالهہ آهي. حقيقت هيءَ آهي، تہ حالتون ضابطي مان نڪرڻ جي سموري ذميداري صدر تي ئي آهي. ڇاپامار اوڀر بنگالين جي دلين ۾ نفرت پيرجي وئي آهي ۽ پناهگيرن سبب مسئلو اڃا بہ پيچيدو ٿي ويو آهي. تُرت برساتون شروع ٿي وينديون ۽ فوج لاءِ ڪابہ ڪاروائي ڪرڻ ڏکيو ٿي پوندو. ۽ بنگالي گوريلا اُن حالت مان پُورو پُورو فائدو وٺندا، ۽ سندن دلين ۾ ڀريل نفرت سبب ناهہ ڪرڻ ناممڪن بڻجي ويندو.

پُٽي ڏنو تہ يحيٰ خان کي انهن ڳالهين جي ذرو بہ ڳڻتي نہ آهي. هُن، زُلفيءَ کي چيو، تہ هي فوجي مامرا آهن، جن بابت ڪيس رتيءَ برابر بہ ڄاڻ نہ آهي. دوست جي حيثيت سان هُن پُٽي کي تاڪيد ڪئي، تہ هُن جو رويو نيڪ رهڻ گهُرجي. هُو تشدد

پيدا ڪندڙ تقريرن کي هرگز برداشت نه ڪندو. جيڪڏهن ڀُٽي اُن تاڪيد تي عمل نه ڪيو، ته سائنس به مجيب جهڙو ورتاءُ ڪيو ويندو.

اِهو ٻُڌي ڀُٽو اُٿي بيٺو ۽ اهو چوندي ٻاهر نڪري ويو ته، ”آءُ هتي توهان جون ڌمڪيون ٻُڌڻ نه آيو آهيان.“ جنرل پيرزادو سندس پويان ڀڄندو ويو، ۽ ڀُٽي جي ڪاوڙ کي ٿڌو ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو.

تُرت فوج ۾ ڀُٽو خلاف تقريرون ٿيڻ شروع ٿي ويون، ته جيئن نوجوان آفيسرن جي دلين ۾ ڀُٽي لاءِ جيڪا عزت هئي، تنهن کي ڪڍيو وڃي. اهي نوجوان آفيسر ڀُٽي جا حامي هئا، ٻئي پاسي اوڀر بنگال ۾ برسات شروع ٿي وئي، ۽ جيئن ڀُٽي اڳڪٿي ڪئي هئي، حالتون بدتر ٿي ويون.

عالمي حلقي مان سوويت روس ان مامري ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي. يحيٰ خان ۽ سوويت اڳواڻن وچ ۾ تورڙي لکپڙهه ٿي. نيٺ، جڏهن اوڀر پاڪستان ۾ فوج کي هر جاءِ تي شڪست پئي ملي، ته يحيٰ خان ڏنو، ته هاڻي هو چئني پاسن کان گهيرجي چُڪو آهي. تنهنڪري هُن ڀُٽي تي زور وڌو، ته هُو ڪو حل ڳولي. ڀُٽي جواب ڏنو، ته هُو حڪومت غير فوجي سرڪار کي سونپي ۽ اها غير فوجي سرڪارئي شيخ مجيب سان ڳالهه ٻولهه ڪري. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ يحيٰ خان، ڀُٽي کي وري گهُرايو. ڀُٽي ڪيس وري اهو مشورو ڏنو، ته هو غير فوجي سرڪار جي هٿن ۾ حڪومت سونپي. جنهن تي ماچيس جو ڪوڪو ڪٽي ڀُٽي ڏانهن وڌائيندي يحيٰ خان پُڇيو ته، ”ڇا حڪومت سونپڻ ايڏو سولو ڪم آهي؟“ ڀُٽو ماچيس جو ڪوڪو ڪنيو ۽ اُن کي يحيٰ خان کي موٽائيندي چيائين ته، ”ها، اهو ايتروئي سولو آهي.“

مشورو اهو ڏنو ويو، ته اوڀر پاڪستان ۾ ڏهن يا پندرهن ايماندار ماڻهن جي هڪ نگران حڪومت ٺاهي وڃي. انهيءَ مشوري موجب يحيٰ خان، ايم. اي. ملڪ کي اوڀر پاڪستان جو گورنر بڻايو. پوءِ ميٽروپول هوٽل ٻاهران هڪ عوامي جلسي ۾ يحيٰ خان هڪ جوشيلي تقرير ڪئي. جنهن ۾ هُن چيو ته، ”جيڪڏهن هندستان جنگ چاهي ٿو، ته پوءِ پيلي جنگ ڪري ڏسي.“ ڀُٽي اُن تقرير کي رد ڪيو. يحيٰ خان ٻاهوڙجي ويو ۽ ڀُٽي کان پُڇڻ لڳو ته، ”تو منهنجي تقرير کي رد ڇو ڪيو؟“ ڀُٽي جواب ڏنو ته، ”ڇوته توهان جنگ لاءِ تيار نه آهيو، خاص طور اهڙيءَ فوج سان گڏ، جيڪا ڇوڏهن ورهين کان سياست ۾ ڦاٿل هجي.“

# ڪير ذميدار هو؟

مون گُذريل موضوع ۾ حقيقتون ٻڌائڻ جو غيرجانبداراڻو انداز شعوري طور واپرايو هو، ڇوته ڪيئي حلقا چون ٿا، ته اوڀر پاڪستان ۾ ڏڦا پيدا ڪرڻ ۾ ذوالفقار علي ڀُٽي جوئي سڀ کان وڌيڪ هٿ هو، جنهن جنرل يحيٰ خان کي فوجي ڪارروائيءَ لاءِ پڙڪايو، ته جيئن هُو پاڻ وزيراعظم بڻجي سگهي ۽ ڪيس شيخ مجيب جي ماتحتيءَ ۾ ڪم نه ڪرڻو پوي. جيڪڏهن پوئين ڳالهين جي اڀياس ڪانپوءِ ڪو شخص اهو پائني ٿو، ته ڀُٽي خلاف اهو الزام صحيح آهي، ته ضرور انهيءَ ويساهه لاءِ وٽس ڪي معقول سبب هوندا. ڪجهه ماڻهو اهو محسوس ڪندا، ته زُلفي انهن واقعن کي روڪڻ لاءِ ڪا ترڪيب استعمال ڪري سگهي پيو، جنهن سبب پاڪستان جو هڪڙو ٽُڪرو ڌار ٿي ويو ۽ بنگلاديش ٺهيو. پر انهيءَ قسم جو نتيجو ڪڍڻ به اهڙين حالتن ۾ ممڪن نه آهي، جڏهن ڪو اهو ڄاڻندو هجي، ته ننڍپڻ کان ذوالفقار علي ڀُٽو ڪهڙين ڳالهين کان متاثر ٿي ڪم ڪندو رهيو آهي ۽ خاص طور جوڪن سان ڀرپور گذريل ٽن ورهين ۾ هُو ڪهڙين ڳالهين جو اثر قبوليندو رهيو آهي.

ڀُٽو به قومي نظريي ۾ گهٽي ڪتريٽي سان ڀروسو رکندڙ رهيو آهي ۽ سدائين اهو چوندو رهيو آهي، ته پاڪستان کي طاقتور ملڪ بنجڻ گھُرجي. ملڪ جي پرڏيهي پاليسي آزاد هئڻ گهرجي، ۽ گهرو مامرن ۾ پاڪستان کي ترقي پسند مالي پاليسي واپرائڻ گهرجي. هُو اهڙو پهريون اڳواڻ هو، جنهن اهو محسوس ڪيو ۽ ٻڌايو، ته پاڪستان جي اوڀرندي علائقي سان زيادتي پئي ٿئي. هُو پاڪستان جي ٻنهي حصن سان ناٽي جي سلسلي ۾ منصفاڻي ۽ مناسب ورتاءَ جو سڀني کان وڌيڪ حامي رهيو آهي. هُن پاڪستان کي متحد رکڻ واريءَ خواهش مان ڪڏهن به هٿ نه ڪڍيو، پوءِ ڀلي اُن لاءِ ڪيس ذاتي طور يا سندس ملڪ کي ڪهڙي به قرباني ڏيڻي پئي هجي.

ڀُٽي ۽ مجيب وچ ۾ اختلاف ڇهه نقاطي پروگرام جي ڇنڊڇاڻ سان شروع ٿيو. ڀُٽي جو ويچار هو، ته ان سان پاڪستان ۾ ڏڦيڙ ٿيندو ۽ ويڇا وڌندا. هُن کي اهو فارمولو مجيب جي مرضيءَ موجب بنائڻ واريءَ ڳالهه ۾ به شڪ هو. ايندڙ پيڙهين جا مؤرخ ورهين تائين ان سلسلي ۾ بحث ڪندا رهندا، ته جيڪڏهن ڀُٽو اُن فارمولا کي منظور

ڪري وٺي ها، تہ پاڪستان جو هڪڙو حصو ڪانئس ڌار ٿئي ها يا نہ. پر هر شخص سدائين پنهنجي سوچ ۽ سمجهہ ڪان ڪم وٺي ٿو. هُو حالتن ڪي جنهن روپ ۾ ڏسي ٿو، تنهن ڪي موقعي موجب ايئن مُنهن ڏئي ٿو. جيڪڏهن پِٽي پنهنجي فيصلي ۾ پُل ڪئي، تہ اُن ڪي سندس سياسي غلطي مڃيو ويندو، پر مٿس اها تهمت نٿي مڙهي سگهجي، تہ هُن پنهنجي مقصد يا مفاد لاءِ ڪو ڪم ڪيو.

آئيني ۽ سياسي نقطي نظر سان پُٽو پنهنجي جاءِ تي صحيح آهي، چوتہ هُن زور پريو هو، تہ جيڪڏهن پاڪستان ڪي خودمختيار رياستن جي فيڊريشن بڻايو ويندو، تہ پُٽو ۽ پاڪستان پيپلز پارٽي مخالف پارٽيءَ جي حيثيت سان اسيمبليءَ ۾ ويهڻ لاءِ تيار آهي. پر جيڪڏهن مجيب جي ڇهہ نقاطي پروگرام کي پوريءَ ريت منظور ڪيو وڃي ٿو ۽ پاڪستان رڳو اڌورن آزاد رياستن جي ڪنفيڊريشن بڻجي وڃي ٿو، تہ اهو ضروري هو، تہ ڪنفيڊريشن ۾ شامل سڀني رياستن کي مرڪزي حڪومت ۾ حصو ملڻ گهُرجي. انهيءَ دليل تي ڪو اعتراض نٿو ڪري سگهي. بهرحال، گهٽڻ سڀن مان هڪڙو سبب هيءَ بہ آهي، تہ ڪنفيڊريشن جوڙڻ جو سڌو سادو بنياد اهو هجي ٿو، تہ منجهس شامل رياست، جنهن وقت بہ چاهي ڪانئس ڌار ٿي پاڻ کي آزاد ڪوٺي سگهي ٿي. اهڙيءَ ڪنفيڊريشن کي ظاهر آهي، تہ ڪنهن اهڙيءَ پارٽيءَ کي سونپي نٿو سگهجي، جنهن کي اڪثريت مليل هجي، ڇوتہ اهڙيءَ حالت ۾ ٻيون رياستون سندس ماتحت بڻجي وينديون.

نديڊ ڪان زُلفي متحد پاڪستان جو خواب ڏسندو رهيو آهي، پر تازن واقعن مان ظاهر ٿئي ٿو، تہ سندس خواب ٽُٽندو پُرندو پيو وڃي، تنهنڪري پُٽي جنهن ڍنگ جو ورتاءُ ڪيو، سو اُن حالت ۾ قطعي فطري هو. سچ اهو آهي، تہ آءُ پاڻ زُلفيءَ جي سهپ واريءَ قوت تي اچرج ۾ آهيان.

اهو سچ آهي، تہ زُلفي پاڪستان جي اتحاد جو ڪٽر حامي رهيو آهي. هُو اوڀر پاڪستان جي مناسب شڪايتن طرف اکيون بند ڪري ويهڻ جو رَويو اختيار نہ پيو ڪري سگهي. "دي گريٽ ٽريجڊي" نالي پنهنجي ڪتاب ۾، جيڪو 29 سيپٽمبر 1971ع تي ڇپيو، جڏهن افسوسناڪ واقعا پنهنجي پڄاڙڪي حد ڏانهن تيزيءَ سان وڌيا پئي، پِٽي لکيو:

"شيخ مجيب ۽ منهنجي وچ ۾ ڪجهہ اصولن تي اختلاف پيدا ٿيو. اها هڪ ٻئي جي مخالف منصفاڻن اصولن جي جدوجهد هئي. مجيب الرحمان جو ويچار هو، تہ

بنگال کي آزادي ملڻ انصاف جي حق ۾ آهي، پر منهنجو ويچار هو، ته پاڪستان کي متحد رکڻ انصاف جي گهُرج آهي.“

صدر يحيٰ خان جڏهن اوڀر پاڪستان ۾ مجيب الرحمان جي ڪاروائيءَ کي ملڪ سان غداريءَ جو نالو ڏنو ۽ سختيءَ سان ڪيس دٻائڻ چاهيو، ته ڀُٽي، جنرل پيرزادي کي سمجهائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي، ته اوڀر پاڪستان کي ڌار ٿيڻ کان روڪڻ لاءِ محدود طريقي سان فوجي ڪارروائي ڪري سگهجي ٿي، پر اوڀر پاڪستان کي اوستائين نٿو بچائي سگهجي، جيستائين فوجي ڪارروائيءَ سان گڏ ڪو سياسي حل نٿو ڳوليو وڃي ۽ اولهه پاڪستان سياسي ۽ مالي حلقن ۾ اوڀر پاڪستان تان پنهنجو قبضو نٿو هٽائي، ۽ سندس رت چوسڻ بند نٿو ڪري.

يحيٰ خان حڪومت جيڪا بربريت اختيار ڪئي هئي، سا ڀُٽي کي قطعي پسند نه هئي. 13 آگسٽ 1971ع تي ڀُٽي چيو: ”جتي ذاتي مرضيءَ واري ڍنگ سان حڪومت ٿيندي هجي ۽ سوچ سمجهه بنا ماڻهن تي ڦُٽڪا وسايا ويندا هجن، جتي فوج ئي آئين هجي، ته اُتي انصاف، قانوني فرضَ، بنيادي حقَ، قانوني حڪومت ۽ رٿيل قانون وغيره جهڙيون ڳالهيون اجايون آهن ۽ پاڪستاني عوام انهن ڳالهين کي قطعي وساري ويٺو آهي.“

پڇاڙيءَ تائين ڀُٽو، يحيٰ خان کي حيواني طاقت واپرائڻ کان روڪڻ جي ڪوشش ڪندو رهيو. تهران جي دؤري تان واپسيءَ ڪانپوءِ ڀُٽي هڪڙو خط يحيٰ خان کي لکيو. تهران ۾ ڀُٽي کُلي عام چيو هو، ته فوج پاڪستان جي مسئلن کي نٿي سُلجهائي سگهي. يحيٰ خان کي ڀُٽي پنهنجي خط ۾ لکيو:

”ملڪ مصيبت جي جنهن دؤر مان لنگهي پيو، تنهن تي عوامي سهڪار، عوام جي هٿن ۾ ملڪ جي قسمت سونپڻ ۽ عوام جي سرڪار ناهڻ بغير فتح نٿي ماڻي سگهجي.“

انهيءَ خط ۾ هُن اهو به لکيو هو، ته پاڪستان جي ٻنهي حصن جي چونڊيل نمائندن کي گڏيل پاڪستان هيٺ آئين ناهڻ جي هدايت ڪئي وڃي ۽ آئين کي ناهڻ ۽ ڪيس لاڳو ڪرڻ کان اڳ عوام جي منظوري لازمي آهي.

اهو ٻُڌائيندي ته يحيٰ خان کي آئين ناهڻ جو عوام وٽان ڪو حقَ مليل نه آهي. ڀُٽي اَعلان ڪيو هو: ”ڪنهن به آئين کي ڪاميابيءَ سان لاڳو ڪرڻ جي اُميد تيستائين نٿي ڪري سگهجي، جيستائين اهو عوام جي خواهشن جي عڪاسي نه ڪندو هجي، ۽ عوام ڪيس منظور نه ڪن.“

ڀُٽي لکيو هو ته: ”جيڪڏهن گهُرج پوي ها، ته آءٌ قومي مفاد لاءِ اُن آئين تي

آڳوڻو هٽڻ کان انڪار ڪري ڇڏيان ها، جيڪو مجيب الرحمان جي تخليق هجي ها، توڙي اُن آئين کي ٺاهيندڙ چونڊيل اسيمبليءَ جا ميمبر هجن ها، پر جڏهن قومي مفاد جي حقَ ۾ آءٌ فيصلو ڪري سگهان ٿو، ته پوءِ مون کان اها اميد نٿي ڪري سگهجي، ته يحيٰ خان جهڙي آمر جي ٺاهيل آئين کي آءٌ اکيون بند ڪري ماٿ ميٽ ۾ مڃي وٺندس.“

جيڪڏهن پاڪستان ۾ اهڙيون قوتون هجن ها، جيڪي ڪيس ٽُٽڻ کان بچائڻ لاءِ ڪوششون ڪن ها، ته شايد بنگلاديش ٺهڻ جهڙو افسوسناڪ واقعو نه ٿئي ها. صدر ۽ چيف مارشل لاء ائڊمنسٽريٽر جنرل يحيٰ خان آئيني ڍانچي بابت جڏهن هدايتون جاري ڪيون هيون، ته تڏهن ڪيس اهو بلڪل ظاهر ڪرڻ گهُرجي ها، ته سيپيئي سياسي جماعتون ڪيتري حد تائين خودمختياريءَ جو مطالبو ڪري سگهن ٿيون ۽ پاڪستان کي متحد رکڻ لاءِ ڪيتري حد تائين ان قسم جي مطالبن جي تائيد ڪري سگهجي ٿي.

جيڪڏهن شيخ مجيب جو ڇهه نقاطي پروگرام آئيني ڍانچي بابت جاري ڪيل هدايت جي حد کان ٻاهر هو، ته پوءِ چونڊن کان اڳ ئي اُن مطالبي کي ڳالهه ٻولهه وسيلي يا ٻين طريقن سان ختم ڪرڻ گهُرجي ها. تنهن وقت شيخ مجيب کي اهو چئي سگهجي پيو، ته هُو پنهنجي چونڊ مهم جو وسيلو ان پروگرام کي نه بڻائي، پر ان بنياد تي مجيب کي هڪ ڀيرو چونڊ وڙهڻ ۽ ڪامياب ٿيڻ جو موقعو ڏيڻ ڪانپوءِ، ان پروگرام کي لاڳو ڪرڻ واريءَ سندس خواهش تي پابندي مڙهڻ، ناانصافي سميت چٽاٽي ڳالهه ٿئي ها.

جيڪڏهن انهيءَ مامري ۾ ڪجهه ماڻهن کي گناهگار ڪوٺي سگهجي ٿو، ته گهُرج کان وڌيڪ چوٽ ڏيڻ جي ڀرين ذميداري ايوب خان جي هئي ۽ پوءِ يحيٰ خان جي، تنهنڪري زُلفيءَ کي ڪنهن به روپ ۾ ذميدار ڪوٺي نٿو سگهجي. نيٺ ذوالفقار علي ڀٽي ۽ پاڪستان پيپلز پارٽي به هڪ رٿيل مينيفسٽو جي آڌار تي چونڊن ۾ حصو ورتو هو ۽ اُن مينيفسٽو ۾ لکيل ڳالهين جو اپياس، تائيد ۽ سندن پرچار ڪا غيرمعمولي ڳالهه نه هئي. اُهي ڪنهن ٻيءَ جماعت جي ڳالهه لاءِ ڇو پاڻ ۾ وڙهن ها.

منهنجو مقصد اهو نه آهي، ته ڀُٽي جون خواهشون اوچيون نه هيون ۽ نه آءٌ اهو چوڻ ٿو چاهيان، ته هُو پنهنجو مقصد ماڻڻ لاءِ چالَ ڪيڏي نه پيو سگهي يا منجهس چالَ ڪيڏڻ جي صلاحيت نه هئي، تنهنڪري جيستائين هُن جا اوچا مقصد قومي مفاد کي نقصان نٿا پهچائين، تيستائين ڀُٽي جيڪو به ڪيو، سو مناسب هو. اهو سوچڻ به غلط ٿيندو، ته اوپير پاڪستان ۾ جيڪا رتوڇاڻ ٿي، سا ڀُٽي جي اشاري تي ٿي هئي، ڇو ته ڪيئي ماڻهن جيان ڀُٽي کي به بربريت سان ڀرپور ظلمن کان نفرت آهي. بهرحال،

ڀُٽي وٽ اهڙو ڪو ذريعو نہ هو، جنهن سان ڪيس هيءَ ڄاڻ ملي ها، تہ يحيٰ خان ۽ سندس ماتحت فوجي ڪمانڊرن جو ڪهڙوِ ارادو آهي، ۽ اُهي ڇا ڇا ڪرڻ چاهين. ماڻهن تي حيواني ظلم ڪرڻ جو ٺيڪو ڪنهن هڪ طبقي يا ڪنهن هڪ ملڪ جو ئي نہ آهي. ڪنهن حد تائين ان قسم جا ظلم ڪرڻ سڀني ملڪن جي ماڻهن جي عادت ۾ شامل آهي. اهو تہ سماج جو فرض هجي ٿو، تہ اُهو ڪجهہ ماڻهن کي ان قسم جي ظلمن کان روڪي. جڏهن ڪو سماج ڪنهن مامري ۾ رتوڇاڻ کي مناسب ڪوٺڻ لڳي ٿو، ۽ ڪنهن ٻئي مامري ۾ سندس بُرائي ڪري ٿو، تہ اُن سان بہ ايذي وسيع پيماني تي انساني مصيبتن جي داستانن جي ابتداء ٿئي ٿي.

جيڪڏهن انهيءَ ڳالهہ کي رد ڪري سگهجي ٿو، تہ پڙهندڙ کي ان ڳالهہ جو پورو حق آهي، تہ هُو پنهنجي مرضيءَ موجب فيصلو ڪري. مٿي جيڪي دليلَ ڏنا ويا آهن، سي ڪافي ٺوس آهن. انهيءَ ڳالهہ جا بہ ڪافي ثبوت آهن، جيڪي ذوالفقار علي ڀُٽي جي پس منظر مان ملن ٿا، جو ڀُٽو اهڙي ڪا حرڪت نٿو ڪري سگهي، جنهن سبب پاڪستان ٽُٽي ها.

ٻئي پاسي ڀُٽي خلاف انهيءَ ڳالهہ جي ثابتيءَ لاءِ بہ ڪيئي ثبوت موجود آهن، تہ ڀُٽو اوڀر ۽ اولهہ پاڪستان ٻنهي جي پاڻ ۾ گڏيل ويڇي ۽ ڏکيائين کان واقف هو، ۽ اُنهيءَ بابت هوشيار بہ هو. اُهو ڀُٽو ئي هو، جنهن فوجي آمرن کي چيو هو، تہ اوڀر پاڪستان سان اُهي انصاف ڪن، ۽ ايئن ملڪ جي اتحاد جو بچاءَ ڪن. ڀُٽي نہ، پر يحيٰ خان بنگال ۾ فوجي ڪارروائي شروع ڪئي هئي ۽ پڇاڙيءَ ۾ يحيٰ خان ئي ماٺ ميٺ ۾ ڍاڪا مان ڀڄي آيو هو، تہ جيئن ڀُٽو ڍاڪا جي انٽرڪانٽي نينٽل هوٽل جي شيشي واري مينار مان اهو ڏسي سگهي، تہ پاڪستاني فوج ڪيتري طاقتور آهي، ڇو تہ 25 مارچ 1971ع جي اُن فيصلاڪن‌ءَ رات جڏهن توپن ۽ بندوقن باهہ اوڳاڇڻ شروع ڪئي ۽ اوڀر پاڪستان سڙيو پئي، تہ ڀُٽو اُتي موجود هو. هُن هڪ ڇَرئي فوجي آمر جي پنهنجي ئي رعايا کي چيڀاٽڻ لاءِ ڪيل ڪارروائيءَ کي پاڻ پنهنجي اکين سان ڏٺو.

فوجي ڪارروائي جا منظر ڏيکاري، ڀُٽو کي اهو سبق ڏيڻ جي ڪوشش وئي هئي، تہ هُو فوج کان هوشيار رهي، جنهن جو مقصد ڪيس ڊيڄارڻ هو، پر اُن عمل سان ڀُٽي جي دل ۾ دٻ بجاءِ ڌڪار، نفرت، ڏک ۽ افسوس ئي پيدا ٿيو.

ڇا ڀُٽو اُن عمل کان ڊڄي ويو هو؟ نہ. انهيءَ عمل سبب ڀُٽي هڪ پيرو ٻيهر اهو عهد ڪيو هو، تہ هُو ان آمر جا بنياد ئي اُکيڙي ڇڏيندو. هُن 20 ڊسمبر 1971ع تي ايئن ڪري ڏيکاريو.

# فرض نڀائڻ لاءِ بيقرار صدر

اڪثر چونڊن جا مينيفسٽو ان لاءِ هُجن ٿا، جو انهن سان وڏيرن ڪي پنهنجي چار ۾ ڦاسايو وڃي، پر ذوالفقار علي ڀٽي سان ائين نہ ڪيو. هُو ان ڳالھ جي پُوريءَ ڪوشش ۾ آهي، تہ جيسٽائين ممڪن ٿئي، عوام سان جيڪي واعدا ڪيا ويا آهن، سي پورا ڪيا وڃن.

پوئين حڪومتن عوام جو رت ڪافي چُوسيو هو ۽ ملڪ جي مالي حالت ڪي حد ڪان وڌيڪ بدتر ڪيو، جنهن سبب ڀُٽي جي دل ۾ ڏاڍي ڪاوڙ هئي. هو اهڙو شخص آهي، جنهن ڊسمبر 1971ع ۾ پاڪستاني حڪومت سنڀالڻ ڪانپوءِ اهو محسوس ڪيو، تہ ڪيس پنهنجا فرض نڀائڻ ۾ تڪڙ ڪرڻ گھُرجي.

”دي بالٽي مور“ نالي اخبار هُن جي ڪيترن ئي نون سُڌارن تي اچرج ظاهر ڪيو آهي، جيڪي ڀُٽي ڪيا پئي، يا ڪرڻ جو سندس ارادو هو. اخبار لکيو آهي، تہ روزانو اها فهرست ڊگھي ٿيندي پئي وڃي. محترم ڀُٽو سڄيءَ رات ڪم ڪري ٿو ۽ ٽي يا چار ڪلاڪ ئي مس ننڊ ڪري ٿو.

ڀُٽي پاڻ بہ ان سلسلي ۾ ڪجھ لڪائڻ جي ڪوشش نہ ڪئي، تہ هُو گھٽ ۾ گھٽ وقت ۾ وڌ ڪان وڌ سُڌارا ڪرڻ چاهي ٿو. هُن اُن اخبار ڪي 16 جنوري 1972ع تي ٻُڌايو: ”جيڪڏهن توهان آمريڪي اهو سوچيو ٿا، تہ صدر فرينڪلن روزويلٽ پھرين سؤ ڏينهن ۾ ئي معجزو ڪري ڏيکاريو هو، تہ هاڻي توهان اسان ڪي بہ ڏسو.“

ڀُٽي پاڪستاني صدر جي عهدي جو قسم 11 اپريل 1972ع تي ڪنيو. هُن قسم ڪنيو، تہ هُو قانون موجب هر شخص سان انصاف ڪندو. انهيءَ ڪم ۾ هُو ڪنهن ڪان بہ نہ ڊڄندو، ۽ نہ ئي ڪنهن جي طرفداري ڪندو. نہ ڪنهن سان دوستي رکندو، ۽ نہ ڪنهن سان دشمني. هُن اچا عهدو سنڀاليو ئي مس هو، تہ ڪيس ڏھ ڪروڙ رپين ڪان وڌيڪ جي پرمٽن ڪي رد ڪرڻو پيو، جوتہ اهي پرمٽ پوئين حڪومت ملڪ جي ڪجھ سرمايدارن ڪي ڏنا هئا. پوئين سرڪار جو اهو ڪم طرفداريءَ ڪان سواءِ ٻيو ڪجھ بہ نہ هو.

سرڪاري طور پابندي هٽندي، ڀُٽي ٻارهن خاص صنعتي يونٽن ڪي سرڪاري

سرپرستيءَ ۾ وٺي ڇڏيو. انهن ڪارخانن جي لاڳت جو ناڻو پنجويهه ڪروڙ رپيا هو. هڪڙو ننڍڙو حُڪم جاري ڪندي ڪارن ۽ ٽريڪٽرن جي برآمد روڪي وئي. مالياتي وزير جي صدارت ۾ هڪڙو صنعتي انتظامي بورڊ بڻايو ويو، جنهن کي اهو ڪم سونپيو ويو، ته ملڪ جي ٽيهه خاص ڪارخانن کي سرڪاري سرپرستي ۾ وٺڻ ڪانپوءِ سندن سار سنڀال جو معقول انتظام ڪيو وڃي.

اهو محسوس ڪندي، ته پُٽو پنهنجي ارادن جو پڪو آهي، سرمايدار پاڪستانين جيڪو پرڏيهي ناڻو لڪائي رکيو هو، سو ظاهر ڪري وڌو. اها رقم اٽڪل ٽيهه ڪروڙ رپيا هئي. انهن واپارين اهو محسوس ڪيو، ته جهلجڻ تي هاڻي اُهي رشوت ڏيڻ بنا سزا کان نه بچي سگهندا.

غريب ۽ امير جي وچ ۾ فرق کي مٽائڻ جي پنهنجي اعلان ڪيل پاليسيءَ موجب پُٽي سڄي ملڪ جي سمورن سرڪاري ملازمن جي پگهارن جي اسڪيلن ۾ مناسب ۽ ضروري تبديليون آنديون. هُن سڀني کان ننڍي درجي جي ملازم جي پگهار ۾ چاليهه سيڪڙو ۽ سڀني کان اوچي درجي جي ملازم جي پگهار ۾ ڏهه سيڪڙو واڌارو ڪيو. گهر جي مسواڙ ۽ آمدرفت جو ڀتو وڌايائين ۽ جن سرڪاري ملازمن جي پگهار پنج سؤ رپين کان گهٽ هئي، تن جي ٻارن لاءِ تعليم مفت ڪيائين.

پُٽي اهو به واضح ڪيو، ته قومي مقصد، پيداوار ۾ واڌارو آڻڻ آهي. هُن واعدو ڪيو، ته مزدورن کي نفعي مان مناسب حصو ڏنو ويندو. ساليانو نفعي ۾ مزدورن جو حصو وڌائي ٻن بجاءِ چار سيڪڙو ڪيو ويو. ڏهه سيڪڙو بونس به ڏيڻ جي ضمانت ڏني ويئي، پر شرط اهو ته پيداوار ۾ واڌارو آندو وڃي.

پُٽو پاڻ هڪ وڏو زميندار هو. ڪنهن وقت هُن وٽ اڍائي لک ايڪڙ زمين هئي، پر هُن پنهنجي پاليسيءَ موجب زمين جي سلسلي ۾ انقلابي سُڌارا آندا. زمين جي وڌ کان وڌ حد مقرر ڪئي ۽ هر اُها قانوني کوٽ پوري ڪئي ويئي، جنهن مان ماڻهو ناجائز فائدو وٺندا هئا. هُن اهڙا طريقا اختيار ڪيا، جن سان قانون جي ڀڃڪڙي ڪندڙن سان سختيءَ سان پيش اچي سگهجي.

تعليم ڪارائتي طريقي ۽ تيزيءَ سان ڏيڻ لاءِ پُٽي هڪڙو قانون منظور ڪرايو، جنهن ۾ هيءَ ضمانت ڏني وئي، ته پهرين آڪٽوبر 1972ع کان اٺين درجي تائين پڙهندڙ ٻارن کي اسڪولي تعليم مفت ۾ ڏني ويندي ۽ پهرين آڪٽوبر 1974ع کان ڏهين درجي تائين پڙهندڙ ٻارن کي به اها ساڳي سهولت ملندي. ملڪ جي سمورن نجي

اسڪولن ۽ ڪاليجن کي سرڪار پنهنجي هٿ ۾ ورتو. هن جي ان فيصلي سان عوام کي فائدو پهچندو، يا نه اهو اجا ڏسڻو آهي.

جيڪڏهن ان ڳالهه جي ڳڻتيءَ نه ڪئي وڃي، ته پُٽي جيڪي قانوني طريقا واپرايا آهن، سي ڪارائتا ٿيندا يا نه، ته گهٽ ۾ گهٽ پُٽي جي پاليسي ايمانداراڻي آهي، جيئن پُٽي هڪڙي پيري پاڻ چيو هو ته، "پوئين حڪومتن ڪيئي اسڪول جوڙيا، پر ملڪ ۾ اسڪولن جون عمارتون ته هيون، پر منجهس شاگرد نه هئا. ليباريٽريون ته هيون، پر منجهن گهربل سامان نه هو. ڪلاس روم ته هئا، پر استاد نه هئا." عوام ۽ آفيسرن وچ ۾ ناتا سڌارڻ لاءِ پوليس ڪاتي ۾ زبردست تبديليون ٿيون ۽ اُن کي هڪ نئون روپ ڏنو ويو. سرڪار ضلع صلاحڪار ڪميٽيون جوڙيون، جيڪي پوليس ۽ عوام وچ ۾ لاڳاپن تي کُليل اظهار ڪنديون هيون. اهڙيءَ ريت هر ضلعي ۾ ڪليڪٽر جي ماتحتيءَ ۾ اهڙيون عدالتون جوڙيون ويون، جن ۾ حڪومت جي بدانتظاميا خلاف شڪايتون ڪري سگهبيون هيون. هُن پوليس سپاهيءَ جي پگهار وڌائي 110 رپيا ڪئي. انهيءَ ڳالهه جو انتظام ڪيو، ته پوليس ملازم جي معذور ٿيڻ سبب ڪيس پينشن ڏني وڃي. جيڪڏهن پوليس جو ڪو ملازم يا آفيسر فرض نڀائيندي مارجي وڃي، ته سندس اولاد ۽ سندس بيواهه کي پينشن ملي. گڏوگڏ شايد عوام جي ڀلائيءَ جو پروگرام سيني کان وڌيڪ اهم آهي، جنهن سان وڌ کان وڌ ماڻهن کي روزگار ملي ٿو، خاص ڪري اهڙن ماڻهن کي، جيڪي ٽيڪنيڪي ڪم ڪن ٿا. اهو پروگرام اجا شروعاتي حالت ۾ آهي، پر جيڪڏهن اهو ڪامياب ٿي وڃي ٿو، ته سندس نتيجا ڏاڍا اچرج ۾ وجهندڙ نڪرندا. سرڪار جو مقصد هيءَ آهي، ته انساني طاقت کي هر درجي تي پوريءَ ريت واپرايو وڃي ۽ اهي تعميري پروگرام عوام ۽ سرڪار جي سهڪار سان هلايا وڃن. بين ڳالهين سميت عوام کي اهو يقين ڏياريو ويو آهي، ته ڪجهه سالن ۾ پاڪستان جي اڪثر ماڻهن وٽ پنهنجو گهر هوندو. ريڙهين وارا رستي تي گهُمندي ڏسڻ ۾ نه ايندا، چوته وٽن پنهنجو دڪان هوندو. ناخواندگي ختم ڪئي ويندي ۽ چوت وارين ڦهلجندڙ بيمارين تي ضابطو آندو ويندو.

پهرين مارچ 1972ع تي قوم کي خطاب ڪندي ذوالفقار علي ڀٽي اعلان ڪيو، ته ذاتي زمين جي حد ۾ گهٽي گهٽتائي آندي ويندي. سرڪار سڀني ماڻهن کي وڌيڪ زمين پنهنجي هٿ ۾ رکڻ جي اجازت نه ڏيندي، خاص طور اهڙي وقت ۾، جو جيڪي ماڻهو ملڪ لاءِ دولت پيدا ڪن ٿا، بيوس بڻجي پاڻمرادو افسوسناڪ حالت ۾ زندگي گهاريندا هجن.

نهري علائقي ۾ زمين جي حد جتي پنج سؤ ايڪڙ هئي، گهٽائي ڏيڍ سؤ ايڪڙ ڪئي وئي. باراني زميني حد، جتي هڪ هزار ايڪڙ هئي، گهٽائي ٽي سؤ ايڪڙ ڪئي وئي. ٻين لفظن ۾ اهو چيو ويو ته، ”پندرهن هزار پيداواري انڊيڪش يونٽ“ کان وڌيڪ زمين ڪنهن وٽ نه رهندي. اصل ۾ نون سُڌارن جو مقصد هي هو، ته زمين جي جيڪا وڌ کان وڌ حد 1959ع جي لينڊ ريفارم ائڪٽ ڪانپوءِ طئي ڪئي وئي هئي، تنهن ۾ سترسيڪڙو ڪٽوتي ڪئي وئي.

انهيءَ ڪٽوتيءَ جو هڪڙو سبب اهو به هو، جو سرڪاري آفيسرن 1959ع جي لينڊ ريفارم ڪانپوءِ قانون کان بچڻ لاءِ ترڪيبون ڪڍي ورتيون هيون، تنهنڪري وٽن اڃا به گهڻي زمين هئي. نئين قانون هيٺ ڪوبه سرڪاري ملازم نوڪريءَ دؤران سؤ ايڪڙ کان وڌيڪ زمين رکي نه سگهندو هو. جيڪڏهن هُن وٽ اُن کان وڌيڪ زمين هوندي، ته اُها ڪيس سرڪار کي سونپڻي پوندي.

نَون سُڌارن وسيلي هارين جي حقَن جو بچاءُ به ڪيو ويو. گڏوگڏ هارين کي مرضيءَ سان يا ڪنهن خودغرضيءَ سبب بيدخل ڪرڻ تي پابندي وڌي وئي. آبيانو ڏيڻ جي ذميداري هارين تي نه، پر زميندارن تي وڌي وئي. زميندارن کي اها ذميواري سونپي وئي، ته اُهي هارين کي ٻج مهيا ڪن ۽ ٻج جي قيمت پاڻ ڏين.

توهان انهن ڳالهين کي ٿلهي ڪيئن به ڏسو، پر اصل ۾ اهي عمل ڏاڍا انقلابي هئا، جيئن ڀُٽي جو چوڻ آهي ته، ”نَون سُڌارن هيٺ هارين کي زمين لاءِ هڪڙو پئسو به نه ڏيڻو پوندو. اهو ئي زمين جو مالڪ هوندو ۽ مٿس ڪنهن به قسم جو ڪو مالي بوجهه يا قرض نه رهندو.“

10 فيبروري 1972ع تي صدر ذوالفقار علي ڀٽي هڪ نئين ليبر پاليسيءَ جو اعلان ڪيو، جنهن جو مقصد مزدورن کي اهڙا بنيادي حَق عطا ڪرڻ هو، جيڪي ملڪ جي صنعتي ترقيءَ واري نظريي سان ٺهڪندڙ ۽ سندس حق ۾ هجن. انهيءَ پاليسي هيٺ مزدورن کي ڪارخانن جي انتظاميا ۾ حصو ڏيڻ جو قانون جوڙيو ويو. انتظامي بورڊ ۾ مزدورن جا نمائندا ڪارخاني جي معيار موجب ويهه سيڪڙو رکي پيا سگهجن.

ڀُٽي اهڙو به انتظام ڪيو، ته مزدورن کي پيداوار ۾ واڌارو ٿيڻ تي سندس معقول نفعو ملي. ڀُٽي اعلان ڪيو، ته هاڻي اڳتي مزدورن کي اهو حق هوندو، ته اُهي ڪارخاني جي حساب ڪتاب، ريڪارڊ ۽ اسٽور جي جاچ لاءِ ڪو آڊيٽر مقرر ڪري سگهندا، جنهن جو معاوضو ڪارخاني جي انتظاميا ڏيندي.

هاڻوڪي قانون هيٺ مزدورن کي ساليانو نفعي مان به سيڪڙو ڏيڻ جو قانون

آهي، نئين قانون ۾ منجهس چار سيڪٽرو تائين واڌارو ڪيو ويندو. جيڪڏهن مزدور پيداوار ۾ واڌارو آڻين ٿا، ته ڪين نفعي جي رقم ڏهه سيڪڙي تائين اجا به ملي سگهي ٿي.

ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن ۽ انتظاميا وچ ۾ ڳانڍاپو قائم رکڻ لاءِ جيڪڏهن مزدورن جي شڪايتن ڪي مناسب عرصي ۾ ختم نٿو ڪيو وڃي، ته مزدور انتظاميا جو ڌيان پنهنجي شڪايتن ڏانهن ڏياري سگهي ٿو. دڪانن ۾ ڪم ڪندڙ مزدور جي شڪايت ڪي مقرر ڪيل مُدت ۾ ختم نٿو ڪيو وڃي، ته هُو مامري ڪي ليبر ڪورٽ ۾ ڪٺي وڃي سگهي ٿو. ليبر ڪورٽ پنهنجو فيصلو ويهن ڏينهن اندر ڏئي ڇڏيندي. اڳ ۾ فيصلو ڏيڻ جو عرصو سٺ ڏينهن هو.

ٻئي پاسي مزدور ڪٿي پنهنجي حقن جو ناجائز استعمال نه ڪن، ۽ اڪثريت مخالف هوندي هڙتال شروع نه ڪن، تنهن لاءِ قانون ۾ اهڙو قائدو ٺاهيو ويو آهي، جو ڪنهن به هڙتال ڪي شروع ڪرڻ ڪان اڳ يونين ڪي ڳُجهي طريقي سان ووٽ ڏياري اهو ڄاڻڻو پوندو، ته هڙتال ڪئي وڃي يا نه. نئين قانون ۾ مزدورن جي پگهار ڪي ڪارخاني جي پيداوار مان ملندڙ رقم سان ڳنڍيو ويو آهي. انهيءَ جو مطلب هي آهي، ته پيداوار ۾ جيئن واڌارو ٿيندو ويندو، مزدورن جي پگهارن ۾ به ايئن واڌارو ٿيندو ويندو. جيئن پُٺي واضح طور مڃيو آهي، ته پاڪستان پيداوار ۾ ڪوٽ جي ڏکيائيءَ ڪي مُنهن پيو ڏئي. انهن ڏکيائين تي تڏهن فتح ماڻي سگهجي ٿي، جڏهن سڄو سماج متحد ٿي قومي سرمايي جي واڌاري لاءِ جُنبي وڃي.

گهيراءُ تحريڪ ڪي سختيءَ سان ننديندي، جيڪا مزدورن جي جهيڙي جو افسوسناڪ حصو بڻجي وئي هئي، پُٺي صاف لفظن ۾ چئي ڏنو، ته گهيراءُ هڪ اهڙي حرڪت آهي، جنهن سان پاڻ ڪي ئي نقصان پهچي ٿو. اڪثر ماڻهو انهن مظاهرن ڪان تنگ اچي چُڪا آهن، ڇوته اهو عمل ڏڇي ۽ ڏڦيڙ ڪانسواءِ ڪجهه به نه آهي. اڪثر ماڻهو چاهين ٿا، ته مخالفت جي سمجهداريءَ ۽ شرافت سان ڀرپور طريقن ڪي واپرايو وڃي.

جيڪڏهن ڏڦيڙ ۽ هنگامن تي ويچاريو نه وڃي. پُٺي صاف لفظن ۾ چئي ڏنو، ته جيڪڏهن مزدور مناسب ورتاءُ نه ڪندا، ته رستن تي هنگاما ڪندڙن ڪي سرڪاري طاقت سان مقابلو ڪرڻو پوندو. حالتن ڪي نارمل رکڻ لاءِ پُٺي آخري اپيل ڪندي مزدورن ڪي چيو، ته اُهي وڏيڪ ڏڦيڙ ۽ هنگاما ختم ڪن. جيڪڏهن هاڻي اڳتي ڪنهن به غيرقانوني مظاهرو ڪيو، ته پوءِ سندس مقابلو پوريءَ طاقت سان ڪيو ويندو.

اڪثر سماج وادي سرڪارن پنهنجي مزدورن سان اهڙا واعدا ڪيا آهن، جيڪي پورا نٿا ٿي سگهن، ۽ جڏهن لفظن ڪي عمل ۾ آڻڻ جو سوال اچي ٿو، ته گهاٽو

ڏيکارڻ ۽ ڏيوالپڻي جي طريقن جو سهارو ورتو ويو. پُٺي گهٽ ۾ گهٽ ايمانداريءَ سان پنهنجي ملڪ جي مزدورن کي اهو واضح ٻُڌائي ڇڏيو، ته جيڪڏهن اُهي قومي سرمايي ۾ حصو چاهين ٿا، ته کين قومي پيداوار ۾ واڌارو آڻڻو پوندو، ۽ جيستائين قومي خوشحالي ۾ واڌارو نٿو ٿئي، تيستائين عوام ۾ به خوشحالي نٿي اچي سگهي.

مزدورن لاءِ "حقن جو عظيم هدايت نامو" جاري ڪندي پاڪستان جي ليبر وزير محمد حنيف واضح لفظن ۾ چيو، ته مزدورن کي جيڪي سهولتون ڏنيون پيون وڃن، تن کي خيرات نه سمجهڻ گهُرجي. مزدورن کي ملندڙ رقم کي ڪنهن به ڪارخاني جي نفعي ڪمائڻ جي صلاحيت سان ڳنڍڻ گهُرجي.

بونس ۽ پگهارن واريءَ رقم ڏيڻ نئين پاليسيءَ هيٺ ضروري آهي، پر اهو سڀ پيداوار ۾ واڌاري سان ڳنڍيل آهي. وڌيڪ بونس ۽ خاص مالي ترجيح سميت ٻيون معمولي سهولتون به ڏنيون ويون آهن، جيئن ڪارخاني جو مالڪ مزدورَ جي ڪنهن هڪ پُٽ کي ميٽرڪ تائين تعليم ڏيڻ جي ذميواري پاڻ تي کڻندو، جنهن جي خرچ جو ڪو به حصو مزدور کي پاڻ ڏيڻو نه پوندو. ڪنهن به مزدور کي ملازمت مان اوستائين نٿو ڪڍي سگهجي، جيستائين ڪيس ملازمت تان هٽائڻ واري نوٽيس ۾ نوڪريءَ تان ڪڍڻ جا سبب واضح نٿا ڪيا وڃن.

ٽريڊ يونين کي سگهارو ڪيو ويو آهي، پر حقن ۾ واڌاري سان گڏ فرضن ۾ به واڌارو آندو ويو آهي، ۽ اهو به ٻڌايو ويو آهي، ته اصلي پگهارن جي عام معيار ۾ تڏهن سُڌارو ايندو، جڏهن ڪُل پيداوار ۾ واڌارو ٿيندو.

هڪڙيءَ ٻيءَ ڳالهه کي ڏسي اچرج اچي ٿو، ته بينڪون رعايتي شرطن تي ڪجهه اهڙين پارٽين کي ضمانت ڏيڻ بنا قرض ڏينديون رهيون آهن، جن قرضن جي ادائيگيءَ جي ڪڏهن به اُميد ئي نه هئي: هاڻي اهو سلسلو ختم ڪيو ويو آهي. هاڻي بينڪون ڪجهه شاهوڪار گهراڻن جون جاگيرون نه آهن، ۽ نه ئي سندن ڊائريڪٽرن لاءِ سهولت جي نالي تي گهٽين رقمن جو انتظام ڪيو وڃي ٿو. هُنن کي جيڪا ادائيگي ٿئي ٿي، سا روزاني اجوري جي روپ ۾ هُجي ٿي، ۽ اُهو به تڏهن جڏهن اُهي ڪنهن گڏجاڻيءَ ۾ حاضر ٿيندا هجن يا حصو وٺندا هجن.

مالياتي متاسنا جي ماهري ۾ مالياتي وزير صاف طور اهو مڃيو، ته هاڻوڪن سالن ۾ پرڏيهي ناڻي جي خرچن ۾ گهڻو واڌارو ٿيو آهي، تنهنڪري پاڪستان جي مالي انتظام کي گهاٽي جي حالت تي آڏارڻو پوي ٿو.

69-1968ع ۾ ناڻي جو ڦهلاءُ 170 ڪروڙ رپين کان به وڌي ويو. سرڪار وڏ کان وڏ

نوٽ ڇاپيندي وئي ۽ اُن پيداوار وڌائڻ جي ڪا ڪوشش نہ ڪئي. هي عجب جي ڳالھ نہ آهي، تہ هڪ سال اندر ڪرنسيءَ جي ڦهلاءَ ۾ سؤ ڪروڙ رپين جو واڌارو ٿيو ۽ اهو سلسلو اوستائين جاري رهيو، جيستائين سرڪار تازو تبديل نہ ٿي.

ڀُٽو سرڪار ان ڪؤڙي سچائيءَ سان مُنهن ڏئي مامرو سُلجهائڻ چاهي ٿي ۽ اها حقيقت هيءَ آهي، تہ وڌيڪ سرمايي لاءِ وڌيڪ پيداوار هئڻ گھُرجي.

پرڏيهي وزير اهو مڃيو آهي، تہ پرمٽ ۽ ڪوٽا سسٽم سبب ڪرپشن، چور بازاريءَ ۽ جمع خوريءَ ۾ واڌ آئي آهي، جنهن سان بااثر ماڻهو ۽ جن ماڻهن جو لاڳاپو وڏن ڪامورن سان هو، رات وچ ۾ شاهوڪار بڻجي ويا آهن.

اهو طريقو هاڻي ختم ڪيو ويو آهي. هاڻي ننڍن ڪارخانن جي مالڪن کي تڪليفون ڀوڳڻيون نہ پونديون. ڪارخاني جون اهڙيون مشينون، جن جي قيمت پنج لک رپين ڪان گهٽ آهي، پرڏيهي امداد ۽ ڪرنسيءَ جي متاسنا جي آڌار تي درآمد ڪري سگهجن ٿيون ۽ جن مشينن جي قيمت ٻہ لک رپين ڪان گهٽ آهي، سي روڪ رقم ڏيئي ملڪ ۾ آڻي سگهجن ٿيون.

سرڪار اهڙن ماڻهن کي خاص طور ترجيح ڏيندي، جيڪي امداد ۽ متاسنا جو صحيح استعمال ڪندا. مشروط امداد ۽ متاسنا جي آڌار تي ڪچي مال جي درآمد تي ٽيڪس ۾ انهن ماڻهن کي ڇُوٽ ڏني ويندي.

گڏوگڏ اخبارن کي بہ آزادي ڏني وئي آهي. ٻوليءَ جي مامري تي ناھ ٿي ويو آهي. عدالتن ۾ اهڙا بنيادي سُڌارا ڪيا ويا آهن، جن سان ڪيسن جي شُنوائيءَ بهتر طريقي سان ٿي سگهندي.

پاڪستان جي فوجي اڳواڻن جو رايو هو، تہ ڪنهن بہ قوم کي ضابطي ۾ رکڻ لاءِ طاقت گھُربل هجي ٿي؛ جڏهن تہ ڀُٽي جو ويساھ جمهوري حڪومت ۾ آهي، ۽ هُو اهو سمجهي ٿو، تہ ڪابہ سرڪار اوستائين محفوظ نٿي رهي سگهي يا ڪنهن کي بہ ملڪ اوستائين خوشحال نٿو بڻائي سگهجي، جيستائين ڪيس اڪثريت يا عوام جي پُنيرائي نہ هجي. هاڻوڪن واقعن سبب ذوالفقار علي ڀُٽو ۽ مجيب هڪ ٻئي جا مخالف بڻجي ويا آهن. خاص طور شيخ مجيب الرحمان ڪيئي ڀيرا مخالفت ۾ ڀُٽي بابت اهڙو رايو ظاهر ڪيو آهي، تہ جيئن جهيڙو اجا وڌي. هُن ڪيئي ڀيرا اُن صدر کي خوار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيڪو اڄ اُن ٽُنل ۽ چنل اولھ پاڪستان جو صدر آهي. هُو چاهي ٿو، تہ ڀُٽي جي عزت مٽيءَ ۾ ملي.

ماڻهن جو حافظو ڏاڍو ڪمزور ٿئي ٿو، ۽ اهو ٿورڙي وقت تائين ساٿ ڏئي ٿو. پر

حقيقت هيءَ آهي، تہ جيڪڏهن اڄ مجيب جيئرو آهي ۽ بنگلاديش جو وزيراعظم آهي، تہ اُن لاءِ ڪيس ذوالفقار علي ڀُٽو جو تورائتو تيڻ ڳھرجي. يحيٰ خان جي حڪومت دؤران شيخ مجيب جي زندگيءَ جي قيمت ٻن ٽڪن جيتري بہ نہ هئي. جڏهن تہ دنيا ڪي اها چاڻ پئجي چڪي آهي، تہ يحيٰ خان، حڪومت ڀُٽي ڪي سونپڻ ڪانپوءِ ڪيس اهو خطرناڪ مشورو ڏنو هو، تہ هو مجيب ڪي موت جي سزا ڏئي ۽ اُن حُڪمنامي تي ڪا پوئين تاريخ وجهي، ۽ هن چيو، تہ آءٌ ذاتي خوشيءَ سان اُن حُڪمنامي تي صحيح ڪندس، ۽ مجيب ڪي مارڻ جو الزام پاڻ تي کڻي وٺندس. يحيٰ خان جو اهو مشورو هڪ شڪست کاڌل شخص جي انتقامي ڪارروائي هو، جنهن ۾ رتيءَ جيتري بہ انسانيت نہ هئي ۽ نہ ئي ڪنهن فوجي روايت جي بهادريءَ جو حصو هو.

پر زُلفي اُن ڳالھ ڪي منظور ڪري نہ پيو سگهي، ڇوتہ هُن جي عادت اهڙي نہ آهي. ڪنهن بہ شخص ڪي ايڏو بيرحميءَ سان مارڻ هُن لاءِ ناممڪن آهي، ۽ وري اُهو الزام ڪنهن ٻئي تي مڙهڻ سندس اصولن جي بلڪل ئي خلاف آهي. اتڪل هڪ منٽ تائين ڀُٽو، يحيٰ خان ڪي مٿي ڪان پيرن تائين، ۽ مٿان ڪان هيٺ تائين ڏسندو رهيو، ۽ پوءِ هُن چيو، تہ هُو اهڙي چتائي ڳالھ ڪي وساري ڇڏي. مجيب ڪي تُرت محفوظ طريقي سان ڇڏيو ويندو.

پنهنجي تازي ڪتاب "ڊسٽينٽ نيبر" ۾ ڪلديپ نيئر مجيب جي آزاديءَ کان پهرين وارن واقعن بابت شڪ ڏيکاريو آهي. ڪلديپ نيئر موجب ڀُٽي ڪيس ٻڌايو هو:

"23 ڊسمبر تي جڏهن پهريون ڀيرو اسان جي ملاقات ٿي، تہ مجيب قرآن کڻي چيو تہ، 'آءٌ هڪ سُنو مسلمان آهيان. آءٌ هينئر بہ چاهيان ٿو، تہ ملڪ جي حفاظت توڙي سلامتي، پرڏيهي مامرا ۽ ڪرنسي مرڪز جي هٿن ۾ رهن.'

27" ڊسمبر تي جڏهن اسان جي ٻيو ڀيرو ملاقات ٿي، تہ هُو ايڏو واضح نہ هو. هُن چيو تہ: 'آءٌ اهو نٿو چئي سگهان، تہ مرڪز جي هٿ ۾ ڪيترا مامرا ڏنا ويندا ۽ اُهي ڪهڙا ڪهڙا هوندا، پر ٻئي حصا هر حال ۾ جُڙيل رهندا. آءٌ لاڳاپو برقرار رکڻ چاهيان ٿو.'

"مونکي شڪ هو، تنهنڪري مون مجيب ڪي چيو: 'جيئن تہ توهان ڄاڻو ٿا، تہ توهان هيءَ ڳالھ هتي چئو پيا. آءٌ توهان جي وعدي ڪي مڃان ٿو، پر جڏهن توهان اُتي ويندا ۽ حالتن ڪي پاڻ پنهنجي اکين سان ڏسندا، ۽ جڏهن توهان اهو محسوس ڪندا، تہ توهان پنهنجي قبر ڪان موٽي آيا آهيو، تہ توهان جيڪو بہ چئو پيا، سو نہ ڪري

سگھندا.' پر مجيب وري ڪيس ڀروسو ڏياريندي چيو: 'نہ نہ، آءُ اڳواڻ آهيان. آ
ٺيڪ ڪندس.' ۽ انهيءَ قسم جون ٻيون ڳالهيون بہ ڪيائين.

"توهان ڄاڻو ٿا، تہ آءُ مجيب کي چاهيان ٿو. پر ڳالھ هيءَ آهي، تہ مامرا ايڏا گهڻا آهن، جو آءُ نٿو ڀانيان، تہ هو منجهانئن اڌ مسئلا بہ سُلجهائڻ لاءِ تيار ٿئي ها."

پوءِ ڪلديپ نيئر، مجيب سان بہ ملاقات ڪئي ۽ انهيءَ واقعي بابت ڀُٽو ڪيس جيڪو بہ ڄاڻايو هو، سو هُن مجيب کي ٻُڌايو. مجيب صاف طور اهو چيو، تہ اهڙي ڪا ڳالھ نہ ٿي هئي، جو هُن قرآن جو قسم کائي ڪا ڳالھ چئي هجي. اها بلڪل ڄٽو ڳالھ آهي.

اصل ۾ مُجيب، ڪلديپ نيئر کي ٻُڌايو تہ، "ڀُٽو بلڪل ڪوڙو ماڻھو آهي. آءُ هُن جو ٿوراٿتو آهيان، ڇوتہ هُن منهنجي زندگيءَ جو بچاءُ ڪيو، پر هُن کي ڪوڙيون ڳالهيون ڦهلائڻ جو ڪو حق نہ آهي."

مجيب ۽ ڀُٽي جي بيانن منجهان سچ ڪوڙ جو فيصلو ڪرڻ لاءِ ڪلديپ، مجيب جي طرفداري ڪئي آهي. جيئن هُن چيو آهي تہ:

"ٻئي حوالا بلڪل ايترو مختلف آهن، جيترو ڪين ٻُڌائيندڙن جون زندگيون. ڀُٽو ٿورڙي ڳالھ تي باهوڙجڻ وارو شخص آهي. هُن جي خيالن ۾ پُختگي نہ آهي، پر مجيب خاموش، سِڌو سادو ۽ سچار آهي. ڀُٽو هڪ گهڙيءَ ۾ ڪاوڙجي پوي ٿو ۽ ٻئي گهڙيءَ ٺڏو، جڏهن تہ مجيب ۾ يقين، صبر ۽ استقلال آهي."

انهن حالتن ۾ ڪوبہ شخص اهو اندازو لڳائي سگهي ٿو، تہ ڀُٽو ۽ مجيب پنهنجي پنهنجي ڳالھ تي اٽل رهندا، پر ڀُٽو کي باهوڙجندڙ ۽ مجيب کي صابر چوڻ واريءَ ڳالھ کي سطحي اپياس چيو ويندو. انهيءَ جو بيان ڪيل حقيقت جو صلاحيت سان ڪو واسطو نہ آهي.

بنگلاديش بنجڻ ڪانپوءِ هندوستان جو اهو لاڙو رهيو آهي، تہ مجيب الرحمان کي اُڀاريو وڃي، سندس ساراهہ ڪئي وڃي ۽ ڀُٽي کي ٻين جي نظرن آڏو خوار ڪيو وڃي ۽ ڪيس عام ماڻھو سڏيو وڃي. تنهنڪري ان ڳالھ ۾ ڪو عجب نہ آهي، تہ ڪلديپ نيئر، مجيب کي ڀروسي جوڳو ۽ ڀُٽي کي ناقابل اعتبار ڄاڻايو آهي. پر جيڪڏهن انواقعي کي ان سلسلي ۾ ڏٺو وڃي، تہ اهو ڀروسو ڪرڻ ڏکيو آهي، تہ اهي سڀ ڳالهيون ڀُٽي جون جوڙيل ڳالهيون آهن. ڇا اها ڳالھ ڀروسي جي قابل آهي، تہ مجيب ڪيئي مهينن تائين اُن ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ رهڻ ڪانپوءِ، جتي ڪيس ڪنهن بہ گهڙيءَ قتل ڪري ڇيو سگهجي، ڀُٽي جي ڪنهن اهڙي ڳالھ کي نامنظور ڪري ها، جنهن کي ڀُٽو ڪيس زندگي ۽ آزادي ڏئي منظور ڪرائڻ گهُري پيو؟

اهڙا وطن دوست ديوانا ٿيا آهن، جن مخالف حالتن جو مقابلو ڪندي پاڻ کي پنهنجي ملڪ لاءِ قربان ڪري ڇڏيو، پر ان سچائيءَ کي سامهون رکندي، ته پاڪستان کي شڪست ملي چُڪي آهي. پُٽي جي دل ۾ مجيب لاءِ ڪنهن به قسم جي نفرت نه هئي ۽ انهيءَ ڳالھ جو خيال ڪندي پُٽي جيڪو به چونڊ پئي چاهيو، سو رُڳو هڪ سياسي واعدو هو، جنهن سان پاڪستان جي اتحاد جو بچاءُ ڪري سگهجي. انهيءَ واقعي جي جيڪڏهن غيرجانبداريءَ سان ڇنڊ ڇاڻ ڪئي وڃي، ته معلوم ٿئي ٿو، ته مجيب ضرور اهڙو واعدو ڪيو هوندو، پر ڀوءِ هن اهو ڏنو هوندو، ته هاڻي اُن واعدي تي قائم رهڻ جي ڪا گُهرج نه آهي، ڀوءِ ڀلي اُن جو سبب اهو هجي، ته هُو هاڻي خطري ڪان ٻاهر اچي چُڪو آهي، ۽ ٻيو اهو ته پُٽي اهو واعدو مخالف حالتن ۾ دٻاءُ وجهي زور زبردستيءَ سان ورتو هو.

پر هيءَ ڳالھ ياد رکڻ جوڳي آهي، ته پُٽي، شيخ مجيب الرحمان بابت ڪڏهن به دشمني ظاهر نه ڪئي. پُٽو جي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جي ريڪارڊ ۾ ان ڳالھ جا اشارا ملن ٿا، ته هيءَ پارٽي اڪثر مجيب جي پاليسين جي مخالف رهي آهي، پر مخالف هوندي به پنهنجو عقل ۽ هوش ڪڏهن به نه وڃايائين. جڏهن پُٽي، مجيب جو ڇھ نقاطي فارمولا رد ڪري ڇڏيو، ته هُن اهو ڪم نهايت پُرسڪون ٿي ڪنهن جوش بنا ڪيو هو. هُن هڪڙيءَ هڪڙيءَ ڳالھ کي رد ڪيو. هُو نه ڊنو، ۽ نه ئي گھبرايو، جيئن ڀوءِ يحيٰ خان ڪيو. پُٽي، مجيب جي ڪنهن به آچ کي ملڪ سان غداريءَ جو نالو نه ڏنو، ۽ نه ئي اهو چيائين، ته مجيب اهو ڇھ نقاطي پروگرام پاڪستان کي برباد ڪرڻ لاءِ ناهيو آهي.

حقيقت هيءَ آهي ته مجيب جيڪو ڪجھ چاهيو پئي، ۽ پُٽي جيڪو به منصفاڻو ۽ ضروري مجيو هو، انهن ٻنهي ۾ اصل ۾ فرق بلڪل ٿورڙو آهي. ڀوءِ پاڪستان پيپلز پارٽي هڪ ڪتابڙو ڇپرايو، جنهن مان مُجيب لاءِ گهري دشمني بلڪل ظاهر نٿي ٿئي. اصل ۾ عوامي ليگ جي قراردادن کي نامنظور ڪندي به ڪجھ اهڙا حوالا آهن، جن ۾ مجيب جي خواهشن جي تائيد ڪئي وئي آهي ۽ مجيب کي اهم ۽ خاص سياسي اڳواڻ ڪوٺيو ويو آهي.

هيءَ سچائي آهي ته اهي سموريون ڳالهيون اوير پاڪستان جي افسوسناڪ واقعن ڪان گھڻو اڳ لکيون ويون هيون، جيڪي پاڻ پنهنجي مضمون موجب منهنجي ڳالھ جي تصديق ڪن ٿيون. هڪڙو ٽڪرو پڙهي ڏسو:

”ڏيڍ سال گذري ويو آهي، جڏهن ته عوامي ليگ پارٽيءَ جي صدر شيخ مجيب

الرحمان کي گرفتار ڪري جيل ۾ وڌو ويو هو. هُن ئي ڇهہ نقاطي پروگرام جوڙيو هو، تنهن وقت کان وٺي هو جيل ۾ سڙي پيو. ڪنهن بہ انسان کي جيل ۾ وجهي سگهجي ٿو، پر خيالن جي زنجيرن ۾ جڪڙي نٿو سگهجي. ڇهہ نقاطي پروگرام جي ان خالق جي آزادي ڦري ويئي آهي، جنهن پنهنجي دماغ سان اهي ڳالهيون سوچي ٺاهيون هيون. توهان سيني کي ڄاڻ آهي، تہ خاص طور جن جذبن کان متاثر ٿي اسان اهو پروگرام جوڙيو هو، اُهي جذبا اڄ بہ لکين ماڻهن جي دلين ۾ آهن.

”تنهنڪري اهو ضروري آهي، تہ انهن خيالن جو اپياس ڪيو وڃي، انهن تي سوچ ويچار ڪيو وڃي، انهن بابت بحث ڪيا وڃن، پوءِ پلي انهن جي نقادن کي جواب ڏيڻ کان چو نہ روڪيو وڃي، پر اهو رستو وڌيڪ مناسب ۽ منصفاڻو آهي. جيڪڏهن اڄ شيخ مجيب الرحمان کي آزاد ڪيو وڃي، تہ هُو پنهنجي تقريرن ۽ مضمونن وسيلي پنهنجي هڪ پروگرام جو خلاصو پيش ڪندو، ۽ سندس تائيد ڪندو. گڏوگڏ هُو اهڙن شڪ شبهن کي بہ ختم ڪري سگهي ٿو، جيڪي سندس ارادن بابت ماڻهن جي دلين ۾ ٿي سگهن ٿا. شايد هُو اهو بہ ٻڌائي سگهي ٿو، تہ ڇگيءَ ريت سوچڻ ويچارڻ کانپوءِ هُن پنهنجي خيالن ۾ نيٺ ڪهڙيون تبديليون آنديون آهن. شيخ مجيب الرحمان جي هيءَ ڳالهہ نٿي مڃي سگهجي، تہ هُن جيڪي اهي نهراءِ پيش ڪيا آهن، تن جو اثر بلڪل اهو ئي ٿيندو، جيڪو هُن چيو آهي. ڪيئي اهڙيون دوائون ٿين ٿيون، جيڪي ڊاڪٽر ڏيندا رهن ٿا، پر پوءِ جڏهن سندن ڄاڻ ۾ واڌارو ٿئي ٿو، تہ پتو پوي ٿو، تہ اُهي دوائون ڪنهن خاص مرض جو اثردار علاج نہ هيون.“

پُٽي، مجيب کي رد نہ ڪيو، بلڪ هُن مڃيو آهي، تہ اولهہ پاڪستان جيڪو ورتاءُ ڪيو آهي، تنهن سبب مجيب جي ناراضگي قدرتي ۽ لازمي آهي. پُٽو، مجيب جي ان ناراضگيءَ کي دل سان مڃيندو هو، جيئن هيٺ ڄاڻايل لفظن مان پڌرو ٿئي ٿو:

”ڪؤڙين سچائين کان اکيون پوري ملڪ جي سچي خدمت نٿي ڪري سگهجي. سُهٽن لفظن، نصيحتن ۽ ڪيئي قسمن جي بهانن سان ملڪ جي خطرناڪ مالي حالت ۽ سماجي مامرن جو سُلجهاءُ نٿو ٿي سگهي. انهيءَ سان تہ اهو ثابت ٿيندو، تہ اسان اُنهن ماڻهن سان انصاف ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهيون، جن سان ناانصافي ٿي آهي. اُهي حالتون ڪهڙيون آهن، جنهن سبب شيخ مجيب الرحمان کي ڇهہ نقاطي مطالبي جو پروگرام جوڙڻو پيو: جيڪڏهن انهن ڳالهين کي صحيح طريقي سان سمجهي ورتوسين، تہ پوءِ مسئلن جو جواب ملي سگهي ٿو.

”ملڪ جي ٻنهي حصن جي ماڻهن ۾ نفرت ڦهلائڻ سان ڪو فائدو نہ ٿيندو، ڇو تہ

اُهي ساڳئي ملڪ جا رهواسي آهن. جتي بہ اقتصادي مفاد کي سياسي سوالن سان جوڙيو ويو آهي، اُتي اُن گڙٻڙ جو پتو لڳو آهي، تہ اها ڳالھ سامهون آئي آهي، تہ انهن سيني پويان اهڙن طبقن جي خودغرضي آهي، جن کي خاص حقَ مليل آهن. پوءِ ڀلي عوام ڪنهن بہ علائقي جا هجن، سندن رت چوسيو ويو آهي.“

پُٽي ڏاڍي تفصيل سان اهو چيو آهي، تہ اوڀر پاڪستان سان تعصباڻو ورتاءُ ۽ زيادتي ڪئي وئي آهي. پُٽو اوڀر پاڪستان سان بهتر ورتاءُ ڪرڻ جي حق ۾ تہ آهي، پر هُو پاڪستان جا بہ ٽُڪرا ڪرڻ لاءِ بلڪل تيار نہ آهي. مسئلي جو حل نڪري سگهي پيو، پر اُن لاءِ ڏاڍي وڏي ڪوشش ڪرڻي پوي ها، ۽ ٻنهي پارٽين ۾ ناھ لاءِ يڪجهتي ۽ هم آهنگي جي گهُرج هئي. انهيءَ ڪانپوءِ اهو بہ ضروري هو، تہ ملڪ کي فوجي حڪومت جي پنجوڙ مان ڇوٽڪارو ڏيارجي ها، ۽ پاڪستان ۾ غير فوجي حڪومت قائم ڪئي وڃي ها. پُٽي کي اهو چڱيءَ ريت پتو هو، تہ اوڀر پاڪستانين جو ڏُک ۽ ڪاوڙ جائز آهي، جيئن هُن جي انهن لفظن مان ظاهر ٿئي ٿو:

”فوجي خرچن ۾ توازن نہ آهي، توڻي اهو خرچ تمام وڏو آهي، پر ايئن نہ آهي، جيڪو وقت سان وڌندو ئي وڃي: اهو گهٽجي بہ سگهي پيو. پهرين آهستي آهستي ۽ پوءِ تيزيءَ سان، پر اُن لاءِ اهو ضروري هو، تہ پاڪستان ۾ شروع کان ئي سُٺي ۽ معياري اعليٰ تعليم جا ادارا جوڙيا وڃن ها، جيئن تہ ايئن نہ ڪيو ويو، تنهنڪري جيڪو ٿيڻ ضروري هو، سو ائين ئي ٿيو. تعليم جو معيار مٿي وڌڻ بجاءِ گهٽجندو ويو.

”جڏهن تہ اولھ پاڪستان ۾ تعليم ڏانهن وڌيڪ ڌيان ڏنو ويو. اهو ئي نہ بلڪ سرڪار جي مالي پاليسين سبب جيڪو نئون سرمايدار طبقو اُڀريو، تنهن طبقي جي گهراڻن جي ڇوڪرن کي اعليٰ تعليم ڏيارڻ لاءِ پرڏيھ وڃڻ جون سهولتون مليل هيون. اسان جي مالي پاليسي اهڙي هئي، جنهن سان اوڀر پاڪستان ۾ تعليم ڏانهن ڌيان نہ ڏنو ويو. پاڪستان جي ٻنهي حصن ۾ اهو فرق ئي اختلاف جو خاص سبب هو.

”انهيءَ لاءِ ڪمزور مالي پاليسي ئي گڙٻڙ جي اصل ذميوار آهي. ڳرين مشينن کي ناهيندڙ ڪارخانا جوڙڻ جي ڪا ڪوشش نہ ڪئي وئي، تہ جيئن پاڙيرو ٿيڻ ۽ خوداعتمادي جي پيڙھ پڪي سگهي ها. پر ان لاءِ سرڪار کي وڏو سرمايو لڳائڻو پوي ها، ڇوتہ اهي ڪارخانا نفعو هڪدم نٿا ڏين. انهيءَ ڳالھ تي بہ لڳاتار زور ڏنو پئي ويو، تہ عوامي حلقن ۾ اهڙا ڪارخانا قائم ڪيا وڃن، جيڪي تُرت نفعو ڏئي سگهن. ايئن محفوظ ۽ هڪ ٻئي سان ڇتاڇيتيءَ جي جذبي کان وانجهيل ڪارخانن جي رحم

ڪرم تي رڳو اُن ٻيوس خريدار کي ڇڏيو ويو، جنهن جو اهي واپاري ۽ ڪارخانيدار مالڪ سخت بيشرميءَ سان رت چوسيندا رهيا."

اهي ڳالهيون مجڻ لاءِ سياستدان جو ذهن وسيع هئڻ گهرجي، پُٺي اوڀر پاڪستان جي ماڻهن جي جيڪا پُنيرائي ڪئي هئي، تنهن سان اُن صوبي جي ماڻهن کي سمجهڻ گهرجي ها، ته پُٺو سندن طرفداري اوستائين ڪندو رهندو، جيستائين پاڻ شيخ مجيب اهو چوندو هو، ته هُو اوڀر ۽ اولهه پاڪستان وچ ۾ اتحاد برقرار رکڻ جو مخالف نه آهي.

پر پوءِ واقعن ايڏيءَ تيزيءَ سان ڦيرو کاڌو، جو مجيب کي ڏار ملڪ ناهڻ لاءِ ڪم ڪرڻو پيو.

رڳ رڳ ۾ قومپرستي پيريل هئڻ سبب ۽ پاڪستان کي متحد رکڻ جي خواهش سان، تڏهن به جڏهن اتحاد ناممڪن هو، پُٺي کي مجيب جهڙي مخالف ڳالهه سان ملڻو پيو. اهڙي قسم جي جدوجهد تاريخ ۾ اڪثر ٿي آهي. جيڪڏهن مجيب انهن ڪوشش ۾ ناڪام ٿي وڃي ها، ته ڪيس ملڪ جو غدار سڏيو وڃي ها. پر مجيب کي جڏهن ڪاميابي ملي، ته پُٺي ڏٺو، ته هُو هڪ اهڙي عجيب ۽ ويچارگي واريءَ حالت ۾ آهي، جڏهن ڪيس ري ايڪشنري سمجهي سگهجي ٿو، جيڪو هڪ پوري ملڪ کي، سندس رهواسين جي خواهش خلاف غلام بنائڻ چاهي ٿو.

# امن جي ڳولا

ڀُٽي جي پاڪستان جو صدر بنجڻ ڪانپوءِ اخبارون ۽ رسالا منهنجي پويان پئجي ويا، ته آءٌ ڀُٽي تي مضمون لکان ۽ آءٌ اُن آڇ کي ممڪن حد تائين ٽُڏيندو ويس. پوءِ به ڳالهه ٻولهه دؤران پارليامينٽ جي مرڪزي هال ۾ آءٌ جيڪو به ڀُٽي بابت چوندو هوس، سو هِتي هُتي اخبارن ۾ ڇپجي ويندو هو. نيٺ منهنجي دل ۾ هيءَ ڳالهه ويني، ته هندستان ۾ اخبارون ڀُٽي خلاف خبرون ڇپينديون رهيون آهن، آءٌ ڀُٽي کي ڇٽيهن ورهين کان سُڃاڻان ٿو، تنهنڪري مون محسوس ڪيو، ته ڀُٽي خلاف ان قسم جون خبرون ڇپڻ انصاف پٽاندر مناسب نه آهي؛ سُنو ٿيندو ته آءٌ صحيح ڳالهيون ٻُڌايان، تنهنڪري آءٌ "السٽريٽيڊ ويڪلي آف انڊيا" کي هڪ انٽرويو ڏيڻ لاءِ راضي ٿي ويس. مون ڀانيو هو، ته هيءَ رسالو ڀُٽي جي صحيح ۽ حقيقي تصوير پيش ڪري سگهندو. مون پنهنجي البم مان ڪيئي فوٽو به اُن هفتيوار رسالي کي ڏنا. پر افسوس جي ڳالهه هيءَ آهي، ته منهنجي انٽرويوءَ سان گڏ ڪجهه ٻيا مضمون به ڇپيا، جن مان ڪجهه سخت هئا، ۽ ڪجهه غلطين سان ڀرپور هئا، تنهنڪري منجهانئس اُهو مقصد حاصل ٿي نه سگهيو، جنهن مقصد سان مون ان هفتيوار رسالي کي انٽرويو ڏيڻ لاءِ راضي ٿيو هوس.

انهن ڏينهن ۾ ڪيئي ماڻهن مون کان پُڇيو، ته ڇا مون ڀُٽي کي صدر ٿيڻ تي مبارڪباد جو خط لکيو آهي؟ آءٌ اهو چوندو رهيس، ته خط لکڻ ضروري نه آهي، ۽ مونکي پڪو ڀروسو آهي، ته هُو منهنجي دلي جذبن کان چڱيءَ ريت واقف هو. انهيءَ کان هڪدم پوءِ مونکي زُلفيءَ جو هڪ وڏو ۽ ڊگهو خط مليو. هُن منهنجو انٽرويو پڙهيو هو ۽ شايد ان سبب هُن اهو خط لکيو هو. ٻين ڳالهين سان گڏ هُن اهو به لکيو هو:

"مونکي اهو ٻُڌائڻ جي گهُرج نه آهي، ته اسان جي دوستي اڄ به قائم آهي. پلي ڪيترو به وقت گُذري وڃي، ۽ وقت سان گڏوگڏ ڪجهه به ٿئي، اسان جا لاڳاپا ايڏا گهرا آهن، جو ڀلي اسان پاڻ ۾ ڪو رابطو رکون يا نه رکون، اسان جي دوستيءَ تي اُن جو ڪو اثر نه پوندو. ڪيئي موقعن تي مونکي اسڪول ۽ يونيورسٽيءَ جا اُهي ڪِل خوشيءَ سان ڀرپور ڏينهن ياد اچن ٿا. اجا تازو مون جڏهن پنهنجي ملڪ جون واڳون

مصيبت جي گهڙيءَ ۾ سنڀاليون، ته منهنجي خواهش ٿي، ته توکي ٽيليفون ڪريان، پر مون پنهنجي ان خواهش کي دٻائي ڇڏيو، ڇوته سوچڻ تي مونکي لڳو، ته اسان جي ٻنهي ملڪن ۾ تنگ نظر ۽ ناسمجهه ماڻهن جي کوٽ نه آهي. مونکي پوري اميد آهي، ته اسان جي تُرت ئي ملاقات ٿيندي، ڇوته واقعا ٿورڙو ايئن نروار پيا ٿين، جن کي ڏسي لڳي ٿو، ته اسان جي ملاقات ممڪن آهي. آءٌ محسوس ڪريان ٿو، ته ٻنهي ملڪن جا ماڻهو نفرت ۽ شڪ جي رستي کان واپس موٽڻ چاهين ٿا، ۽ اُهي دوستي ۽ امن چاهين ٿا. اهو سوچي کهل اچي ٿي، ۽ کهل ئي نه بلڪ گهرو ڏک ٿئي ٿو، ته اسان ڪيترا قيمتي سال ائين وڃائي ڇڏيا، ۽ انهن حالتن ۾ هندستان ۽ پاڪستان جا غريب ۽ بيوس ماڻهو ڏکن جي چڪيءَ ۾ پيسندا رهيا.

”اڄ صبح مون 23 جنوري 1972ع جو 'السٽريٽيڊ ويڪلي آف انڊيا' ڏٺو، جنهن ۾ مون بابت هڪ مضمون ڇپيو آهي، جيڪي فوٽوگراف ڇپيا آهن، تن کي ڏسي مونکي هڪدم گُذريل گهڙيون ياد اچي ويون. لاس اينجلس ۾ هڪ بينچ تي ويٺل جيڪو فوٽو آهي، سو ٽينس ڪورٽ جي ٻاهران نڪتل آهي. ٻيو فوٽو عمر قريشيءَ سان گڏ نڪتل آهي، جيڪو 'بيل ِاسير' هوٽل، بيورلي هلز جي لان تي ڇڪيو ويو هو، ۽ جڏهن تنهنجا والدين آمريڪا جي سفر تي آيا هئا، 'پام اسپرنگس' تي فوٽو ڪڍيو ويو هو. انهيءَ سان مونکي اها ڳالهه ٻولهه ياد آئي، جيڪا اسان وچ ۾ تڏهن ٿي هئي. مونکي اُلڪو آهي، ته توکي اها ڳالهه ياد هوندي. پر تون پاڻ ئي پنهنجي انٽرويو ۾ چيو آهي، ته منهنجي يادداشت ڏاڍي سُني آهي. 1946ع ۾ ولنگڊن ڪلب جا جيڪي فوٽو نڪتل آهن، تن سان به مونکي تنهن وقت ٿيل ڳالهه ٻولهه ياد آئي. هڪڙو گروپ فوٽو عمر قريشيءَ جي دوست ميري جين فنچ جي گهر تي ڪڍيو ويو هو.“

زُلفيءَ جو اهو خط ملڻ کانپوءِ مون سوچيو، ته آءٌ وطن پرستيءَ جو پنهنجو فرض پورو ڪريان، تنهنڪري آءٌ وزيراعظم شريمتي اندرا گانڌيءَ سان مليس ۽ ڪيس ذوالفقار علي ڀُٽي بابت پنهنجا ويچار ٻڌايم ۽ چيم، ته آءٌ ڀُٽي جهڙي شخص کي سمجهڻ ۾ سندس مدد ڪري سگهان ٿو. مون هُن کي چيو، ته هندستان ۾ ڀُٽي کي جيئن سمجهيو وڃي ٿو، هُو اُن کان بلڪل مختلف شخص آهي. مون کيس اهو به مشورو ڏنو، ته پاڪستان سان ٺاهه ڪرڻ جو اهو سڀ کان پهرين موقعو آهي ۽ پاڪستان طرفان ڀُٽي کان پهرين ماڻهو هندستان کي نٿو ملي سگهي. پوءِ مون ان ڳالهه جي پُوري ڪوشش ڪئي، ته آءٌ هندستان ۽ پاڪستان جي لاڳاپن وارن مامرن ۾ ڪنهن به طرح نه ڦاسان.

مون زُلفيءَ جي خط جو جواب مارچ جي پڇاڙيءَ ۾ ڏنو. انهيءَ جو جواب به مونکي مليو. پر عجب جي ڳالهه آهي، ته اهو خط سِڌو مون وٽ نه آيو. اهو خط مونکي پرڏيهي وزارت طرفان مليو، جيڪو ڪنهن ٻئي ماڻهو وسيلي لکيل پيغام جي روپ ۾ هو، جنهن تي ڪابه تاريخ، خطاب يا ڪنهن جي صحيح نه هئي. ان خط ۾ ٻين ڳالهين سان گڏ اهو به لکيل هو:

”منهنجا دوست ذاتي طور آءُ توکي ويساهه ڏيان ٿو، ته گهٽي عرصي کان جيڪا رڪاوٽ سامهون آيل آهي، تنهن کي پري ڪرڻ لاءِ پنهنجي طرفان ڪا ڪسر نه ڇڏيندس. اها ڳالهه قدرتي آهي، ته آءُ توسان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ لاءِ جيترو جلد ممڪن ٿي سگهندو، وقت ڪڍي وٺندس، پر هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ ٿيندڙ ڪانفرنس جي مامرن ڪانسواءِ ٻيا به ڪم ايڏا گهڻا آهن، جو مونکي اُلڪو آهي ته اسان کي ڳالهه ٻولهه لاءِ پُرسڪون ماحول نه ملي سگهندو، جنهن ۾ اسان گڏجي ويهي ڳالهيون ڪري سگهون، جيڪي منهنجي سوچ ۽ دماغ ۾ آهن. ڇا آءُ هڪڙو ٻيو ذريعو ٻُڌائي سگهان ٿو؟ دهليءَ جي گڏجاڻيءَ کان پوءِ تون پنهنجي سهولت سان وِينا سان گڏ پاڪستان اچ ۽ اسان سان ڪجهه ڏينهن گڏ رهه، ايئن اسان ٻنهي جا گهرياتي هڪڙو ٻيرو ٻيهر هڪٻئي سان ملي سگهندا. آءُ چاهيان ٿو، ته تون منهنجي ٻارن سان ملن ۽ ڪانئن واقف ٿين. منهنجي سڀ کان وڏي ڇوڪري هاڻي ريڊڪلف ۾ آهي. اونهاري جي موڪلن ۾ هوءَ به اسان وٽ اچي ويندي. اسان به يا ٽي ڏينهن ڪنهن اهڙيءَ هل اسٽيشن تي ملي سگهون ٿا، جنهن تي ڪشمير ۾ تنهنجي فوج جو قبضو نه هجي. اسان وٽ هينئر به ڪجهه ناهوڪا ماڳ آهن، پر آءُ انهن جو ذڪر نه ڪندس، جو متان تنهنجي ’ڦهلاءَ‘ واري بُک ۾ ويتر واڌ نه اچي وڃي. توسان ملڻ جي اُميد ۾.“

شملا ڪانفرنس کان اٽڪل ٽي يا چار هفتا اڳ مون وزيراعظم کي هڪڙو خط لکيو ۽ ڪانئس پُڇيو، ته ڇا هندستان سرڪار مونکي محترم ڀُٽي جي اعزاز ۾ استقبالي جلسو ڪوٺائڻ جو موقعو ڏيندي، ته جيئن آءُ هُن ۽ سندس ڪجهه پراڻن دوستن سان ملي سگهان، جيڪي ملڪ جي مختلف حصن کان آيل هوندا. مون اهو به لکيو، ته جيئن ته وزيراعظم ملڪ کان ٻاهر پئي وڃي، تنهنڪري شايد منهنجي خط جو جواب ڏيڻ لاءِ هُوءَ وقت ڪڍي نه سگهي، تنهنڪري آءُ ان خط جو هڪ نقل سردار سُورن سنگهه ڏانهن به موڪليان پيو. ٻن هفتن تائين مونکي نه وزيراعظم شريمتي اندرا گانڌي طرفان ۽ نه وري سردار سورن سنگهه طرفان ڪو جواب مليو. جڏهن آءُ بمبئي ۾ هوس، ته مونکي سردار سورن سنگهه جو ٽيليفون تي نياپو مليو، جنهن ۾

مونکي چاڻ ڏني وئي، تہ ممکن آهي تہ چوٿي ڪانفرنس شملا ۾ ٿئي، جنهن سبب مون لاءِ محترم ڀُٽي جي اعزاز ۾ استقبالي جلسو ڪوٺائڻ ممڪن نہ ٿي سگھندو. جنهن تي مون جواب ڏنو، تہ منهنجو ارادو شملا ۾ هُن جي اعزاز ۾ استقبالي جلسو ڪوٺائڻ نہ آهي، ڇوتہ مون اهو مشورو ان لاءِ ڏنو هو، تہ جيئن آءٌ دهليءَ ۾ پنهنجي گھر ۾ هڪ پارٽيءَ ڪري سگھان. پوءِ مون هُن کان پڇيو، تہ ڇا اهو ممڪن ٿي سگھندو، تہ آءٌ ساڻس ملي سگھان؟ جنهن جي جواب ۾ مونکي ٻُڌايو ويو، تہ اهو اصرار صدر ڀُٽي طرفان ٿيڻ گھُرجي، تنهنڪري جيڪڏهن هُن اهڙو اصرار ڪيو، تہ سردار سورن سنگھہ مونکي چاڻ ڏيندو. جڏهن سردار سورن سنگھہ لڳاتار اهو اصرار ڪندو رهيو، تہ توسان ملاقات جي خواهش صدر ڀُٽي طرفان ٿيڻ گھُرجي. تنهنڪري پڇاڙيءَ ۾ مون هُن کي چيو، تہ انهيءَ سلسلي ۾ ڪابہ ڏکيائي نہ ٿيندي، ڇوتہ مسئلو رڳو هند سرڪار سان آهي.

چوٿي ڪانفرنس کان هڪ ڏينهن اڳ آءٌ دهليءَ پهتس ۽ مون هڪدم سردار سورن سنگھہ سان رابطو ڪيو ۽ کانئس پڇيو، تہ ڇا پروگرام ايتري حد تائين ٺهي ويو آهي، جو هُو مونکي ٻُڌائي سگھي، تہ آءٌ صدر ڀُٽي سان ملي سگھندس يا نہ؟ مونکي ٻُڌايو ويو، تہ هُو صدر ڀُٽي کي اهو ٻُڌائيندو، تہ آءٌ ساڻس ملڻ چاهيان ٿو. جيڪڏهن صدر ڀُٽو مون سان ملڻ چاهيندو، تہ اُن جو اطلاع مونکي ڏنو ويندو، ۽ آءٌ ملاقات لاءِ شملا اچي سگھان ٿو.

انهيءَ انتظار مونکي ڏاڍي پريشاني ڏني ۽ مونکي ائين لڳو، جڻ هند سرڪار اهو نٿي چاهي، تہ آءٌ پنهنجي پراڻي دوست سان ملان. جڏهن مون اِن مسئلي تي ويچاريو پئي، تہ مونکي منهنجي دوست گوتم ڪنا ٽيليفون ڪيو ۽ چيائين، تہ هُو ۽ راءِ بهادر اوبيراءِ ٻئي ڏينهن صبح جو شملا پيا وڃن، ڇا آءٌ ۽ وِينا ساڻن گڏ هلڻ پسند ڪنداسين. مون ڪنهن هبڪ بنا سندن آڇ قبولي ورتي ۽ ٻئي ڏينهن اسان ڪار وسيلي شملا روانا ٿياسين. اسان اٽڪل ٽيپهريءَ جو شملا پهتاسين. مون شملا پهچندي ئي سردار سورن سنگھہ جي سيڪريٽري سان اُن ٽيليفون نمبر تي رابطي جي ڪوشش ڪئي، جيڪو مونکي ڏنو ويو هو. پر ساڻس ملاقات نہ ٿي سگھي. پوءِ مون هماچل ڀَون فون ڪيو ۽ صدر ڀُٽي جي ملٽري سيڪريٽري کي ٻُڌايم، تہ آءٌ شملا پهچي ويو آهيان. ائين محسوس ٿيو، جڻ سردار سورن سنگھہ هيليڪاپٽر ۾ چندي ڳڙهہ کان شملا ايندي صدر ڀُٽي کي مون بابت ٻُڌائي ڇڏيو هو، تنهنڪري صدر ڀُٽي شملا

پهچندي ئي هند سرڪار جي اسٽاف مان هڪڙي شخص کي، جيڪو هماچل پون ۾ مقرر هو، تنهن کي چيو، ته هُو مون سان رابطو ڪري. شايد هُو منهنجو پتو نہ لڳائي سگهيو. بهرحال، صدر ڀُٽي هڪ سيڪيورٽي آفيسر سان گڏ مونکي اوبيراءِ سِسل کان آڻڻ لاءِ ڪار موڪلي. جڏهن آءٌ ڪين اُتي نہ مليس، تہ اُهي اوبيراءِ ڪلارڪس ويا، ۽ مون کي جاڻ ڏنائون، تہ صدر ڀُٽو مونکي هماچل پَون ۾ گهُرائي پيو. آءٌ ۽ وِينا اتڪل اڍائي ڪلاڪن تائين ڀُٽي سان گڏ رهياسين ۽ پنهنجي پراڻن ڏينهن بابت ڳالهيون ڪيونسين. اسان گهر جي هر ڀاتيءَ بابت هڪ ٻئي کان پُڇا ڳاڇا ڪئي ۽ حال احوال ورتا. ٻئي ڏينهن صبح جو چوٽي ڪانفرنس ٿيڻي ڪانہ هئي، تنهنڪري مونکي نياپو مليو، جنهن ۾ چيو ويو هو، تہ اُن ڏينهن يارهين وڳي صبح جو صدر منهنجو اوسيئڙو ڪندو ۽ هُو چاهيندو، تہ اسان ٻنپهرن جي ماني ڪاڻ تائين ساڻس گڏ رهون. ڪاڏي ڪاڻ جو اهو پروگرام ڏينهن جو ساڍي ٽين وڳي تائين جاري رهيو.

جيئن تہ چوٽي ڪانفرنس جي گڏجاڻيءَ ٿيڻ جو ڪو پروگرام رٿيل نہ هو، ۽ اهو بہ پتو نہ پئي پيو، تہ سرڪاري سطح تي ڳالهين ۾ ڇا پيو وهي واپري، تنهنڪري اتڪل ٽي سؤ صحافي بيقرار ٿي پيا. اُهي مون وٽ لڳاتار پئي آيا، تہ ڪين اهو پتو پئجي سگهي، تہ چوٽي ڪانفرنس ۾ ڇا پيو ٿئي. خاص طور اُن لاءِ جو اوستائين آءٌ اتڪل ساڍا ڇهہ ڪلاڪ صدر پاڪستان سان گڏ گهاري چُڪو هوس. آءٌ صحافين کي لڳاتار پاڻ کان پري رکندو رهيس ۽ اهو چوندو رهيس، تہ آءٌ شملا ۾ رڳو پنهنجي هڪ پراڻي دوست سان ملڻ آيو آهيان ۽ اهو سچ بہ هو. هند سرڪار اها ڳالهہ بلڪل نہ پئي چاهي، تہ آءٌ هتي ٽوررڙو بہ ويهان يا ترسان. مون ڪنهن جي مامري ۾ ڪا دخل اندازي ڪرڻ نہ پئي چاهي، تنهنڪري مون شعوري طور چوٽي ڪانفرنس جي ڳالهين کان پاڻ کي بلڪل ڌار پئي رکيو.

جيڪي ماڻهو مونکي سڃاڻندا هئا، تن منهنجي ڳالهہ تي ڀروسو ڪيو، پر ٻين ماڻهن منهنجي ڳالهہ نہ مڃي. نتيجو اهو نڪتو، جو افواهہ ڦهلڻ لڳا ۽ مون مٿان دٻاءُ پوڻ لڳو. مون محسوس ڪيو، تہ هاڻي مونکي سوتنتر پارٽيءَ جي صدر جي حيثيت سان هڪ ڪانفرنس گهرائڻ گهرجي، ۽ چوٽي ڪانفرنس جي سلسلي ۾ پنهنجو رَويو صاف ڪرڻ گهُرجي. انهيءَ پريس ڪانفرنس جو منهنجو شملا ۾ موجودگيءَ سان ڪو ناتو نہ هو. جيڪڏهن آءٌ دهليءَ ۾ هجان ها، تڏهن بہ پريس ڪانفرنس ڪريان ها، پر جيئن تہ آءٌ شملا ۾ هوس، ۽ اُتي ڪيئي صحافي بہ ترسيل هئا، ۽ جيئن تہ مون ڪيئي

ڪلاڪ صدر ڀُٽي سان گڏ گھاريا هئا. تنهنکري "ڊيوڪو" ۾ ڪيل پريس ڪانفرنس ۾ ڪيئي اخباري اچي پهتا. انهيءَ پريس ڪانفرنس ۾ مون پاڪستان جي سلسلي ۾ پنهنجي پارٽيءَ جي پاليسي بيان ڪئي ۽ ٻنهي ملڪن جي اڳواڻن جي ڪانفرنس جو آڌرڀاءُ ڪيو. مون اُميد ظاهر ڪئي، ته چوٽي ڪانفرنس سان پُختي ۽ دائمي امن جو رستو نڪرندو، ۽ ٻنهي ملڪن يعني هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ دوستي قائم ٿيندي. اها ئي اڪيلي وات آهي، جنهن سان ڏکڻ ايشيا ڪي وڏن ملڪن جي سياست کان آزاد رکي سگهجي ٿو. انهيءَ کان پوءِ سچائيءَ سان ممڪن حد تائين مون سوالن جا جواب ڏنا.

منهنجو ويچار هو، ته هندستان ۽ پاڪستان جا اختلاف گهڻن شڪن تي آڌاريل آهن، جنهن کي آءُ پانيان ٿو، ته ڪامورا سُلجهائي نٿا سگهن، ڇوته اُهي انهن فائلن موجب ڪم ڪن ٿا، جن ۾ گڏريل ڪيئي ڏهاڪن کان ساڳئي قسم جا دليل ڄاڻايل هجن ٿا. منهنجو ڀروسو هو، ته چوٽي ڪانفرنس جي ڪاميابيءَ لاءِ اهو ضروري آهي، ته صدر ڀُٽو ۽ شريمتي گانڌي ڪيئي ڪلاڪن تائين پاڻ ۾ ويهي ڳالهيون ٻولهيون ڪن، ته جيئن اُهي هڪ ٻئي کي چڱيءَ ريت سمجهي سگهن ۽ جيڪي پراڻا شڪ شبها آهن، سي دور ٿي سگهن. اصل ۾ مون مشورو ڏنو هو، ته "ٻنهي ڄڻن کي هڪ ڪمري ۾ بند ڪيو وڃي، ۽ چاٻيءَ کي اُڇلايو وڃي. ان ڪمري کي اوستائين نه کوليو وڃي، جيستائين چمنيءَ مان دونهون نه نڪرڻ لڳي. منهنجو مطلب پوپ جي چونڊ واري طريقي سان هو."

پر منهنجي ان مشوري کي ڪجهه ماڻهن غلط سمجهيو ۽ جيڪي ماڻهو اُن مطلب کي سمجهن پيا، تن ٻين ماڻهن جي غلط فهميءَ مان مزو ورتو. پوءِ مون کي ٻُڌايو ويو، ته الهه آباد بار ايسوسيئيشن سوتنتر پارٽيءَ جي هڪ ميمبر کي پاڻ وٽ گهُرايو ۽ ڪانئس ڏيڍ ڪلاڪ تائين اهو پُڇاڻو ڪيائون ته، "ٻنهي اڳواڻن کي هڪ ڪمري ۾ بند ڪيو وڃي، ۽ ٻاهران تالو لڳايو وڃي،" وارن لفظن مان منهنجو مقصد ڪهڙو هو.

انهيءَ رات صدر ڀُٽي اسان کي ڊنر تي گهُرايو. اسان هُن ۽ سندس ڌيءَ بينظير سان ڏاڍي آرام سان ٽي ڪلاڪ گهاريا. بينظير، شريمتي گانڌيءَ ۽ محترم ڀُٽي جي ٻيٺ ۾ وڏيڪ آرام سان شملا ۾ وقت پئي گهاريو. هوڏانهن چوٽي ڪانفرنس اڳتي نه پئي وڌي.

چوٿين ڏينهن منهنجي طبيعت خراب ٿي پئي، شايد مون اُن ڏينهن ڪا اهڙي

شيءِ ڪاڏي هئي، جيڪا منهنجي طبيعت کي پاڻ ۾ نہ پئي، تنهنڪري مون سڄو ڏينهن بستري تي سُمهندي گهاريو. پتو پيو، تہ چوٿي ڪانفرنس ۾ ڳالهہ ٻولهہ اڳتي وڌي آهي. شريمتي گانڌي ۽ صدر ڀُٽي وچ ۾ ڪيئي ڀيرا ملاقات ٿي، جنهن سبب ڀُٽو ۽ سندس ساٿي سڄو ڏينهن مصروف رهيا.

پڇاڙيءَ واري ڏينهن ايئن محسوس ٿيو، ڄڻ چوٿي ڪانفرنس ناڪام ٿي ويئي آهي ۽ ڪانفرنس جو ڪو نتيجو نہ نڪرندو، جيئن سدائين ٿئي ٿو. پڇاڙيءَ واري ڏينهن صدر ڀُٽي الوداعي ڊنر جو اهتمام ڪيو، جنهن ۾ آءٌ ۽ وِينا ئي بہ اهڙا غير سرڪاري ماڻهو هئاسين، جن کي شامل ٿيڻ جي دعوت ڏني وئي هئي. ڊنر جي پڇاڙڪين گهڙين ۾ شريمتي گانڌي ۽ صدر ڀُٽو اوچتو اُٿي بيٺا ۽ هنن فيصلو ڪيو، تہ اُهي ٺاهہ جي هڪ ڀيرو ٻيهر ڪوشش ڪندا.

استقبالي هال ۾ هڪدم سرگرميون شروع ٿي ويون. ڪنهن گهڙيءَ ڀُٽي ۽ سندس پارٽيءَ جي ماڻهن استقبالي هال ۾ پاڻ ۾ صلاح مشورا پئي ڪيا، تہ ڪيڏي مهل شريمتي گانڌي ۽ سندس پارٽيءَ جي ماڻهن بليئرڊ روم ۾ ڳالهيون پئي ڪيون. ٻئي اڳواڻ پاڻ ۾ ملن پيا ۽ وري اڳتي صلاح مشورو شروع پيا ڪن. پوءِ عملدارن جي ڳالهہ ٻولهہ ٿي ۽ اڳواڻن جي وري ملاقات ٿي. انهيءَ دؤران اخباري نمائندا بہ هماچل ڀَون پُهچي چُڪا هئا، جن کي هال ۽ ڪمرن ۾ اچڻ جي اجازت ملي وئي هئي. انهيءَ سرگرميءَ مهل رسيپشن هال ۽ بليئرڊ روم جا دروازا ڪيڏي مهل کُليا پئي، تہ وري ڪيڏيءَ مهل بند پئي ٿيا.

جڏهن بليئرڊ روم جو دروازو کُليو، تہ هڪ اهڙو منظر سامهون هو، جنهن کي ڪڏهن بہ وساري نٿو سگهجي. سوين فوٽوگرافر ۽ ڪئميرا مين موجود هئا، پر منجهانئن هڪڙو بہ اُن ڪڏهن نہ وسرندڙ منظر جو فوٽو ڪڍي نہ سگهيو. جيئن ئي بليئرڊ روم جو دروازو کُليو، تہ اسان ڏٺو، تہ شري جڳ جيون رام بليئرڊ روم ٽيبل تي ويٺو هو ۽ شريمتي گانڌي ميز جي هڪڙي سائي حصي تي رکيل ڪاغذن تي ڪجهہ ليکا پئي ڪڍيا. ظاهر هو، تہ هُن سمجهوتي جي مسودي تي شري چوهاڻ ۽ شري فخرالدين علي احمد سان ڳالهيون پئي ڪيون، ۽ سندن چوڌاري ڪيئي آفيسر بيٺل هئا. اهو ڏاڍو شاندار فوٽو ٿئي ها ۽ ان منظر کي سدائين ياد رکڻ ۾ مدد ڏئي ها.

نيٺ پوڻين يارهين وڳي رات جو آخري مسودي تي ٻنهي اڳواڻن پنهنجي رضامندي ظاهر ڪئي ۽ اهو ضروري ٿي پيو، تہ سمجهوتي جو آخري مسودو لکي تيار ڪيو وڃي. هڪدم پتو پيو، تہ هماچل ڀَون ۾ بجلي ۽ ٽائيپٽ رائيٽر نہ آهي. ٽائيپ

رائيٽر ڪٽڻ لاءِ ماڻهو هڪدم اوبيراءِ ڪلارڪ هوٽل ڏانهن ڀڳا. مهمان ۽ صحافي لڳاتار اُتي گهُميا پئي. مون تنهن وقت چيو، ته شايد هيءَ اهڙو سمجهوتو هوندو، جيڪو اوبيراءِ ڪلارڪ هوٽل جي ٽائيپ رائيٽر سان ٽائيپ ڪيو ويندو. هوڏانهن پاڪستاني نمائندن کي پتو پيو، ته پاڪستان سرڪار جي مُهر غلطيءَ سان ٻئي سامان سان گڏ ڀيريءَ جو واپس موڪلي وئي آهي، تنهنڪري ٻنهي ڌُرين طئي ڪيو، ته اُهي دستاويز تي مُهر نه هڻندا. رسيپشن هال ۾ ڪيئي ٽيليفون هئا ۽ ڪو به ٻُڌي پيو سگهي، جو ڳنڍيءَ ۾ ورتل صحافي چوٽي ڪانفرنس جي نتيجي بابت ڪيئن تخيل جي سهاري پنهنجون جُڙتو ڪهاڻيون پئي گهڙيون. انهيءَ گوڙ وچ ۾ مون ٽيليفون تي هڪ شخص کي ڳوري آواز ۾ بيقراريءَ سان اهو چوندي ٻُڌو ته، ”آل انڊيا ريڊيو ۽ فلم ڊويزن جا ماڻهو ڪٿي آهن؟ سڀ دنيا جا ماڻهو هتي موجود آهن. اُهي ڪيڏانهن ويا؟ هنن کي چئو، ته اُهي هتي هڪدم پُهچن.“ مون پوءِ اهو پتو نه لڳايو، ته آل انڊيا ريڊيو ۽ فلم ڊويزن جا ماڻهو اُتي پهتا يا نه. هوڏانهن سمجهوتي تي سرڪار طور صحيحون ڪرڻ لاءِ ميز وغيره جو انتظام ڪيو پئي ويو. مون ڏٺو، ته ڏهن عملدارن هڪڙي ٽيبل ڪلاٿ کي ميز تي وڇائڻ جي ڪوشش پئي ڪئي. مون ڏٺو، ته هر عملدار ٽيبل ڪلاٿ کي پاڻ پئي ڇڪيو. ٿورڙيءَ دير ڪانپوءِ اٽڪل ٻارهن وڏن عملدارن سمورو انتظام ڪيو ۽ اُن ميز جو، جنهن تي صحيحون ٿيڻ واريون هيون، ڪيئي ڀيرا معائنو ڪيائون. هُنن قلمن ۽ مَس کي ڏٺو، جن کي صحيحن مهل واپرايو وڃي ها، پر بلڪل موقعي تي صحيح ڪندڙ قلم ڪم نه ڪيو، ۽ ڪنهن ٻئي جو قلم اُڌارو وٺڻو پيو.

رات جو ٻارهن لڳي پنجيتاليهه منٽن ڪانپوءِ سڀ ماڻهو صحيح ٿيڻ واري ڪارروائي لاءِ تيار ٿي ويا. فليش بلب چمڪڻ ۽ وسامڻ لڳا ۽ سمجهوتي تي صحيحن جا فوٽو ڇڪجڻ لڳا. پوءِ صدر ڀُٽي، شريمتي گانڌيءَ کي ڪار ۾ ويهاري ڪانئس موڪلايو ۽ مونکي ۽ وِينا کي وٺڻ لاءِ ڏاڪڻ وسيلي مٿي آيو، ته جيئن سمجهوتو ٿيڻ جي خوشي ملهائي سگهجي.

سرڪاري طور اعلان ڪيو ويو، ته سمجهوتي جي اصل ڪاپي پريس ۾ صبح جو ساڍي نَوَ وڳي ڏني ويندي.

اخباري نمائندا سمجهوتي جون ڳالهيون ڄاڻڻ لاءِ بيقرار هئا. منهنجو رايو ڄاڻڻ لاءِ سمجهوتي جو هڪ نقل مونکي به ڏنو ويو. جيئن ته مون طئي ڪري ورتو هو،

تنهنڪري آءٌ چوٿين ڪانفرنس جي چڪر ۾ نہ پيس. مون سمجهوتي واري مسودي جي نقل تي هڪ متاچري نظر وڌي ۽ منجهس ڳُجهي معنيٰ سمجهڻ لاءِ ڪيس ٻيهر پڙهيم. هن ڀيري لفظن ۽ اصطلاحن کي مون ياد ڪري ورتو. پوءِ مون سمجهوتي تي ان قسم جو رايو ڏنو، جيڪو ٻنهي ڌرين جي تائيد نہ پيو ڪري. مون اهو سوچيندي ئي صبر ڪري ورتو، مونکي ڪنهن بہ قسم جي ڪنهن سمجهوتي ٿيڻ تي ڏاڍي خوشي آهي. مون اُميد ظاهر ڪئي، تہ هيءَ هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ لاڳاپا بهتر ٿيڻ جي شروعات آهي. هوڏانهن زُلفي سمجهوتي بابت پنهنجي ڳالهہ ٻولهہ جاري رکي. اُن جي مختلف شِقن بابت پنهنجي راءِ ڏني. هُن جا بہ خاص صلاحڪار هئا: رفيع رضا ۽ برڪي. عام طور اهي ماڻهو سمجهوتو ٿيڻ تي ڏسڻ ۾ خوش پئي آيا.

انهيءَ موقعي تي اهو ضروري بڻجي ويو هو، تہ سمجهوتي جي خبر لاهور موڪلي وڃي. پاڪستان سمجهوتي جي خبر ڏيڻ لاءِ ايڏو وسيع ۽ زورائتو انتظام ڪيو هو، جو آءٌ اُن کي ڏسي اچرج ۾ پئجي ويس. ٽن قسمن جا انتظام ڪيا ويا هئا: پهرين چوٿين ڪانفرنس ڪامياب ٿئي يا نہ، خبر تہ هر حال ۾ ڏيڻي ئي هئي. لاهور کان جيڪا سڌي لائين هئي، تنهن تي ڪنهن کي اطلاع ڏنو ويو، تہ پلان بي تي ڪارروائي شروع ڪئي وڃي. گڏوگڏ اهو بہ ٻڌايو ويو، تہ پلان بي جي ٽينءَ ڳالهہ کي وڌيڪ اهميت ڏني وڃي. لاهور ۾ جنهن شخص خبر ورتي پئي، تنهن گهڻي خوشي محسوس پئي ڪئي. سمجهيو وڃي ٿو، تہ خبر ٻُڌي هُن چيو هو: "الله جو شڪر آهي، جو نيٺ توهان فون تہ ڪيوَ." چوتہ هُن پلان سي تي ڪارروائيءَ جو انتظام ڪري ڇڏيو هو. انهيءَ قسم سان ڪم ڪرڻ جي هوشياري هر نظريي کان ساراهہ جوڳي آهي، جنهن مان پُتي ۽ سندس ساٿين جي ڏاهپ جو پتو پوي ٿو.

نيٺ اسان رات جو اڌائي وڳي هڪٻئي کان موڪلايو، ۽ ٻئي ڏينهن صبح جو زُلفيءَ کان موڪلائڻ لاءِ هيلي پيڊ تي ويس. مون ساڻس واعدو ڪيو، تہ جيترو جلدي ٿي سگهيو، آءٌ پاڪستان ايندس.

آءٌ انهيءَ ڏينهن دهليءَ موٽي آيس ۽ مون سوتنتر پارٽيءَ طرفان هڪڙو بيان اخبارن ۾ ڏنو، جنهن ۾ شملا سمجهوتي جو آڌرڀاءُ ڪيو ويو.

هندستان ۽ پاڪستان جي چوٽيءَ واري ڪانفرنس هبڪندي پهريون قدم کنيو هو، جيڪو دائمي امن قائم ٿيڻ ڏانهن اشارو ڪري ٿو، انهيءَ ڏس ۾ ٻيا قدم بہ کڻڻا پوندا. پر ڪنهن بہ حل لاءِ اها بنيادي ڳالهہ آهي، تہ ٻنهي ڌرين جا اُهي شڪ شبها ختم ڪيا وڃن، جن سببن ڪري گُذريل پنجويهن ورهين کان اسان جا لاڳاپا خراب

آهن. رُڳو سمجهوتن ۽ ٺهرائن سان مسئلا حل نٿا ٿين، پر اُن لاءِ اهو ضروري آهي، ته ٻنهي ڌُرين جو هڪ ٻئي تي ڀروسو ۽ ويساهه هجي، منجهن دوستي هجي، تڏهن ئي اسان جا ٻئي ملڪ عظيم مستقبل ڏانهن اڳتي وڌي سگهن ٿا.

انهيءَ چوٿين ڪانفرنس جي تجربي مان اهو ثابت ٿيڻ گهُرجي، ته ڪنهن بہ جنگ ۾، نہ ڪنهن کي فتح ملي ٿي ۽ نہ ئي شڪست. جيئن ايمرسن چيو آهي: ”حقيقي ۽ دائمي فتح، امن جي ئي ٿئي ٿي.“

# اڳتي جو سفر

ذوالفقار علي ڀُٽي طرفان پاڪستان جون واڳون سنڀالڻ ڪان اڳ هندستان ۽ پاڪستان جا لاڳاپا دشمنيءَ سان ڀرپور روَين تي ٻَڌل هئا. جنهن دشمني ۽ مخالفت ۾ ڏينهون ڏينهن واڌارو ٿيندو پئي ويو. اڄ به اهي لاڳاپا ڪو به روپ ڌاري سگهن ٿا. جيتوڻيڪ ٽيستائين حالتن جو خراب ٿيڻ اجا به ممڪن آهي، پر انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي، ته گُذريل ٻن ورهين جي روَين جي ڀيٽ ۾ ڪجهه سُڌارو آيو آهي. ٻنهي طرف تشدد ختم ڪرڻ جا موڙ ڀُٽي جي مٿي تي سونهن ٿا.

انهيءَ خيال کي غلطين سان ڀرپور به سمجهي سگهجي ٿو، جيتوڻيڪ ڀُٽي پاڻ بابت ڪيترن ورهين تائين اهو پرچار ڪيو آهي، ته هُو هندستان سان اُلجهڻ جو زبردست حامي آهي. اها مشهوري ڪڏهن ڪڏهن گهُرج کان به وڌيڪ ڪئي وئي آهي.

اقوام متحده ۾ هُن ”هندستاني ڪُتا“ لفظ جو جيڪو استعمال پنهنجي تقرير ۾ ڪيو هو، سو ڏاڍو ايذائيندڙ هو، جنهن سان ماڻهن ۾ جيڪو ڏک ۽ ڪاوڙ پيدا ٿي، سا قدرتي هئي. اڪثر هندستاني هُن جي ان ڳالهه تي ڪاوڙ ۾ ٻاهوڙجي پيا هئا.

اهڙو شخص جيڪڏهن مِنيون ڳالهيون ڪري ٿو، ۽ امن جي اُميد ڏياري ٿو، ته يئن ٿو لڳي ڄڻ هن شخص ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق اچي ويو آهي. اها تبديلي ڏاڍي سُٺي لڳي ٿي، پر جيڪڏهن ڀُٽي بابت ڄاڻ هجي، ته پوءِ اها تبديلي قطعي اچرج جوڳي ٿي لڳي، جيتوڻيڪ خيالن بابت جيڪي به ڳالهيون هُو هٿ ۽ ڀير اُلاريندي چوي ٿو، سي سڀ ڪنهن به ڪم جي آخري انجام يا نتيجي جي اصولن تي آڌاريل هجن ٿيون. هُو مختلف قسم جي ”عزم“ کان پاڻ کي پري رکي ٿو ۽ جيئن سندس خيال ۾ ڳالهه اچي ٿي، ته هُو چوڻ لڳي ٿو، ته اها ڳالهه سندس پڪڙ کان پري آهي.

جڏهن الجزائر جي آزاديءَ واري جنگ هلندڙ هئي، ته هُن جيڪو روَيو اختيار ڪيو هو، سو هڪڙو مثال آهي. تنهن وقت اهو سوال اُٿيو هو، ته الجزائر کي مڃيو وڃي. الجزائر جا رهواسي تڏهن فرانس سان پئي وڙهيا. ڀُٽو دلي طور الجزائر جي عوام سان گڏ هو، پر سندس سمجهه ڪيس روڪي رکيو هو. هُو ٽن ورهين کان پوءِ ئي الجزائر کي اهميت ڏئي سگهيو. فرانس سيڪيورٽي ڪائونسل جو ميمبر هو ۽ جيڪڏهن ڀُٽو

الجزائر جي باغين کي اهميت ڏئي فرانس کي پنهنجو مخالف بڻائي ونئي ها، تہ فرانس وري ڪشمير جي مامري ۾ پاڪستان جي مخالفت ڪري، اُن مخالفت جو جواب ڏئي ها، تنهنڪري "مسلم اتحاد" جهڙين ڳالهين جي پرواهہ ڪرڻ بنا ڀُٽي اهڙو ڪو ڪم نہ ڪيو، جنهن سبب فرانس ناراض ٿي وڃي. پاڪستان جا مفاد ٻين سمورن ڳالهين جي ڀيٽ ۾ ڀُٽي کي وڌيڪ پيارا هئا. اهو سچ آهي، تہ ڀُٽي جي عملي ۽ ذاهپ واريءَ عادت ئي رات وچ ۾ هُن کي هندستان بابت جنگ جو حامي هجڻ بجاءِ امن جو فرشتو بڻائي وڌو.

بلڪل تازو بمبئي جي هڪ هفتيوار "بلٽز" جي ايڊيٽر پنهنجي هڪ انٽرويوءَ ۾ پاڪستاني صدر کان پُڇيو، تہ توهان هڪ ٻئي جي ابتڙ ٻہ بنيادي ڳالهيون ڪيو ٿا. هڪڙي پاسي توهان زبردست سياستدان طور مشهور آهيو ۽ ٻئي پاسي امن چاهيندڙ صدر جي نالي سان مشهور ٿيڻ چاهيو ٿا؛ تنهنڪري توهان جي انهن ٻنهي ڳالهين کي ڪيئن هڪ ٻئي سان جوڙي سگهجي ٿو؟ واضح رهي تہ "بلٽز" رسالو ڀُٽي، سندس اصولن ۽ پاليسين جو زبردست مخالف رهيو آهي.

ڀُٽي واضح لفظن ۾ چيو تہ، "انهن ٻنهي ڳالهين ۾ هڪ ٻئي لاءِ هرگز اختلاف نہ آهي، چوتہ آءٌ گذرندڙ حالتن جو غلام آهيان." ڀُٽي پنهنجي ڳالهہ کي ايئن بيان ڪيو: "هڪڙو وقت هو جڏهن پاڪستان جي حق ۾ اُهي طاقتون هيون، جيڪي هٿيارن جي طاقت کي سيني کان وڌي طاقت مڃين ٿيون. انهيءَ جو نتيجو هو، جو 1962ع ۾ اسان کي آمريڪا کان زبردست فوجي مدد ملي هئي. شايد تنهنڪري توهان اسان تي تنقيد ڪري سگهو ٿا. پر جيڪڏهن آءٌ ايوب جي جاءِ تي هجان ها، تہ ان موقعي مان پُورو فائدو وٺان ها. آءٌ سدائين موقعن مان فائدو وٺڻ جي حق ۾ آهيان. آءٌ 1962ع جي حالتن مان پُورو فائدو وٺڻ جي ڪوشش ڪيان ها. پر هاڻي حالتون ڪافي بدلجي ويون آهن، ۽ آءٌ انهن حقيقتن کان لنوائي نٿو سگهان."

ٻين لفظن ۾ ڀُٽي اهو چيو هو، تہ 1962ع ۾ هندستان بابت هُن جا نظريا ۽ ارادا ڪهڙا بہ رهيا هجن، پر هاڻوڪين حالتن ۾ جنهن مهل پاڪستان کي شڪست کائڻي پئي آهي، ۽ هُو پنهنجو پورو اُڀرندو حصو وڃائي ويٺو آهي، تنهن وقت هن جا خيال بدلجي ويا آهن.

سياست بابت صحيح چيو ويو آهي، تہ هيءَ امڪانن جو فن آهي. اڄ ڀُٽي اُن کي پنهنجي ملڪ ۾ سيني کان وڌيڪ اهميت ڏني آهي. اڳواڻ جي حيثيت سان هُن کي ڪيئي ڀيرا مايوسين جو مُنهن ڏسڻو پيو آهي، پر هُو پنهنجي طاقت ڄاڻندو هو،

تنهنڪري هُو ڪڏهن به ان قسم جي ميدان ۾ نه لٿو. جنهن ۾ ڪيس پنهنجي فتح جو گهٽ ۾ گهٽ پنجاهه سيڪڙو پروسو نه هو. اهو ئي خاص سبب آهي، جو پُٽي ڪي پنهنجي ملڪ جو صدر بنجڻ ۾ ڪاميابي ملي.

انهيءَ ڳالهه ۾ ٿورڙو به شڪ نه آهي، ته جڏهن بنگلاديش ۾ حالتن خطرناڪ روپ ڌاريو، تنهن وقت جيڪڏهن يحيٰ خان بجاءِ پُٽو پاڪستان جو صدر هجي ها، ته هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ جنگ کي روڪي سگهجي ها. جيڪڏهن ڪو سبب نه به ملي ها، تڏهن به پُٽو حالتن جي گهُرج سبب جهيڙو نه ڪري ها.

جڏهن ”بلٽز“ جي ايڊيٽر اهو پُڇيو، ته ڇا هاڻوڪيءَ حالت ۾ هُو اهو محسوس ڪري ٿو، ته پاڪستان ۾ هندستان خلاف جنگ ڇيڙڻ جي طاقت آهي؟ ته پُٽي جواب ڏنو ته، ”هاڻوڪا لاڳاپا اصل ۾ جدوجهد جو ئي نتيجو آهن. توهان اوپر پاڪستان ۾ هٿچراند ڪئي. توهان هٿيار ۽ فوج استعمال ڪئي ۽ جنگ کي ڇيڙيو. منهنجي جدوجهد هئي، جنهن کي مون عملي روپ نه ڏنو. توهان ايئن ڪيو ۽ مسئلو پيدا ٿيو.“

جڏهن انٽرويوءَ ڪندڙ ”بلٽز“ جي ايڊيٽر چيو ته، ”هندستان کي بنگلاديش جي جهيڙي ۾ ڪجهه اهڙين طاقتن ڌِڪيو هو، جيڪي اسان جي ضابطي ۾ نه هيون ۽ اهو ڪم توهان طرفان ٿيو.“ جنهن تي پُٽي صاف لفظن ۾ ان ڳالهه کان انڪار ڪندي چيو ته، ”هندستان تمام وڏو مُلڪ آهي، تنهنڪري هُن کي ڪوبه زور زبردستي ڪنهن مامري ۾ نٿو ڌِڪي سگهي.“

پر فلسفياڻي انداز ۾ سوچيندي پُٽي بنگلاديش جي مامري ۾ هندستان جي ڪارروائيءَ کي عقلمندي ڄاڻايو ۽ چيو ته، ”بهرحال، فيصلو جدوجهد وسيلي ئي ٿيو ۽ جدوجهد واريءَ پاليسيءَ جي مناسبت به ثابت ٿي وئي. شايد اُن مان هندوستان کي ئي فائدو ٿئي.“

يحيٰ خان جي بيوقوفيءَ سبب پاڪستان کي شڪست کائڻي پئي، انهيءَ ڳالهه کي پُٽو مڃي ٿو، پر سندس سمجهه ۾ نٿو اچي، ته مڪمل فتح ٿيندي به هندستان انصاف ۽ سمجهداريءَ جي آڌار تي، هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ هلندڙ جهيڙن کي هڪدم ڇو نٿو سُلجهائي.

جيئن ته سڀيئي ڄاڻن ٿا، ته ٽي اهم مسئلا ئي جهيڙي جو سبب آهن: (1) ڪشمير جهيڙي جو حل: (2) پاڪستان طرفان بنگلاديش کي مڃڻ: ۽ (3) هندستان ۾ رکيل جنگي قيدين جي واپسي.

ڪشمير مامري بابت ٻنهي ملڪن جيڪو رَويو واپرايو آهي، تنهن کان سڀ

واقف آهن، تنهنڪري اهو هتي ڄاڻائڻ ضروري نہ آهي. ڪنهن قدر رُخ بدلائڻ ڪانسواءِ ٻئي ڌريون پاليسيءَ ۾ گهٽي تبديلي آڻڻ جي حيثيت ۾ نہ آهن. هندستان يا پاڪستان ۾ ڪهڙو ملڪ پهرين اعلان ڪندو، تہ انهيءَ مسئلي کي ورهاڱي وسيلي سُلجهائي سگهجي ٿو، ڇوتہ ورهاڱو منظور ڪرائڻ لاءِ ڪيس ڪوڙي گوريءَ تي گهٽي مناڻ چاڙهڻي پوندي. هن ڪتاب ۾ هڪڙيءَ جاءِ تي مون هڪڙو حل ٻڌايو آهي، ٻيا حل بہ ٿي سگهن ٿا. اهڙن مردن، عورتن جي گهُرج آهي، جن ۾ ٻليءَ جي ڳچيءَ ۾ گهنٽي ٻَڌڻ جي همت هجي.

هيءَ ڳالهہ ياد رکڻ جوڳي آهي، تہ ڀُٽي ”بلٽز“ جي ايڊيٽر آر. ڪي. ڪرنجيا کي انٽرويو ڏنو، جڏهن تہ هيءَ اخبار ۽ سندس ايڊيٽر لڳاتار ڀُٽي جي مخالفت ڪندو رهيو آهي.

هن انٽرويوءَ جي اهميت ان ڳالهہ تي نہ آهي، تہ ڀُٽي ڇا چيو، پر ان سان آهي، تہ ڪرنجيا، ڀُٽي جي رُخ جو ڪهڙو جائزو ورتو.

ڪافي مُدت کان ۽ اصل ۾ انٽرويوءَ وقت تائين ڪرنجيا جي نظر ۾ ڀُٽو ويڙهہ پسند انسان آهي، ۽ اهو ايترو تڪڙو رنگ بدلائي ٿو، جو مٿس ٿورڙو بہ ڀروسو نٿو ڪري سگهجي. ٻئي پاسي ڪرنجيا، شيخ مجيب الرحمان کي فرشتو سڏي سندس پوڄا ڪئي آهي. ڀُٽي ۽ مجيب جو چڱيءَ طرح اڀياس ڪرڻ ڪانپوءِ ڪرنجيا هاڻي اهو مڃڻ لڳو آهي، تہ ڀُٽو ذميدار ۽ ذهين آهي ۽ مجيب جو رَويو ضدي ۽ نٽر شخص جهڙو آهي.

گذريل سالن تائين جهڙيءَ ريت هندستان ۾ شيخ مجيب جي ساراهہ جا ڍَڪ ڀريا ويندا هئا، ۽ ڀُٽي کي بدنام ڪيو ويندو هو، تنهن مان ڪو بہ شخص اها اُميد نٿو ڪري سگهي، تہ هندستاني عوام ايترو جلد پنهنجو متعصباڻو نظريو بدلائي، ڀُٽي ۽ مجيب کي ساڳئيءَ نظر سان ڏسڻ لڳندا.

پوءِ بہ جيڪڏهن هندستان ۽ پاڪستان جي لاڳاپن کي ايماندارڻو ۽ وڌيڪ عملي ۽ دوستاڻو بنائڻو آهي، تہ پوءِ اهو گهڻو ضروري آهي، تہ اسان وقت جي گهُرج پٽاندر نوس، حقيقي ۽ غير جانبداراڻو رَويو واپرايون. انهن گذريل ڳالهين جي ڇنڊڇاڻ لاءِ آءٌ ان انٽرويوءَ جا ڪجهہ ٽُڪرا هتي پيش ڪيان ٿو، جيڪو آر. ڪي. ڪرنجيا کي ذوالفقار علي ڀُٽي ڏنو هو ۽ جيڪو ”بلٽز“ جي 16 ۽ 24 سيپٽمبر 1972ع جي پرچن ۾ ڇپيو هو.

ڪرنجيا چيو آهي، تہ بنگلاديش کي مڃڻ.... ۽ جنگي قيدين جي واپسيءَ واري

جهيڙي جي انهن ٻن مامرن سبب جيڪا رڪاوٽ پيدا ٿي وئي آهي، پُٽو تنهن کي ختم ڪرڻ چاهي ٿو، ۽ هُو اوستائين ڳالهيون جاري رکڻ لاءِ تيار آهي، جيستائين اهي ٻئي مسئلا حل نٿا ٿي وڃن.

ڪرنجيا پنهنجيءَ رپورٽ ۾ چيو آهي، ته ڀُٽي ان ڳالهه تي ڏاڍو زور ڏنو، ته هُو شيخ مجيب سان ڪنهن به وقت ۽ ڪنهن به ماڳ تي ملڻ لاءِ تيار آهي. انهيءَ سلسلي ۾ هو پنهنجي سهولت ۽ خودداريءَ کي رڪاوٽ بنجڻ نه ڏيندو. گڏوگڏ ڪرنجيا کي ڀُٽي اهو به يقين ڏياريو، ته بنگلاديش کي مڃڻ جو مسئلو ته ڳالهه ٻولهه سان ئي سُلجهائي سگهجي ٿو، ۽ هُو مجيب سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ لاءِ تيار آهي.

جيئن ڪرنجيا پنهنجي رپورٽ ۾ چيو آهي، ته ڀُٽي ان ڳالهه جو ڀروسو ڏياريو، ته ڳالهه ٻولهه جو نتيجو ڀلي ڪهڙو به نڪري، پر اسان بنگلاديش کي مڃينداسون. ڳالهه ٻولهه جي ڪاميابيءَ يا ناڪاميءَ تي اها ڳالهه آڌاريل نه آهي. بنگلاديش، پاڪستان سان گڏيل لاڳاپا رکڻ واريءَ خواهش کي ڀلي ٽُڏي ڇڏي، پر مجيب سان جڏهن به ۽ جتي به ملاقات ٿيندي، ته اسان بنگلاديش کي هڪ آزاد ملڪ جي حيثيت سان مڃينداسين.

جڏهن ڪرنجيا اهو چيو، ته چين اقوام متحده ۾ بنگلاديش کي مڃڻ واري سوال تي ويٽو استعمال ڪري ڏکيائي پيدا ڪري سگهي ٿو، ته ڀُٽي يقين ڏياريو ته، "انهيءَ مامري ۾ چين ۽ پاڪستان وچ ۾ ڪنهن قسم جي سازش ۽ بنگلاديش خلاف ڪو سمجهوتو ٿيل نه آهي. اسان بنگلاديش کي جڏهن به چاهيون، مڃڻ لاءِ آزاد آهيون. انهيءَ مامري ۾ اسان کي ڪنهن جي حُڪم جي گهُرج نه آهي.

جيستائين مجيب سان ملاقات ٿيڻ ۾ تڪڙ جو سوال آهي، ته ڀُٽي واضح لفظن ۾ اهو ثابت ڪيو، ته اُن لاءِ هو قطعي ذميدار نه آهي. هُن چيو، ته پهرين مون سوچيو هو، ته بنگلاديش کي مڃڻ جو سوال پاڪستان قومي اسيمبليءَ ۾ کڻي ويندس، ۽ انهيءَ سوال تي سيپٽمبر 1972ع تائين اسيمبلي جي تائيد وٺندس. مون اها ڳالهه رُڳو شريمتي گانڌيءَ کي ئي نه، بلڪ ترڪيءَ جي پنهنجي دوستن کي به ٻُڌائي هئي، ۽ ڪين ڀروسو ڏياريو هو، ته مونکي اُميد آهي، ته ڪنهن به وقت مجيب سان ملاقات ٿي سگهي ٿي.

ڪرنجيا پنهنجي انٽرويوءَ ۾ ڀُٽي جي ڳالهه جو ايئن حوالو ڏنو آهي: "پاڻ مجيب آزاديءَ کان پهرين مونکي اهو ويساهه ڏياريو هو. آءٌ هُن سان 27 ڊسمبر تي ۽ پوءِ 7 جنوري تي مليو هوس. هُن پنهنجي مرضيءَ سان چيو هو، ته هُو مون سان ٻيهر

ضرور ملندو. هُن چاهيو پئي، تہ اها ملاقات سندس واپس موٽڻ کان هڪدم پوءِ ٿئي.
هُن مونکي چيو هو، تہ هو پهرين پنهنجي ڏيهہ ۾ پنهنجا پير مضبوط ڪندو، پوءِ
منهنجي پهرين خواهش اها هوندي، تہ آءُ لنڊن اچان ۽ توهان سان (ڀُٽو سان) ملان.

"مون مجيب کي هتان ٽيليفون ڪري ڪانئس سندس صحت بابت پُڇيو. مون
کيس ياد ڏياريو، تہ هُن مونکي 27 ڊسمبر ۽ 7 جنوريءَ تي هر ڀيري اهو پروسو ڏنو هو،
تہ اسان ٻيهر ضرور ملنداسين ۽ شروعاتي مسئلا سُلجهائڻ کانپوءِ ٻيا قدم کڻنداسين.

"هاڻي شايد هُو پنهنجي اُن ڳالهہ تان ڦري وڃي، پر آءٌ توهان کي هتان ٻُڌائي
سگهان ٿو، تہ هُن مونکي هر ڀيري اهو پروسو ڏياريو هو ۽ ڪيسي مان قرآن شريف
ڪڍي ۽ مٿس هٿ رکي بلڪل اهي ساڳيون ڳالهيون ڪيون هيون، جيڪي آءٌ توهان
کي ٻُڌايان پيو."

جڏهن ڪرنجيا، ڀُٽي کان پُڇيو، تہ ڇا ايئن نٿو ٿي سگهي، تہ توهان مجيب تي
دٻاءُ وجهي اهي واعدا ورتا هجن. ڇا هُو تنهن وقت آزاد هو يا قيدي هو؟ ڀُٽي جواب ڏنو
تہ، "مون هُن کي ڇٽي ڇڏيو هو، تہ آءٌ کيس آزاد پيو ڪريان، ۽ مون کيس موت جي
سزا کان بچائي ورتو آهي. آءٌ نٿو ڀانيان، تہ هُن وٽ ڪو اهڙو سبب هو، جنهن سان هُو
منهنجي ڳالهين تي شڪ ڪري ها، ۽ اهو سوچي ها، تہ آءٌ کيس آزاد نہ پيو ڪريان.
تنهنڪري هُو ڪنهن جي دٻاءُ ۾ نہ هو ۽ مجيو تہ، جيڪڏهن هُو ڪنهن دٻاءُ ۾ هو، تہ
پوءِ کيس قرآن شريف جو قسم کڻڻ جي ڪهڙي گهُرج هئي؟"

ڀُٽي اڳتي اها ڳالهہ ٻُڌائي، تہ هُن اهو منصوبو جوڙيو هو، تہ عوام جي راءِ سندس
حق ۾ جوڙڻ کانپوءِ هُو انهيءَ مسئلي کي پاڪستان قومي اسيمبليءَ آڏو آڻيندو ۽ اُتي
ان نهراءُ منظور ٿيڻ کانپوءِ بنگلاديش کي اقوام متحده ۾ شامل ٿيڻ لاءِ گڏيل
ڪوششون ڪندو.

پر جڏهن مجيب، ڀُٽي جي نيڪ جذبن ۽ پروسي کي ٺُڏي ڇڏيو، تہ پوءِ ڀُٽي جي
دل ۾ ڪوڙاڻ ۽ تلخي ٿيڻ لازمي هئي. هوڏانهن مجيب لڳاتار ان ڳالهہ کي پئي
ورجايو، تہ پهرين بنگلاديش کي مڃيو وڃي، پوءِ ئي ڪا ڳالهہ ٻولهہ ٿي سگهي ٿي.

جيئن ڀُٽي چيو هو، تہ ڪنهن بہ قسم جي سمجهوتي لاءِ پاڪستاني عوام جي
تائيد ۽ منظوريءَ وٺڻ ضروري هو. جيڪڏهن هُو پنهنجي طرفان بنگلاديش کي مڃڻ
بابت ڪو هڪ طرفو فيصلو ڪري ها، تہ پوءِ پاڪستان ۾ سندس مخالفن جي هٿن ۾
کيس مارڻ لاءِ هڪڙو هٿيار اچي وڃي ها.

جيئن ڀُٽي، ڪرنجيا کي ٻڌايو هو:

”اسان کي ڀهرين اها اُميد هئي، تہ ڀهرين مجيب سان ملاقات ٿيندي ۽ پوءِ اسان سلسليوار ڪم پورا ڪنداسين. تنهن وقت مون عوام کان ان ڳالهہ تي راضي ڪرڻ لاءِ ٽي هفتا يا هڪ مهيني جو وقت ڀئي گهُريو، ڇوتہ ٻيا اڳواڻ بنگلاديش کي مڃڻ واريءَ ڳالهہ جي قطعي خلاف هئا، يا هُنن جي مخالفت جو سبب رڳو هي هو، جو اُهي منهنجي مخالف پارٽيءَ جا آهن. اُهي ماڻهن جا جذبا اُڀارڻ جي ڪوشش ۾ رُڌل هئا. هنن جو چوڻ هو، تہ بنگلاديش جي وجود کي مڃڻ جي معنيٰ هيءَ ٿيندي، تہ حملو ڪندڙن کي حملي جو فائدو ڏنو وڃي يا وري هُنن اهو ڀئي چيو، تہ جيڪڏهن هندستان، پاڪستان جو هڪڙو حصو ائين ٽڪرائي سگهي ٿو، تہ پوءِ ٻيو حصو بہ ٽڪرائي ويندو يا وري بنگلاديش کي مڃڻ جي معنيٰ بہ قومي نظريي کي ٽُڏڻ ٿيندو. آءٌ انهيءَ حيثيت ۾ نہ هوس، جو آءٌ ماڻهن وٽ وڃان، ۽ اُن پروپيگنڊا کي رد ڪريان. آءٌ ڏاڍو مصروف هوس ۽ مجيب سان ملڻ ڀئي چاهيم.

”جيڪڏهن منهنجي هُن سان ملاقات ٿئي ها، تہ ملاقات کانپوءِ آءٌ ماڻهن کي سمجهايان ها، تہ ڏسو اسان سمجهوتي جي پوري ڪوشش ڪئي آهي. هيءَ بہ قومي نظريي جي خلاف نہ آهي. انهيءَ جي معنيٰ اها نہ آهي، تہ هندستان باقي پاڪستان کي ٽڪرائي ويندو. اهڙيءَ ريت آءٌ سمورن ملڪن جي تائيد ماڻي وٺان ها.“

ماڻهن جي دلين ۾ وينل شڪ ختم ڪرڻ لاءِ ڀُٽي واضح لفظن ۾ ڪرنجيا کي چيو:

”اسان طئي ڪري ورتو هو، تہ اسان بنگلاديش کي مڃيداسين. اسان اهو نہ چيو هو، تہ جيڪڏهن ڳالهہ ٻولهہ وچ ۾ ئي ٽُٽي ويندي، تہ اسان بنگلاديش کي نہ مڃينداسين. ڳالهہ ٻولهہ جو جيڪو بہ نتيجو نڪرندو، اسان بنگلاديش کي مڃينداسين، اها ڳالهہ اسان طئي ڪري چُڪا هئاسين.“

انهيءَ ڳالهہ جي وڌيڪ ڇنڊڇاڻ ڪندي ڀُٽي چيو، تہ بنگلاديش کي مڃڻ جو اسان جيڪو واعدو ڪيو هو، تنهن تي اسان اڄ بہ قائم آهيون، توڙي ان سلسلي ۾ ٿورڙي دير ٿي چُڪي آهي. ڀُٽي اهو مشورو ڏنو، تہ جيڪڏهن هندستان پنهنجو اثر وجهي مجيب جي مون سان ملاقات ڪرائي، تہ مونکي بيحد خوشي ٿيندي، ۽ انهيءَ سان مجيب جي شان تي بہ ٽِڪو نہ لڳندو.

شان تي ٽِڪو لڳڻ جي ڏس ۾ ڀُٽي پنهنجي ڳالهہ واضح ڪندي چيو:

”آءٌ هيءَ ڳالهہ ان لاءِ ٻيهو ڪريان، جو مجيب پنهنجي شان تي ٽِڪو لڳڻ واري سوال تي ڏاڍو چُست ۽ ڦُڙت آهي. تنهن وقت بہ جڏهن مون هُن سان ٽيليفون تي

ڳالهايو هو، تڏهن بہ هُن پنهنجي شان بابت پئي ڳالهايو. ڳالهہ هيءَ آهي، تہ سندس شان برقرار رکڻ لاءِ اسان کي ڪو رستو ڪڍڻ گهُرجي ها. ان سان جيڪڏهن منهنجي عزت تي ڪو ٽِڪو لڳي ٿو، تہ آءٌ اُن جي پرواهہ نٿو ڪريان، پر اسان کي ڪو رستو ضرور ڪڍڻ گهُرجي ها. رستو نڪرڻ تي اسان ٻي چوٽي ڪانفرنس ڪوٺائي ڪنهن نہ ڪنهن فائديمند نتيجي تي پهچي سگهون ٿا.

”پوءِ بہ جيڪڏهن اهو چوٽي ڪانفرنس جي خاڪي هيٺ ممڪن نہ هجي، تہ شريمتي گانڌي ڪنهن بہ وقت پاڪستان اچي سگهي ٿي. اسان دل سان چاهيون ٿا، تہ هوءَ هتي اچي ۽ پاڻ هن ملڪ کي ڏسي.“

ٻيو جيڪو اهم سوال آهي ۽ جيڪو هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ تڪراري بڻيل آهي، سو آهي جنگي قيدين جو. هندستاني نظريي موجب پاڪستاني فوج، اوڀر پاڪستان ۾ هندستان ۽ بنگلاديش جي فوجن جي گڏيل ڪمان اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا هئا، تنهنڪري بنگلاديش کي اِن ڳالهہ جو حق مليل آهي، تہ جنگي قيدين جي آزاديءَ بابت پنهنجو رايو ظاهر ڪري.

ڀُٽي جو چوڻ آهي، تہ هندستان ۽ بنگلاديش جي فوجن جي گڏيل ڪمان رُڳو تخيل آهي. انهيءَ مامري ۾ ڀُٽي جو چوڻ آهي، تہ بنگلاديش جي فوج، اوڀر پاڪستان ۾ جنگ جي پُڄاڻيءَ تي جنگ ۾ جيڪو حصو ورتو هو، سو بلڪل معمولي هو. جيڪڏهن هندستاني فوج اُن جنگ ۾ پوريءَ ريت شامل نہ ٿئي ها، تہ ڀڪ سان اُن جو نتيجو سندس خلاف ئي نڪري ها.

غلطيءَ مان وِڌ ڪڍڻ يا قانوني بحث بنا ڀُٽي هڪدم خاص مقصد تي پنهنجو رايو ظاهر ڪيو ۽ چيائين تہ، ”آءٌ اهو چوڻ لاءِ تيار آهيان، تہ جن پاڪستاني فوجين خلاف اهو الزام ثابت ٿي ويندو، تہ هنن واقعي ظلم ڪيا آهن، تن کي مناسب سزا ڏني ويندي.“

ڀُٽي پنهنجي ڳالهہ کي اڳتي وڌائيندي چيو هو تہ، ”جنگ جي الزامن جي ڏس ۾ مقدمي هلائڻ سان سندس مسئلا اجا بہ پيچيده ٿي ويندا ۽ جيستائين هٿياربند فوج جو سوال آهي، تہ اهڙي حالت بہ پيدا ٿي سگهي ٿي، جڏهن اُن جو حل ناممڪن ٿي وڃي.“ ڀُٽي وچئين رستي جو مشورو ڏنو ۽ چيو تہ، ”جيڪڏهن زيادتيون ٿيون آهن يا ڏوهہ ٿيا آهن، تہ آءٌ پاڪستان ۾ فوجي عدالت ۾ ڏوهارين خلاف مقدما هلائڻ لاءِ تيار آهيان.“

ڀُٽي اهو بہ چيو، تہ جيڪڏهن مُجيب چاهي، تہ مونکي انهن فوجين جي فهرست

ڏئي سگهي ٿو، جن جنگ دؤران ڏوهه ڪيا هجن. انهيءَ فهرست سان گڏ هُو مونکي سندن ڏوهن خلاف ثبوت به موڪلي سگهي ٿو. ڀُٽي پروسو ڏنو، ته آءٌ فوجي عدالتون جوڙيندس، ۽ ان ڳالهه جو پُورو خيال رکندس، ته انصاف ڪيو وڃي.

ٻئي پاسي ڀُٽي کي ان ڳالهه جو پُورو شڪ هو، ته جيڪڏهن مقدمو بنگلاديش ۾ هلايو ويو، ته اُتي جي عدالت منصفاڻي نظريي ۽ قانوني طريقي سان مقدمي جي شنوائي نه ڪندي. ڀُٽي صاف لفظن ۾ چيو، ته جيڪڏهن اهي مقدما ڍاڪا ۾ هلايا ويا، ته اهي وڏو تماشو بڻجي ويندا، ۽ اُن سان هندستان ۽ پاڪستان جا لاڳاپا به بگڙي ويندا.

جڏهن ڪرنجيا چيو، ته هندستان جيان بنگلاديش به جنگي قيدين جي مامري سان ڳنڍيل آهي، ته ڀُٽي وراڻيو:

”ٺيڪ آهي. مڃون ٿا، ته توهان اهو رَويو رکو ٿا، ته مجيب جي منظوري ضروري آهي. جيتوڻيڪ آءٌ نٿو سمجهان، ته ڇو ضروري آهي. ٺيڪ آهي، مجيب وٽ ڪجهه هزار ڪان وڌيڪ انهن قيدين جي فهرست آهي، جن تي مقدمو هلائڻ چاهي ٿو. اهڙي صورت ۾ توهان ٻين جنگي قيدين کي ڇو نٿا ڇڏيو؟

”مجيب کي خوش ڪرڻ لاءِ جيترن جنگي قيدين جي فهرست هُن وٽ آهي، تن مان وڌيڪ جنگي قيدي پاڻ وٽ قيدي رکو. جيڪڏهن هُو پنج هزار چوي ٿو، ته توهان ڏهه هزار رکو، پر سمورن جنگي قيدين کي روڪڻ ۾ ڪهڙو منطق آهي ۽ منجهائن ڪيئي بيگناهه غير فوجي به آهن. توهان جي ڪيمپن ۾ نندڙا ٻارَ به آهن. آءٌ چاهيان ٿو، ته هندستاني انهن سمورن جنگي قيدين کي پاڻ وٽ رکڻ جي واهياتپڻي کي محسوس ڪن.“

انهيءَ مامري ۾ ڀُٽو ان ڪان وڌيڪ صاف رَويو ٻيو ڪهڙو رکي سگهي ٿو. پوءِ پلي ڪو مجيب جي ڪيڏي به واڪاڻ ڪري، يا بنگلاديش جي ماڻهن تي جيڪا مصيبت گُذري آهي، تن سان ڪيڏي به همدردي رکي، پر مجيب جيئن پوئين غلطين کي هر ٻيري ورجائي پيو ۽ حالتون سازگار ٿيڻ نه پيو ڏئي، سو ڪيتري قدر جائز آهي، اهو ثابت ڪرڻ ڏکيو آهي.

انهيءَ مامري ۾ ڀُٽي جي ايمانداريءَ کي ڪرنجيا به مڃيو آهي. انٽرويوءَ جو تت ڄاڻائيندي ڪرنجيا چيو آهي ته، ”جيستائين يحيٰ خان ۽ ايوب خان جو سوال هو، مجيب کي مٿن ڪاوڙجڻ قطعي مناسب ۽ جائز هو، پر ڀُٽي تي انهيءَ قسم جو الزام نٿو مڙهي سگهجي.“

جيئن ڪرنجيا لکيو آهي: ”محترم ڀُٽو پوئين غلطين کي سُڌارڻ چاهي ٿو. هُو رُڳو اهو چاهي ٿو، ته جنگي قيدين تي مقدمو بنگلاديش ۾ نه هلايو وڃي، ڇو ته جنگ

دؤران جيڪي به ڏوهه ٿيا آهن، تن جي ذميداري فوجي حڪومت ۽ سندس اڳواڻن تي اچي ٿي. فوجي آفيسرن ۽ سپاهين ته سندن حُڪم تي عمل ڪيو آهي."

محترم ڀُٽو پاڪستان جي مٿي سان ڀرپور ماضيءَ سان جيئن به جُڙيل رهيو هجي، پر اهو سچ آهي، ته هن به پيرا نه ته گهٽ ۾ گهٽ هڪ پيرو ته پڪ سان شيخ مجيب کي ڦاسيءَ جي تختي تان بچايو آهي، جيڪڏهن اگرتلا ڪيس کي به شامل ڪيو وڃي، ته پوءِ ڪيس ۾ پيرا بچائڻ ته ضرور چيو ويندو.

انٽرويوءَ ۾ اڳتي هلي ڪرنجيا پاڪستان ۽ بنگلاديش جي لاڳاپن وچ ۾ ايندڙ رڪاوٽ جو سمورو الزام مجيب جي ڪنڌ ۾ وجهي ٿو. ڪرنجيا، مجيب تي الزام لڳايو آهي، ته هُن پهرين بنگلاديش کي مڃڻ جو شرط مڙهي ڳالهه ٻولهه ۽ ڪنهن به قسم جي سمجهوتي جو دروازو بند ڪري ڇڏيو آهي. هُن اهو به اشارو ڪيو آهي، ته ڀُٽي جيڪو فارمولو پيش ڪيو آهي، تنهن سان مجيب جي شان تي ٽِڪو لڳڻ جي خطري ۽ ضد سبب جيڪي به رڪاوٽون آهن، سي سڀ ختم ٿي وڃن ٿيون.

جيستائين جنگي قيدين جو سوال آهي، ته ڀُٽي اُن آچ سان ته هندستان انهن ملزم جنگي قيدين ڪان علاوه ٻين جنگي قيدين کي به پاڻ وٽ روڪي سگهي ٿو، جن تي شيخ مجيب مقدمو هلائڻ چاهي ٿو، ڪافي نرميءَ جو ثبوت ڏنو آهي. ڀُٽي جو چوڻ آهي، ته هندستان کي باقي جنگي قيدي آزاد ڪرڻ گهُرجن. ڪرنجيا اُن ڳالهه تي اچرج ظاهر ڪيو آهي، ته ان مناسب ۽ جائز مشوري کي منظور ڪرڻ ۾ ڍاڪا يا نئين دهليءَ کي ڪهڙي ڏکيائي پيش سامهون اچي.

پنهنجي انٽرويوءَ دؤران ڪرنجيا ڪجهه اهڙيون ڳالهيون به ظاهر ڪيون آهن، جن کي ڪيئي هندوستاني صحافي ڄاڻندي سمجهندي به لڪائيندا رهيا آهن.

سچائي اها آهي، ته رڳو پاڪستاني فوجين ئي ظلم نه ڪيا، بلڪ بنگلاديش وارا به ان مامري ۾ پوئتي نه رهيا ۽ سچي ڳالهه اها به آهي، ته انهيءَ ڪم جي ابتداء ايسٽ بنگال رائفلز جي سپاهين ڪئي.

جيئن ڪرنجيا لکيو آهي: "مونکي ڊپ آهي، ته جنگي قيدين جي مقدمي جو بنگلاديش جي مفاد تي غلط اثر پوندو، ڇوته ڪو به چالاڪ وڪيل ججن جي دماغ ۾ اهو شڪ اُڀاري سگهي ٿو ۽ اهو دليل ڏئي مقدمي کي اُلجهائي سگهي ٿو، ته قتل جي وارداتون حقيقت ۾ ايسٽ بنگال رائفلز جي سپاهين شروع ڪيون هيون. اُنهن 26 مارچ 1971ع جي رات جو ڪيئي اولهه پاڪستان آفيسرن کي موت جي ننڊ سُمهاري ڇڏيو هو.

"انهيءَ ڳالهه جا ثبوت آهن ۽ الزام ثابت ڪرڻ لاءِ فوٽوگراف به آهن.

هيستائين جو فوٽو ۽ فلمون به آهن، جن مان اهو ثابت ٿئي ٿو، ته جن بهارين تي پاڪستان سان ملڻ جو شڪ هو، تن طرفان هٿيار ڦٽا ڪرڻ ڪانپوءِ ڪين ٽائيگر صديقي ۽ سندس ڇاپامار ساٿين بيرحميءَ سان ڪُهي ڇڏيو هو.

"اها حقيقت ڪافي عرصي ڪانپوءِ سامهون آئي آهي، جنهن جي عيوض پاڪستاني فوجين اوپر بنگال ۾ عوام تي جيڪي ظلم ڪيا، تن لاءِ ڪين معاف نٿو ڪري سگهجي، پر اهو به نٿو چئي سگهجي، ته اهو ظلم سوچڻ سمجهڻ بنا بيرحميءَ سببان ڪيو ويو هو.

"جنهن وقت ايسٽ بنگال رائفلز جي سپاهين عوامي قتل ڪيو، تنهن وقت پاڪستاني فوج جا يونٽ اُتي ٽورڙا هئا. پوءِ پاڪستاني فوجين جنهن وحشت جو ثبوت ڏنو، تنهن کي انتقام ئي چئي سگهجي ٿو. اهو انتقام پلي ڪيترو ئي بربريت، حيوانيت ۽ ديوانگيءَ سان ڀرپور ڇو نه هجي، پر هو انتقام. انهن سمورن حادثن جو بنياد انتقام جو جذبو ئي هو."

ڪرنجيا جي اها ڳالهه ته ظلم بنگلاديشين به ڪيا، ڏاڍي اهميت رکي ٿي، ڇوته پاڻ بلٽز اڳ ۾ ان قسم جي خبرن کي جُڙتو ڄاڻايو هو ۽ چيو هو، ته ٽائيگر صديقي ۽ سندس ساٿين جا ظلم ڪندي جيڪي فوٽوگراف نڪتل آهن، سي ڪوڙا آهن.

پر مجيب جي زبردست حامي "بلٽز" جو هاڻي کُلي عام اهو چوڻ.... ته بنگلاديش وارن به ظلم ڪيا هئا.... مجيب کي آگاهه ڪرڻ لاءِ ڪافي هجڻ گهرجي. شيخ مجيب کي گهُرجي، ته هُو گذريل شڪايتن کي هر پيري نه ورجائي. اهو گهٽو عملي ۽ ڪارائتو ٿيندو، ته هُو گذريل ڳالهين کي وساري ويهي ۽ هڪڙي ڏاهي سياستدان جيان پنهنجي ملڪ جي مستقبل کي شاندار بنائڻ لاءِ عملي ۾ ٺوس ڪم ڪري، جيئن پُٺتي ڪيا آهن.

جيستائين هندوستان جو واسطو آهي، بنگلاديش جي ڏس ۾ هُن وڏي قيمت ادا ڪئي آهي. اڄ به اُهي ڪروڙين رپيا، جيڪي هندستان جي ترقياتي ڪمن تي خرچ ڪري سگهجن ٿا، غير ضروري طور بنگلاديش کي ڏيڻا پيا پون، ڇوته مجيب جي ضدي رَويي سبب ٽنهي ملڪن وچ ۾ جيڪي مسئلا آهن، سي حل نه پيا ٿين.

تاريخي حالتون اهڙيون هيون، جن سبب هندستان لاءِ بنگلاديش جي طرفداري ڪرڻ ضروري بڻجي ويو هو، پر هاڻي اُهي حالتون نه آهن. هاڻي جيترو به جلدي هندستان، بنگلاديش جي محافظ جو رول نڀائڻ بند ڪري ۽ ڪيس پنهنجي پيرن تي بيهڻ جو موقعو ڏئي، ايترو ئي هندستان، پاڪستان ۽ بنگلاديش لاءِ ڀلو ٿيندو.

جيستائين پُٽي جو واسطو آهي، اهو ظاهر آهي، ته هُو نئون باب شروع ڪرڻ لاءِ گهٽو بيقرار ۽ پيلو چاهيندڙ آهي. هُو گناهگارن کي سزا ڏيڻ چاهي ٿو. هُو ان حقيقت کي به وسارڻ لاءِ تيار آهي، ته هُن جي پنهنجي ملڪ جو ٽڪرو ڏار ٿي ويو آهي، انهيءَ ڪان وڌيڪ ڪنهن به شخص ڪان اميد ڪرڻ نامناسب ٿيندو، خاص طور اهڙي شخص ڪان جيڪو پنهنجي ملڪ جي قسمت سنوارڻ ۾ رُڌل هجي، جيئن هينئر پُٽو رُڌل آهي.

هڪڙي طرف پُٽو پنهنجي شان تي ٽِڪو لڳڻ جي زبردست جوکي جي پرواهه نه ڪندي، مجيب کي رعايتون ڏيڻ لاءِ تيار آهي، ۽ ٻئي طرف شيخ مجيب الرحمان جو رَويو ڏاهپ ڪان ڪوهين ڏُور آهي.

انهيءَ ڳالهه کان ڪوبه انڪار نٿو ڪري، ته بنگلاديش جو زبردست نقصان نه ٿيو آهي يا اُن تڪليفون ۽ ڏُک نه سَٺا آهن، پر لڳاتار انهن ڪوڙين گذريل ڳالهين کي ياد ڪندو رهڻ مان ڪو فائدو نٿو ٿي سگهي. انهيءَ سان ته مستقبل ۾ سُڌاري ٿيڻ جي اُميد واري رستي ۾ زبردست ڏکيائيون پيدا ٿينديون.

جيڪڏهن مجيب پاڻ بابت دنيا جي دل ۾ همدرديءَ ۽ خلوص جو جذبو برقرار رکڻ چاهي ٿو، جيڪو ڪيس دنيا ڪان اڄ به وڌيڪ مليل آهي، ته ڪيس پنهنجو ضد ڇڏڻو پوندو ۽ ڪيس اهو ڪم تُرت ئي ڪرڻو پوندو.

جيستائين هندستان جو واسطو آهي، تنهن لاءِ اهو پيلو ٿيندو، ته هُو پُٽي سان ڳالهائڻ بجاءِ مجيب سان ڳالهائڻ لاءِ چوٽي ڪانفرنس گهُرائي. اسان کي مجيب کي واضح چوڻ گهُرجي، ته بس هاڻي گهٽو ٿيو، جيڪڏهن هُو هندستان ۽ پاڪستان وچ ۾ سمجهوتي لاءِ ضروري ماحول جوڙڻ ۾ سهڪار نٿو ڪري، ته سندس پرواهه بغير هندستان، پاڪستان سان سمجهوتي طرف اڳتي وڌي ويندو.

# ڇا ڀُٽو پنهنجي عهدي تي رهي سگهندو؟

جنهن وقت کان ڀُٽي صدر جو عهدو سنڀاليو آهي، تڏهن کان لڳاتار اهو سوال ڪيو پيو وڃي، تہ ڇا ذوالفقار علي ڀُٽو پنهنجي عهدي تي رهي سگهندو؟ پاڪستان ۾ جيڪو تشدد ڦهليل آهي، جيڪڏهن متاچري نظر سان سندس اپياس ڪيو وڃي، تہ هڪ ٻئي جي مخالف جيڪي ڳالهيون بنيادي طور موجود آهن، تن مان سندن انديشن جي پڪ ٿئي ٿي. پر اهو سچ آهي، تہ ڀُٽو ڏاڍو تجربيڪار سياستدان آهي. هُن ۾ پنهنجي مخالفن سان مُنهن ڏيڻ جي صلاحيت آهي. هُن کي حڪومت مان هٽائڻ ڪو سولو ڪم نہ آهي، ڇوتہ هُن کي هٽائڻ وارو سندس مقابلي يا سياسي معيار جو ڪوبہ شخص پاڪستان ۾ نہ آهي. نہ ڪنهن کي ايڏي مشهوري آهي، ۽ نہ ئي ڪو ايڏو قابل آهي، جيڪو سندس جاءِ والاري سگهي.

ڀُٽي جي صدر هجڻ واريءَ ڳالھ ڄاڻڻ بجاءِ اها ڳالھ ڄاڻڻ وڌيڪ ضروري آهي، تہ اُهي ڪهڙا سبب هئا، جن سبب ڀُٽي کي اهو سيني کان وڏو عهدو مليو. اُن جا چار خاص سبب آهن:

يحيٰ خان جي فوج خلاف ڪاوڙ ۽ نفرت، پاڪستان جي مختلف سياسي پارٽين وچ ۾ جدوجهد، اُها سياسي سوچ ۽ سمجھ، جنهن سبب ملڪ جي اولهندي حصي ۾ پاڪستان پيپلز پارٽيءَ سيني کان وڌيڪ طاقتور پارٽيءَ جي روپ ۾ اُڀري سامهون آئي، جنهن جو مقصد ملڪ جي اتحاد جو بچاءُ هو، ۽ ڀُٽي جي تائيد ۽ حمايت، جيڪا نوجوان نسل ۽ غريب طبقي ڪئي هئي.

ڀُٽي جي ٻين سمورين ڳالهين جيان هن جي مشهوري بہ بلڪل ايئن گهٽجندي وڌندي رهي ٿي، جيئن سندس مزاج گرم ۽ ٿڌو ٿيندو رهي ٿو. پاڪستان ۾ اهڙن ماڻهن جو وڏو تعداد آهي، جيڪي ڀُٽي تي ڀروسو نٿا ڪن. ڪانئس نفرت ڪن ٿا. منجهانئن ڪجھ ماڻهو ڀُٽي خلاف اُن لاءِ آهن، جو هُو چين سان دوستي رکڻ جو زبردست حامي آهي. ڪجھ ماڻهو هُن جي گرم رَويي کان پريشان آهن. بهرحال، جڏهن يحيٰ خان کي صدر جي عهدي تان هٽايو ويو، تہ اهو عهدو ڀُٽي سنڀاليو. تنهن وقت هُن جي مقابلي ۾ ڪوبہ نہ هو.

بنگلاديش وڃائڻ جي تازي صدمي کانپوءِ پاڪستان ۾ هڪ ڀيرو وري اها ساڳي سياسي حالت پيدا ٿي پئي، جيئن پهرين هئي. ٽن بنيادي ڳالهين تي وري جهيڙا اُڀريا. اهي ڳالهيون هيون، مختلف صوبن ۾ ٻوليءَ جي ڏس ۾ نمائندگي، صوبن جي خودمختياري ۽ اهو سوال تہ پاڪستان ۾ ڪهڙي قسم جو آئين لاڳو ٿيڻ گهُرجي.

جيستائين ٻوليءَ جو سوال هو، تہ هيءَ ڳالهہ ويچار جوڳي آهي، تہ هندستان جيان پاڪستان ۾ بہ ڪيئي خاص ٻوليون آهن، اُهي آهن: پنجابي، سنڌي، پشتو، بلوچي ۽ اُردو. پهريون چار ٻوليون صوبائي ٻوليون آهن. اردو پاڪستان جي ڪنهن بہ علائقي جي ٻولي نہ آهي، توڙي عام طور سڀ ماڻهو اُن کي سمجهن ٿا. تاريخي سبب هيٺ اها هڪ قسم جي سرڪاري ٻوليءَ جي روپ ۾ اُڀري سامهون آئي آهي، ڇوتہ اردو سدائين پڙهيل لکيل ۽ واپاري طبقي جي ٻولي رهي آهي.

اُتر اولهندي سرحدي صوبي ۽ بلوچستان ۾ ٻوليءَ جو جهيڙو ايڏو نہ آهي، جيڏو سياسي ڦڏو آهي. اُهي پنهنجي هڪ ڌار سياسي سُڃاڻپ چاهين ٿا. هنن جو اهو مطالبو رڳو ٻوليءَ جي آڌار تي نہ آهي، پر سنڌي ٻوليءَ جي مامري ۾ ڏاڍا ڪٽر آهن ۽ شايد پُٽي جي صدر ٿيڻ کانپوءِ سندن جذبي ۾ اڃا بہ واڌ آئي آهي، ڇوتہ هاڻي هڪڙو سنڌي صدر آهي.

سموري جهيڙي جي جَڙ اها ئي آهي، تہ جيڪي پناهگير هندستان کان پاڪستان پهتا، تن مان گهڻو ڪري اُردو ڳالهائيندا هئا. (اها ڳالهہ بلڪل غلط آهي، ڇوتہ منجهن مارواڙي، ڪاٺياواڙي، ڪڇي، پنجابي وغيره ڳالهائيندڙ بہ هزارن ۾ هئا، جن جي مادري ٻولي قطعي اُردو نہ هئي، ۽ اُهي ئي اڪثريت ۾ هئا. جڏهن تہ هاڻي تہ پناهگيرن ۾ برمي، بهاري، بنگالي، تاملي، افغاني، پشتو ڳالهائيندڙ بہ شامل آهن، جيڪي پاڻ کي 'مهاجر'، اسلام کي بچائڻ يا ڦهلائڻ واريءَ تاريخي ڳالهہ کانسواءِ، سڏائيندي فخر محسوس ڪن ٿا: سنڌيڪار) انهن مان گهڻا ڪراچيءَ ۾ وڃي رهيا. هيءَ شهر ڏاڍو اهم آهي ۽ سنڌي شهر آهي، پر ڪراچيءَ کي خاص درجو ڏنو ويو. ڪراچيءَ کي رُڳو سنڌي شهر ئي نہ مڃيو ويو، بلڪ هن کي ملڪ جي گاديءَ جو هنڌ بہ مڃيو ويو. جڏهن اردوءَ کي پاڪستان جي قومي ٻوليءَ بڻايو ويو، تہ اردو ڳالهائيندڙ خاص ڪري ڪراچيءَ ۽ سندس ڀرسان جوڙيل ڪالونين ۾ئي رهندا هئا. سنڌ جي ٻين شهرن جا ماڻهو اردوءَ کان قطعي اڻ واقف هئا.

ڪجهہ عرصي تائين سنڌي ماڻهن اردوءَ ٻوليءَ تي گهڻي ڳڻتي ظاهر نہ ڪئي، پر پوءِ ماڻهن جي دلين ۾ اردوءَ کي خاص درجو ڏيڻ تي ڪاوڙ ۽ ڪِروڌ جي لهر پکڙجي

وئي. ماڻهو آڱريون کڻڻ لڳا، ته اردو پرڏيهي ٻولي آهي ۽ پاڪستان جو ڪوبه اهڙو حصو نه آهي، جتي جا ماڻهو رُڳو اردو ڳالهائيندا هجن، ۽ ڪا ٻي ٻولي نه ڳالهائيندا هجن. ڪراچي شهر ئي اهڙو شهر هو، جتي اردو ڳالهائيندڙن جو انگ گهڻو هو، پر اقليت ۾ هوندي به اُهي سنڌي اڪثريت تي قابض هئا.

اردوءَ ٻوليءَ جي مخالفن جو اصرار هو، ته اردوءَ جهڙي ٻوليءَ کي پاڪستان جي قومي ٻوليءَ جو درجو نٿو ڏئي سگهجي، ڇوته رُڳو ڪجهه ماڻهو، جن جو انگ ٽيهه لک آهي، اردوءَ کي پنهنجي مادري ٻوليءَ هجڻ جي دعويٰ ڪن ٿا. اها به پروپيگنڊا ڪيو ويو، ته اردوءَ کي پنجابين، سنڌين ۽ ٻين ماڻهن تي ان لاءِ مسلط ڪيو پيو وڃي، جو پاڪستان جون پاليسيون ٺاهيندڙ ماڻهو شروع ۾ دهلي، اُتر پرديش، ۽ اهڙن علائقن جا رهندڙ هئا، جتي اردو ٻولي ڳالهائي ويندي هئي.

جڏهن ته اردو ٻوليءَ جي حمايتين اها دعويٰ ڪئي، ته اردوءَ کي پاڪستان جي هاڻوڪين ٻولين تي چڙهت نه ڏني وئي آهي، بلڪ قائداعظم محمد علي جناح پاڻ اهو ئي فيصلو ڪيو هو، ته اردو ٻوليءَ کي ئي قومي ٻوليءَ بڻايو ويندو، ڇوته اها بيحد مالدار ۽ ٻين ٻولين جي ڀيٽ ۾ ڪافي بهتر آهي. گڏوگڏ اها پاڪستان جي سيني صوبن ۾ سمجهي ۽ ڳالهائي وڃي ٿي. جيڪڏهن ڪنهن صوبائي ٻوليءَ کي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏنو وڃي ها، ته ٻين علائقن جون ٻوليون ڳالهائيندڙ مٿس اعتراض ڪن ها.

انهيءَ ڳالهه جي ڪا اهميت نه آهي، ته ايوب خان پناڻ هوندي به اردوءَ سان محبت ڪندو هو. پنجابين، سنڌين، ۽ بنگالين جي مخالفت هوندي به هن ان ٻوليءَ کي قومي ۽ رابطو قائم ڪندڙ ٻوليءَ جي حيثيت سان قائم رکيو.

بنگلاديش بنجڻ کان اڳ اردوءَ کانپوءِ بنگالي ئي اهڙي ٻولي هئي، جيڪا پاڪستان جي اڌ کان وڌيڪ ماڻهن جي ٻولي هئي، تنهنڪري ٻي قومي ٻوليءَ جو درجو بنگالي ٻوليءَ کي ڏنو ويو، پر جڏهن بنگلاديش ڌار ٿي ويو، ته اردوءَ جي درجي کي هڪ ڀيرو ٻيهر للڪاريو ويو. هن ڀيري دليل اهو هو، ته هر علائقي جي ٻولي صوبائي ٻولي هجڻ گهرجي. سنڌ ۾ سنڌي ٻولي قومي ٻولي هجڻ گهُرجي، پنجاب ۾ پنجابي، اتر اولهندي سرحدي صوبي ۾ پشتو ۽ بلوچستان ۾ بلوچي. بلوچي ٻوليءَ جو پنهنجي ڪا الفابيٽ نه آهي، تنهنڪري اُتي جا ماڻهو رومن ۾ لکن ٿا.

تنگ نظريءَ جي ان قسم جي ڳالهين لاءِ جيڪي جهيڙا ٿيا پئي، تن ۾ پُٽي پاڻ کي ڦاسائڻ نه پئي چاهيو. انهيءَ کان اڳ ماڻهو هڪ ٻئي جا مٿا ڦاڙڻ لڳن، هُن ٻوليءَ

جو مسئلو سُلجهائڻ لاءِ هڪڙو فارمولو پيش ڪيو. جنهن هيٺ اُردوءَ کي قومي ٻوليءَ جي حيثيت برقرار رکڻي هئي، ڇوته اها ئي هڪ اهڙي ٻولي هئي، جيڪا سڀني علائقن وچ ۾ رابطو قائم ڪندڙ ٻوليءَ جو ڪم ڪري پئي سگهي. ۽ هر صوبي کي اهو حق هوندو، ته اهو ڪاروهنوار لاءِ پنهنجي علائقائي ٻوليءَ واپرائي.

انهن سمورين ڳالهين تي ويچارڻ ڪانپوءِ ڀُٽي رڳو هڪڙو رستو، جيڪو سنڌس آڏو هو، تنهن کي اختيار ڪيو. هو عالمي اتحاد جو پڪو حامي هو، تنهنڪري هن سنڌيءَ هئڻ جي ناتي سلوڪ رَوا نه رکيو، بلڪ پاڪستان جي صدر جي حيثيت سان ڪم ڪيو. هن تي اڪثر اهي الزام لڳندا رهيا آهن، ته هُو سنڌي ٻوليءَ جي طرفداري ڪري ٿو.

پر ڀُٽي لاءِ ٻوليءَ جو مسئلو شايد سڀني ڪان عام ۽ ننڍڙو مسئلو هو. ان ڪان وڏيڪ خطرناڪ ڳالهه عليحدگيءَ جي خواهش هئي، جيڪا بنگلاديش جي ڪامياب بغاوت سبب اُڀري سامهون پئي آئي.

پاڪستان جا جيترا صوبا يا رياستون آهن، اُهي سڀ پنهنجي پنهنجي طريقي سان ڌار ڌار ۽ طاقتور صوبائي يونٽ آهن. اُهي پنهنجي ڌار رياست ٺاهڻ لاءِ قوم سان گڏ وفاداريءَ کي به ڪجهه نٿا سمجهن. ايوب خان ۽ يحيٰ خان جي سرڪار ۾ حڪومت تي پنجابين اقليت جو پُورو پورو قبضو هو، جنهن جي پنجابي ۽ سنڌي لڳاتار مخالفت ڪندا رهيا. جو انهن ٻنهي صوبن جي ماڻهن جو انگ پٺاڻن ڪان گهڻو وڌيڪ آهي. ايئن پٺاڻن ۾ به پنجابين ۽ سنڌين جي مخالفت موجود آهي. هنن کي اُلڪو رهي ٿو، ته جيڪڏهن حڪومت تي پنجابين جو قبضو ٿي ويو، ته اُهي ڪٿي جا به نه رهندا. ۽ هڪڙيءَ ڪُنڊ ۾ ڪين اُڇلايو ويندو. جتي قومي پاليسي جوڙڻ ۾ سندن ڳالهه کي نه ٻُڌو ويندو.

صدر جي حيثيت سان ڀُٽي کي پٺاڻن، پنجابين ۽ سنڌين جي ٽُڪنڊي جدوجهد کي سَهڻو پيو. قومي اڳواڻ طور هن جو اهو لازمي فرض هو، ته هُو سڀني سان گڏجي قومي اتحاد کي جوکي ۾ وجهڻ بنا انصاف ڪري.

ڀُٽو پنجابين تي پٺاڻن کي حڪومت ڪرڻ جي اجازت نٿو ڏئي سگهي، ڇوته پنجابين جو انگ گهڻو وڌيڪ آهي. ساڳيءَ طرح هُو پنجابين کي پٺاڻن جي سياسي ۽ تجارتي طور رت چوسڻ جي اجازت نٿو ڏئي سگهي، رڳو اُن لاءِ جو پنجابي تعداد ۾ گهڻا آهن. ڀُٽو اهو به نٿو چاهي، ته هُو سنڌين جي طرفداري ڪري، متان انهيءَ قسم

جو ڪم ڪرڻ سبب سندس باري ۾ به غلط فهمي ٿئي، ڇوته هُو پاڻ سنڌي آهي ۽ ڪيس پنهنجي صوبي جي اڪثريتي عوام جي حمايت ۽ سهڪار آهي.

ڀُٽي ٽڪنڊي جدوجهد جي مسئلي کي پنهنجي طريقي سان سُلجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ظاهر آهي، ته هُو اُن ۾ ڪامياب نه ٿيو. سبب اهو هو، جو هڪدم پنجابي ۽ پٺاڻ ٻئي ڪنهن نه ڪنهن بهاني سندس پويان پئجي ويا ۽ مٿس ڇِتي تنقيد ڪرڻ لڳا. سنڌين توڙي هُن جي ڪُلي عام مخالفت نه ڪئي، پر هُنن ڀُٽي جي پاڪستان پيپلز پارٽيءَ جو اوستائين پوريءَ ريت ساٿ نه ڏنو، جنهن وقت ڪيس سندن سهڪار جي گهُرج هئي، بلڪ اُن جي ابتڙ ڪجهه سنڌي اڳواڻن سنڌي ڳالهائيندڙن کي ڀنيلائڻ شروع ڪيو، ته ڀُٽو سنڌي نه آهي ۽ نه ئي ايوب خان يا يحيٰ خان سنڌي هئا، تنهنڪري سنڌي ٻوليءَ کي سنڌ ۾ ڪڏهن به سرڪاري ٻوليءَ جو درجو ملي نه سگهندو.

ڪجهه ٻين سياسي پارٽين به ڀُٽي جي اُن پريشانيءَ مان فائدو ورتو ۽ اهو مطالبو ڪرڻ لڳا، ته اُتر اولهندي سرحدي صوبي ۽ بلوچستان کي آزاد ڪيو وڃي. پٺاڻن ۽ بلوچن سمجهيو، ته اهو سونهري موقعو آهي. ولي خان ۽ اُتر اولهندي سرحدي صوبي جا اڳواڻَ ڀُٽي خلاف پنهنجي مرضيءَ جا الزام مڙهڻ لڳا ۽ اهو به چيائون ته ڀُٽو غدار آهي. هُن کي بنگلاديش جي شڪست جو ذميدار ڪوٺيائون ۽ اها پروپيگنڊا ڪيائون، ته جنگي قيدين جي آزاديءَ ۾ ناڪاميءَ جو ڏوهه به ڀُٽي جو ئي هو.

اُتر اولهه سرحدي صوبي جي مطالبن بابت ڀُٽو ان حيثيت ۾ نه هو، جو هُو ڪا ڪارروائي ڪري سگهي. انهيءَ جو پهريون سبب هيءَ هو، جو آئين ۾ اهڙي ڪا شق نه هئي، جنهن ۾ اهو چيل هجي، ته اُتر اولهه سرحدي صوبي جي ماڻهن کي خودمختيار رياست ٺاهي ڏني وڃي ۽ ٻيو سبب هي هو، جو ان مامري مان ڪافي حد تائين اهو ظاهر ٿيو پئي، ته جيڪو مطالبو ڪيو پيو وڃي، سو مڪمل آزاديءَ جو مطالبو آهي. جيتوڻيڪ آزاديءَ جو اهو مطالبو بلڪل صاف لفظن ۾ نه ڪيو ويو هو، پر ان ڳالهه جا معقول سبب آهن، ته جيڪو انديشو ڏيکاريو پئي ويو، سو ڪافي حد تائين دُرست هو. اُتر اولهه سرحدي صوبي جو اڳواڻ ولي خان، جيڪو نيشنل عوامي پارٽيءَ جو صدر آهي، ۽ خان عبدالغفار خان جو پُٽ آهي، جيڪو ڪافي عرصي کان آزاد پختونستان لاءِ جدوجهد پيو ڪري، توڻي هن تازو هڪڙو بيان ڏنو هو، ته جيڪڏهن اُتر اولهه سرحدي صوبي جو نالو بدلائي پختونستان رکيو وڃي، ته اُن سان ڪيس آٿت ملندو.

بنگلاديش ٺهڻ ڪانپوءِ پاڪستان جي قومي خودداري کي ڪافي صدمو پهتو آهي، اهڙيءَ حالت ۾ ڀُٽي لاءِ اها قدرتي ڳالهه آهي، ته هُو ولي خان جي ايجا وڏيڪ

خودمختياري واري مطالبي کي شڪ جي نظر سان ڏسي ۽ اهو سمجهي ته ان مطالبي جي معنيٰ مڪمل آزادي وٺڻ آهي ۽ پچاڙيءَ ۾ پختونستان، پاڪستان کان ڌار ٿي ويندو.

پاڪستان ۾ هن وقت ڪافي اٿل پٿل آهي. هر مورچي تي جهيڙو پيو هلي: مثال طور انهيءَ ڳالهه تي ڪافي بحث پيو هلي، ته ٽُٽل رياست جي اها سرڪار ڪيستائين هلي سگهندي.

ڀُٽي صدارتي انداز واري سرڪار پئي چاهي، جڏهن ته بلوچستان ۽ اُتر اولهه سرحدي صوبي جا اڳواڻ ان حق ۾ هئا، ته پارلياماني طريقو اختيار ڪيو وڃي. ڀُٽي جي پارٽيءَ ۾ به اهڙا ڪيئي ماڻهو آهن، جيڪي ان ڳالهه جي حق ۾ آهن. ڀُٽي جي وزارت جي ساٿي ۽ قانون واري وزير قصوري جيڪا استعيفيٰ ڏني، تنهن جي نتيجن جو اثر گهٽو پري تائين پيو آهي. قصوري خاص طور ان ڳالهه تي استعيفيٰ ڏني، ته هُو ڀُٽي جي خواهش خلاف پارلياماني سرشتي جو حامي آهي.

هوڏانهن ڀُٽي هندستان جو سفر ڪيو، ۽ شملا سمجهوتي تي صحيحون ڪيون، تنهن سان جماعت اسلاميءَ کي ڀُٽي خلاف هڪ نئين تحريڪ هلائڻ جو موقعو ملي ويو. جماعت اسلامي الزام گهڙيو ته ڀُٽو ڪشمير هندستان کي ڏئي پيو. هُو ڪميونسٽ آهي، تنهنڪري الله ۽ مذهب کي نٿو مڃي.

اهڙيءَ طرح بدنيتيءَ سان پرپور الزامن جو جواب پاڪستان پيپلز پارٽي، ولي خان تي اهو الزام هڻي ڏنو، ته شيخ مجيب الرحمان سان لنڊن ۾ ملڻ کانپوءِ سندس اشاري تي ولي خان اهو فيصلو ڪيو، ته اُهي اُتر اولهه سرحدي صوبي ۽ بلوچستان جي مڪمل آزاديءَ جي مطالبي تي زور ڏيندا.

انهيءَ صورتحال ۾ جنرل ٽِڪا خان کي به ڇڪي بحث ۾ آندو ويو. سڄي پاڪستان ۾ انهيءَ مقصد لاءِ پوسٽر لڳايا ويا، جن ۾ دعويٰ ڪئي وئي ته: هڪڙي غير فوجي بدعمل آمر کان هڪڙو ايماندار فوجي آمر لکين درجا سُٺو آهي. ٽِڪا خان ڏانهن انيڪ خط موڪليا ويا، جن ۾ ڪيس ڇيو ويو، ته هُو ڀُٽي جي هٿ مان حڪومت جون واڳون وٺي.

يقيني طور اهو نٿو چئي سگهجي، ته انهيءَ مامري ۾ ٽِڪا خان ڪهڙو ڪردار نڀايو. اهو پتو نه آهي، ته ٽِڪا خان ان تحريڪ کي هُشي ڏني يا نه. اڃا تائين انهيءَ قسم جو ڪو ثبوت نه آهي، ته ٽِڪا خان جو ان تحريڪ ۾ ڪو هٿ آهي يا نه، تنهنڪري گهٽو ڪري اهو امڪان آهي، ته اها تحريڪ جماعت اسلامي ۽ ڀُٽي جي مخالفن شروع ڪئي هئي. ٽِڪا خان کي ان جي ڪا ڄاڻ نه ڏني وئي هئي.

ڀُٽي هڪدم محسوس ڪيو، ته پارلياماني سرشتو لاڳو ڪرڻ جي ٿيندڙ مطالبي پويان کهڙو راز آهي. پاڪستان کي تنهن وقت هڪ اهڙي فولادي شخص جي گهُرج آهي، جيڪو صدر جي حيثيت سان انهن مختلف مسئلن کي هڪدم سُلجهائي، جن کي هڪدم سُلجهائڻ ضروري آهي. پر ڀُٽو پنهنجي مخالفن کي پوريءَ طاقت سان جواب ڏيڻ جي حيثيت ۾ نه هو، ڇوته سندس پنهنجي ئي پارٽيءَ ۾ ڏار پيل هئا. هِڪڙي ڌُر، جنهن جي رهنمائي ڀُٽي جي وزارت جي ساٿي نياز محمد پئي ڪئي، سو ڀُٽي کان ان لاءِ ناراض هو، جو هُن کي صدر جي ليبر پاليسيءَ پسند نه آئي هئي، ۽ ٻيا به ڪيئي ميمبر پاڪستان پيپلز پارٽي ڇڏي ننڍين ننڍين پارٽين ۾ ڌُرين سان وڃي مليا.

ڀُٽي تي ان وقت دٻاءُ اچا به وڌي ويو، جڏهن اڳوڻو ايئر مارشل اصغر خان ميدان ۾ ڪاهي پيو ۽ هُو ڀُٽي کي غدار سڏڻ لڳو. ڪجهه ڏينهن پهرين پاڪستان جي هڪ اخبار ۾ اصغر خان جو هڪڙو مضمون ڇپيو، جنهن ۾ اصغر خان اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، ته بنگلاديش جي شڪست لاءِ ڀُٽو ئي ذميدار آهي. اصغر خان، ڀُٽي تي يحيٰ خان کي دوکي ۾ وجهڻ جو الزام مڙهيو. اصغر خان لکيو ته:

"ڀُٽي، يحيٰ خان کي غلط ڄاڻ ڏني، ڇوته ڀُٽي نيويارڪ مان هڪ بحري تار وسيلي يحيٰ خان کي اها ڄاڻ موڪلي هئي، ته آمريڪا، هندستان- پاڪستان جهيڙي ۾ دخل ڏيڻ جو فيصلو ڪري ورتو آهي، ۽ ستون ٻيڙو خليج بنگال ڏانهن وڌي پيو، ته جيئن هندستان جي حملي کي روڪي سگهجي. ڀُٽي جي مشورن تي عمل ڪندي يحيٰ خان، ليفٽيننٽ جنرل راؤ فرمان عليءَ کي حُڪم ڏنو، ته هُو هٿيار ڦِٽا نه ڪن، ڇوته آمريڪي امداد پهچي پئي. انهن سمورين ڳالهين کي ڏسندي بنگلاديش ۾ فوجي ناڪاميءَ لاءِ يحيٰ خان ذميدار نه هو، بلڪ ڀُٽي تي ئي ان فوجي ناڪاميءَ جي پوري ذميداري اچي ٿي."

شملا سمجهوتي تي صحيحون ٿيڻ ڪانپوءِ مخالف پارٽين کي تنقيد لاءِ اڃا به وڌيڪ مصالحو ملي ويو. هُنن ان سمجهوتي کي پاڪستان جي "وڪڻڻ جو ناهه" ڪوٺيو ۽ چيو ته هاڻي پاڪستان مڪمل طور هندستان جي هٿن ۾ هليو ويو آهي. اهي الزام به هر ٻيري هنيا ويا، ته هڪڙو ڳُجهو ناهه ٿيو آهي، جنهن موجب ڪشمير جو جيڪو حصو پاڪستان وٽ آهي، سو هندستان کي واپس ڏنو ويندو.

جيڪڏهن حالت عام ڏينهن جهڙي هجي ها، ته ڀُٽو ان قسم جي بدنام ڪندڙ الزامن جو جواب ڪا وڏي ڪارروائي ڪري ڏئي ڇڏي ها، پر بدبختيءَ سان هو اڃا

جنگي قيدين جي مسئلي کي سُلجهائي نہ سگهيو آهي، تنهنڪري ان ڳالهہ سبب مخالفن کي مٿس ڪمزور اڳواڻ هئڻ جو الزام مڙهڻ جو موقعو ملي ويو آهي.

اهڙيءَ طرح پاڪستان هڪ آئيني ڏکيائي مان لنگهي پيو. قومي اسيمبليءَ ۾ پنجابين جي گهڻائي آهي، جنهن ڳالهہ کان سنڌي، بلوچي ۽ پٺاڻ سيني ڊنل آهن. انهن سيني گڏجي اهو مطالبو شروع ڪري ڏنو آهي، تہ سندن مفاد جو خاص طور خيال رکيو وڃي. انهيءَ سلسلي ۾ اهو جهيڙو بہ اُڀريو آهي، تہ پاڪستاني سرڪار جو مستقبل ۾ ڪهڙو روپ هئڻ گهُرجي. مخالف پارٽيون چاهين ٿيون، تہ پارلياماني سرشتو هجي. انهن جو چوڻ آهي، تہ پارليامينٽ ئي ڀُٽي جي بي انصافي سان ڀرپور حرڪتن کان انهن سيني جو بچاءُ ڪري سگهي ٿي. اهڙي اهم ۽ نازڪ دؤر ۾ ڀُٽي جي ڪجهہ دوستن ۽ ساٿين مخالف نظريي جي حمايت ڪرڻ شروع ڪري ڏني آهي. محمود علي قصوري جي استعيفيٰ سان مامرو اجا بہ وڌيڪ بگڙي ويو آهي.

مخالف پارٽين جو چوڻ آهي، تہ ڀُٽو پارلياماني سرشتي جي خلاف آهي، ڇوتہ هُو اهو محسوس ڪري ٿو، تہ اُن سان سندس حقن ۾ گهٽتائي ايندي ۽ ڪيس پنهنجي چال چلڻ يا ڪيڏڻ ڪيڏڻ جو پورو موقع ملي نہ سگهندو.

جڏهن ڀُٽي خلاف تحريڪ پنهنجي اوُج تي هئي، تہ ڀُٽو اُن پوري عرصي ۾ مختلف سياسي پارٽين سان ڳالهيون ڪندو رهيو، تہ جيئن ڪو مناسب حل ڳولي سگهجي ۽ اهو جهيڙو سدائين لاءِ ختم ٿي وڃي. جڏهن هُن کي سياسي اڳواڻن طرفان اهو ڀروسو ٿي ويو، تہ اُهي اهو نٿا چاهين، تہ ڀُٽو صدارت تان لهي، بلڪ هنن جي اها زبردست خواهش آهي، تہ پاڪستان ۾ هڪ اهڙي مضبوط سرڪار نهي، جنهن کي عوامي نمائندن جي پوري حمايت هجي. ڀُٽو انهيءَ ڳالهہ تي راضي ٿي ويو ۽ هُن واعدو ڪيو، تہ نئون آئين 23 مارچ 1973ع تائين نهي ويندو، ۽ اهو اسلامي مذهب تي آڌاريل هوندو، جنهن آئين وسيلي پاڪستان ۾ پارلياماني سرشتي هيٺ سرڪار جوڙي ويندي.

شملا سمجهوتي ڪانپوءِ ڀُٽي جي سياسي زندگيءَ جو اهو قومي سمجهوتو ٻيءَ اهم ڪاميابي هئي. هڪڙي ئي فيصلي سان هُن سمورين مخالف پارٽين جا وات بند ڪري ڇڏيا، دشمنن کي پنهنجو حامي بڻائي ورتو، ۽ گڏوگڏ پاڪستان جي اتحاد کي مضبوط بڻايائين. عام طور تنهن وقت جڏهن ايئن پئي لڳو، تہ پاڪستان منجهہ ئي جدوجهد جو هڪڙو ٻيو نئون سلسلو شروع ٿيندڙ آهي.

# ڇا زُلفي سوپارو ٿي سگهندو؟

جيڪڏهن پاڪستان ۽ هندستان هٿيار ونڻ ۽ ماڻٽ جي ڊوڙ ۾ رُڌل رهن ٿا، ته منهنجو پُختو ويساهه آهي، ته نه هندستان ۽ نه ئي پاڪستان جو مستقبل محفوظ آهي. آءٌ ڄاڻان ٿو، ته انهيءَ مامري ۾ هر ڌُر اهو ڀانئي ٿي، ته ان ڊوڙ لاءِ ٻيو ذميدار آهي، پر سچائي اها آهي، ته ٻنهي ڌُرين وچ ۾ دشمنيءَ جي رويّن ۾ لڳاتار واڌ پئي اچي، ۽ هڪ ٻئي خلاف پروپيگنڊا ٻرندڙ باهه ۾ تيل جو ڪم پئي ڪري. انهيءَ عمل سان هڪ ٻئي تي شڪ جون پاڙون اجا وڌيڪ گهريون ٿي ويون آهن، پر اصل جهيڙي جي جَڙ ڪشمير آهي. انهيءَ مسئلي جي حل تي ئي ٻنهي ملڪن جي دوستي آڌاريل آهي. بهرحال، جيڪو به حل نڪرندو، تنهن ۾ ٻنهي ڌُرين کي هڪ ٻئي جي ڪجهه نه ڪجهه ڳالهه تہ سمجهڻي ئي پوندي؛ تاريخ ۽ سچائين جو خيال رکڻو پوندو. گڏوگڏ اسان کي اهو خيال به رکڻو پوندو، ته جڏهن به ان مسئلي جو ذڪر ٿئي ٿو، ته ٻنهي ملڪن جا جذبا تيزيءَ سان اُڀرڻ لڳن ٿا.

هيءَ تاريخي سچائي آهي، ته 14 آگسٽ 1947ع تي ڪنهن به هندستانيءَ اهو نه سوچيو هو، ته ڪشمير، هندستان جو حصو بڻجندو ۽ نه ڪنهن پاڪستاني کي خواب خيالَ ۾ به اهو اندازو هو، ته ڪشمير، هندستان ۾ شامل ٿي ويندو ۽ وري هندستان جو هڪڙو حصو بڻجي ويندو، جنهن جي آڌار تي ملڪ جو ورهاڱو ٿيو. ڪنهن به طور انهيءَ جو ذڪر ڪيو ويو هجي يا نه ڪيو ويو هجي، پر اهو سمجهيو ويو هو، ته هندستان جون ڏيهي رياستون هندستان يا پاڪستان، ٻنهي مان ڪنهن به ملڪ ۾ شامل ٿي ويندي‌ون ۽ اهو عمل ان ڳالهه تي آڌاريل هوندو، ته رياست ۾ ڪهڙي مذهب جا ماڻهو وڌيڪ تعداد ۾ آهن. ورهاڱي جو بنياد مسلمان ۽ غير مسلمان علائقن تي رکيو ويو هو. سمجهوتا وڏ ڪان وڏ سهڻن ۽ ڳُتيل لفظن ۾ ڪري سگهجن پيا، پر ورهاڱي جو بنياد اهو ئي هو. پوءِ ٻنهي طرفن کان وڏيون غلطيون ٿيون، نه رڳو ڪشمير ۾ بلڪ ٻين علائقن ۾ به. مثال طور جوناڳڙهه ۽ حيدرآباد ۾ هندستان حالت خوشگوار بڻائي ورتي، پر ڪشمير ۾ پاڪستان کي ايئن ڪرڻ ۾ ڪامياب ملي نه سگهي. اها هڪ تاريخي سچائي آهي.

زُلفي ڏاڍو ذهين هو. هُن جي يادداشت ڏاڍي سُٺي هئي، ۽ منجهس چاڻ ماڻڻ جي اُڃاهه اَڃ هئي، تنهن هوندي بہ هُو ڊسمبر 1945ع ۾ ٿيندڙ سينيئر ڪيمبرج جي امتحان ۾ فيل ٿيو. شايد شروع ۾ زُلفي جي تعليم چڱيءَ طرح نہ ٿي هئي.... زُلفي جي گهراڻو مذهبي هو، تنهن جو اثر زُلفي جي خيالن تي بہ پيو. هُو بمبئي ۾ رهندو هو، جتي اڪثر فرقيوارانا فساد ۽ ڇڪتاڻ ٿيندي رهندي هئي، تن سڀني گڏجي زُلفيءَ جي ذهن ۽ خيالن ۾ پروسو ۽ ويساهه آڻڻ لاءِ واهر ڪئي.... زُلفي اِن ڳالهہ جو قائل هو، تہ هندستان ۾ برطانوي حڪومت جي پڄاڻي ٿيڻ گهرجي، ۽ هن ملڪ ۾ مقامي ماڻهن جي سرڪار هئڻ گهُرجي...

هُو ذاتي طور ايڏو وفادار هو، جو سندس دوستيءَ ۾ فرق اچڻ ممڪن نہ هو. پنهنجي سمورن دوستن جون گاريون ۽ ڪاوڙ سَهڻ جي سگهہ منجهس هئي. هُن ۾ ننڍڙين ننڍڙين ڳالهين تي ٿيندڙ جهيڙن کي وسارڻ جي اَتاهہ سگهہ هئي. دوستن لاءِ احترام جو گهرو جذبو هو. زُلفيءَ جي دل ۾ جڏهن ڪنهن شخص لاءِ ڪا جاءِ نهي وڃي ٿي، تہ پوءِ ڪانئس اُن دوست کي ڪو پيو ڦري نٿو سگهي. اهڙي دوست لاءِ هُن جي محبت ۽ خدمتن ۾ ڪا گهٽتائي نٿي اچي سگهي. وٽس دوستيءَ ۾ پلاند جو تہ ڪو سوال ڪونهي...

هُو شروع کان ئي سماجوادي (سوشلسٽ) هو: زُلفيءَ چوندو هو، تہ سماجواد (سوشلزم) سان سندس ناتو آڳاٽو آهي، تنهنڪري هُو سماجوادي اصولن تي هلڻ جو پهہ ڪري چُڪو آهي: ۽ انهيءَ جو خاص سبب سنڌ ۾ ڦهليل غربت جا اُهي منظر آهن، جيڪي هُن ڏٺا آهن... زُلفي اڪثر مونکي چوندو هو، تہ هُن کي پنڊت نهروءَ جا سماجوادي ويچار ڏاڍا وڻن ٿا...

زُلفي ديواني ۽ فوجداريءَ جو ڏاڍو سُٺو وڪيل هو. رامچنداڻي سندس اُستاد هو، جنهن کيس مشورو ڏنو، تہ هُو وڪالت ۾ پنهنجو وقت وڃائڻ بجاءِ سياست ڏانهن ڌيان ڏي، جنهن لاءِ هُو بيحد مناسب آهي. زُلفي ڪنهن بہ عهدي يا شيءِ ماڻڻ لاءِ پنهنجي قابليت ۽ اهليت ثابت ضرور ڪندو هو. عهدي جي لالچ ۾ هُن پاڪستان لاءِ ڪنهن اهم بنيادي مسئلي تي پنهنجي نُوس اصولن کان ٿيڙ ڪائي، ڪڏهن ڪو سمجهوتو نہ ڪيو.... زُلفيءَ جا ويچار ۽ خواب اُتم هئا.

(هن ڪتاب مان ڪنيل ٽُڪرا)

Rs : 120.00

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ”اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي ڳُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ
کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ باروڊَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ
اِن حسابَ سان اٿڄاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽَر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)